# ادبيات سنڌ

(شمارو نمبر ا- 2021ع)

نگران

**ڊاڪٽر يوسف خشڪ**

ايڊيٽر

**قادربخش سومرو**



**ادبيات اڪادمي سنڌ**

لياقت ميموريل لائبريري بلڊنگ اسٽيڊيم روڊ ڪراچي

ڇپائي، جو سال فيبروري 2021ع

## ايڊيٽوريل بورڊ



## ضروري گذارشون

رسالي ۾ ڇپيل لکڻيون شامل ڪيون وينديون.

رسالي ۾ شايع ٿيل سڀني لکڻين ۾ ليکڪن جي راءِ، خيال تحقيق سمجهيو وڃي. جنهن سان رسالي جي ايڊيٽوريل بورڊ جو سهمت هجڻ ضروري ناهي.

سڀئي لکڻيون سنڌي ورڊ فارميٽ ۾ هيٺ ڏنل اي ميل ايڊريس تي اماڻيون وڃن.

palsindhkar@gmail.com
لياقت ميموريل لائبريري بلڊنگ
اسٽيڊيم روڊ ڪراچي

قيمت في شمارو، 150 روپيه (ملڪ اندر) 40 امريڪي ڊالر (ڏيساور)
رسالو ملڪ اندر رجسٽري پوسٽ وسيلي ۽ ڏيساور هوائي پوسٽ وسيلي موڪلي سگهجي ٿو.

| | | |
|---|---|---|
| ناشر | قادربخش سومرو | 021-99231154 |
| سرڪيوليشن انچارج | اقبال احمد | 021-99231154 |
| پيج ميڪنگ ۽ ڊزائين | ڪوڙل ڍهراج | |

اڪادمي ادبيات پاڪستان
لياقت ميموريل لائبريري بلڊنگ اسٽيڊيم روڊ ڪراچي
رابطه نمبر 021-99231154

ڇپيندڙ مرڪ پبليڪيشنز ۽ پرنٽرز ڪراچي
304 صابر منزل نزد گل پلازا ايم اي جناح روڊ ڪراچي
murk.publications@gmail.com
03005182494

بسم اللہ الرحمن الرحیم

پیشِ نظر کتاب ہمارے واٹس ایپ گروپ کے سکالرز کی طلب پہ سافٹ میں تبدیل کی گئی ہے۔ مصنفِ کتاب کے لیے نیک خواہشات کے ساتھ سافٹ بنانے والوں کے حق میں دعائے خیر کی استدعا ہے۔

زیرِ نظر کتاب فیس بک گروپ "کتب خانہ" میں بھی اپلوڈ کر دی گئی ہے۔
گروپ کا لنک ملاحظہ کیجیے :

https://www.facebook.com/groups/1144796425720955/?ref=share




**میر ظہیر عباس روستمانی**

03072128068




# فهرست


| ليکڪ | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| شفقت محمود | پیغام | 07 |
| ڈاکٹر یوسف خشک | حرف اول | 09 |

## تحقيق، تنقيد، نقطہ نظر

| ليکڪ | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| ڊاڪٽر فهميده حسين | شيخ اياز ۽ سنڌي ٻوليءَ کي درپيش چئلينج | 13 |
| ڊاڪٽر غفور ميمڻ | پلاٽ کان بغير دنيا جي ڪهاڻي | 25 |
| الطاف شيخ | ملائيشيا جي موسم.... | 31 |
| رڪ سنڌي | سنڌو سپيتا ۽ عمان (ماڳان) وچ ۾ واپاري لاڳاپا | 38 |
| ڊاڪٽر شير مهراڻي | سنڌي ڪهاڻيءَ جو جديد حوالو بادل جمالي | 44 |
| ڊاڪٽر ڦُلُ 'سنڌر' | ڍاٽڪي ٻولي ۽ ان جو لوڪ ادب: مختصر جائزو | 58 |
| نصير سومرو | شاعريءَ جو رومانس | 67 |
| حزب الله آءِ سومرو | ٺَٽ ميمڻ جو پختو شاعر _ قربان گل | 79 |
| عزيز قاسماڻي | ٽنڊي ڪنڊ جو يگانو شاعر سرڪش سنڌي | 81 |
| امر هاني سنڌو | قمر شهباز جي شاعريءَ ۾ وجوديت جو فڪر | 86 |
| اورنگزيب عاجز | پير بخش خان عرف پيرل فقير جوڻيجو | 92 |

## ڪهاڻيون

### فلئيشن فڪشن

| ليکڪ | عنوان | صفحو |
|---|---|---|
| رزاق سهتو | زهرا | 97 |
| راز شر | اڙي شهر جانان | 110 |
| ضراب حيدر | فقير جو پٽُ | 114 |
| جاويد شيخ | اُستاد بہ واقعي اُستاد آهن! | 129 |
| عباس سارنگ | دلير ملي ويو. . . | 133 |
| وفا صالح راڄپر | اجازت | 137 |
| سونيا شاهاڻي | سوني | 141 |
| شفيع بکڪ | ڊائي سو | 144 |
| ڊاڪٽر عابد مظهر | "نہ نہ اهڙي ڳالھ ناهي!"، "فيڪ آءِ ڊي" | 147 |
| مرلي ڌر | ڏکيو فيصلو | 148 |
| عباس سارنگ | "چڳل چيل" | 148 |
| عبدالواحد سومرو | عڪس | 149 |

## شاعري

### غزل


ج ع منگهاڻي 153
اياز گل 154
تاج جويو 155
اسحاق سميجو 156
نور خان نواب 157
سميع بلوچ 158
محمد علي پٺاڻ 159
اقبال رند 160
شوڪت اجڻ 161
ضمير ڦل 162
علي آڪاش 163
ڊاڪٽر مبارڪ علي 164
مير صوبدار سعيد 165
سجاد ميراڻي 166
سعيد سومرو 167
امداد سولنگي 168
امجد دراني 169
قربان چنا 170
مجاز سولنگي 171
سيما عباسي 172
خالده نسرين 173
مرتضيٰ لغاري 174
ياسمين چانڊيو 175
مزمل سائر 176
علي زاهد 177
زاهد چامڙو 178
حسن پنهيار 179
سڪندر شيخ 180
صدام حسين باغي 181
اطهر منگي 182
سعيد سنڌي 183

| | |
|---|---|
| آغانياز مگسي | 184 |
| معشوق محسن ابڙو | 185 |
| گلشن سنڌو | 186 |
| اظهر پانبڻ | 187 |
| احساس مبرل | 188 |
| بلال تبسم | 189 |
| حيدار علي ٿوناڻي | 190 |
| گلاب چانڊيو | 191 |
| ڊاڪٽر فاطمه حسن ترجمو شاهه زمان پنگر | 192 |


## نظم، وايون، ڪافيون ۽ ٻيون صنفون


| | |
|---|---|
| امداد حسيني | 195 |
| ڊاڪٽر آڪاش انصاري | 196 |
| مدد علي سنڌي | 197 |
| عطيه دائود | 198 |
| ع غ تبسم | 199 |
| ادل سومرو | 202 |
| سرمد چانڊيو | 203 |
| روبينه ابڙو | 205 |
| انيس ميمڻ | 207 |
| ڊاڪٽر جمال نقوي | 208 |
| مشتاق ڦل | 209 |
| ڊاڪٽر رخسانه پريت | 210 |
| ضياء ابڙو | 211 |
| هدايت بلوچ | 212 |
| صدا لاشاري | 213 |
| زهه پيرزادو | 214 |
| امر پيرزادو | 216 |
| پشپا ولڀ | 218 |
| مصطفي انڙ | 219 |
| قادربخش سومرو | 220 |
| سنڌو ستار پيرزادو | 221 |
| عريشا بخاري | 223 |

# پیغام

## وفاقی وزیر جناب شفقت محمود کا پاکستان کے تمام صوبوں سے "ادبیات" کے شماروں کے اجرا کے موقع پر خصوصی پیغام

اکادمی ادبیات پاکستان کے زیر انتظام پہلی بار تمام صوبوں سے 'ادبیات' کے شماروں کا اجرا ایک نہایت خوش آئند منصوبہ ہے۔ خوش گوار بات یہ ہے کہ ان پرچوں میں پاکستانی زبانوں کا ادب ان ہی زبانوں کے رسم خط میں شائع کیا جارہا ہے۔ ایسا منفرد اشاعتی منصوبہ جاری کرنے پر اکادمی داد کی مستحق ہے۔

یہ منصوبہ لسانی و تہذیبی ہم آہنگی کو تقویت دینے اور زبانوں کو ایک دوسرے کے قریب لانے کی طرف ایک نہایت موثر قدام ہے۔ ساتھ ہی ساتھ ملکی ثقافتوں اور زبانوں میں موجود حکمت و دانش کی روایت سے براہ راست استفادے کی ایک کامیاب کوشش بھی ہے جو رواداری، محبت اور یگانگت کے پیغام کی حامل ہے۔ پاکستانی زبانوں میں بکھرے ہوئے ان حکمت و دانش کے موتیوں کو ایک لڑی میں پرونے کی ضرورت ہے جسے اکادمی ادبیات پاکستان کا زیر نظر اشاعتی منصوبہ کما حقہ پورا کرتا ہے۔ یہ اشاعتی منصوبہ پاکستان بھر میں لکھنے والوں کو قریب لانے کے عمل کو بھی تقویت دے گا اور ان کے لیے ایک دوسرے کو جاننے اور سمجھنے کے مزید مواقع پیدا کرنے کا باعث بنے گا۔ تاریخ گواہ ہے کہ کسی ملک کو ترقی کی دولت تب تک نصیب نہیں ہوئی جب تک کہ اس نے اپنے اہل قلم طبقے کی فلاح اور فروغ اور ملکی ثقافتوں اور زبانوں کے لیے ترقی کی راہیں نہیں کھولیں۔

پاکستان کے تمام صوبوں سے علیحدہ علیحدہ جریدوں میں مختلف پاکستانی زبانوں کے ادب کی

منتخب تحریروں کی اشاعت سے ملکی ادبی منظر نامے کی جامع تصویر سامنے آتی ہے اور یہ اندازہ ہوتا ہے کہ لسانی اور ادبی سطح پر ہمارا ملک کیسا خوش رنگ اور ہمہ جہت ہے۔ بہت ضروری ہے کہ ان رنگوں اور خوش بوؤں کو ہر سُو پھیلایا جائے، تاکہ معاشرتی گھٹن کا خاتمہ ہو، مکالمے، آپسی افہام و تفہیم اور ہم آہنگی کی فضا کو تقویت ملے، بنیادی انسانی اقدار کو فروغ حاصل ہو اور ادبی سطح پر مزید ثقافتی اپنائیت پیدا ہو۔

میں خلوص دل سے چیئرمین اکادمی ادبیات پاکستان ڈاکٹر یوسف خشک کی ملکی ثقافتی اور ادبی ترقی کے لیے کاوشوں کو سراہتا ہوں اور ان کے جاری رہنے کی امید کرتا ہوں۔

نیک خواہشات کے ساتھ

شفقت محمود

وفاقی وزیر برائے تعلیم و پیشہ ورانہ تربیت

قومی ورثہ ثقافت ڈویزن پاکستان

# حرفِ اوّل

سندھ کی دھرتی کئی ہزار برسوں سے تہذیب و تمدن کا گہوارہ رہی ہے۔ جب دنیا کے بیشتر حصوں میں انسان خانہ بدوشی کی زندگی گزار رہا تھا اس وقت بھی یہاں ایک عظیم تہذیب اپنے عروج پر تھی۔ ادب ظاہر ہے تہذیب کے اظہار کا ایک اہم بلکہ میں کہوں گا کہ سب سے اہم ذریعہ ہے اس لیے ہم کہہ سکتے ہیں کہ یہاں ادب کی روایت قبل از تاریخ بھی موجود تھی۔ زندہ زبانوں کی طرح سندھی زبان بھی ہر دور میں یہاں بولی جانے والی زبانوں سے نہ استفادہ حاصل کرتی آئی ہے، مگر آج بھی اپنی دھرتی سے باقاعدہ جڑی ہوئی ہے جس کا اظہار جدید سندھی ادب میں بخوبی ہو رہا ہے۔

اکادمی ادبیات پاکستان کے زیرِ اہتمام سہ ماہی ادبیات اور سہ ماہی ادبیات اطفال اردو میں جب کہ ششماہی پاکستانی لٹریچر انگریزی میں باقاعدگی کے ساتھ شائع ہو رہے ہیں۔ اگرچہ ان تمام جریدوں میں سندھی اور دیگر زبانوں کے ادب سے تراجم باقاعدگی سے شائع ہو رہے ہیں لیکن اس بات کی ضرورت ایک عرصہ سے محسوس کی جا رہی تھی کہ اکادمی کوئی ایسا جریدہ بھی شائع کرے جس میں پاکستانی زبانوں کا ادب ان کے اپنے رسم خط اور اپنی زبان میں شائع ہو۔ یہ جریدہ اسی سلسلے کی ایک کڑی ہے۔

زیرِ نظر جریدے "ادبیات سندھ" میں صوبہ سندھ میں لکھے جانے والے ادب کو ان ہی زبانوں کے رسم خط میں شائع کرنے کا اہتمام کیا گیا ہے۔ ملک کے تمام صوبوں میں سے اکادمی ادبیات پاکستان کے تحت ایسے شمارے شائع کیے جا رہے ہیں۔ اکادمی کی یہ کوشش تمام پاکستانی زبانوں کے ادب کی زرخیزی اور ان کے ادبا و شعراء کو مزید قریب لانے کی حکمت عملی کا حصہ ہے۔ ایک ہی شمارے میں مختلف پاکستانی زبانوں کے متن کی موجودگی قومی ہم آہنگی کی ایک مثال ہے۔

اس شمارے میں مختلف زبانوں کے تازہ ترین ادب کا انتخاب؛ جو ہمیں بروقت مل سکا ہے، پیش کیا جارہا ہے۔ ہم ان تمام تخلیق کاروں کا شکریہ ادا کرتے ہیں جنھوں نے صوبہ سندھ سے شائع ہونے والے اکادمی کے اس اولین شمارے کے لئے ہمیں اپنی تخلیقات فراہم کیں۔ اکادمی کے بورڈ آف گورنر، ''ادبیات سندھ'' کی مجلس مشاورت اور مجلس ادارت کا بھی بے حد شکریہ ادا کرتے ہیں جن کے تعاون، رہنمائی اور انتھک محنت کے سبب یہ سب کچھ ممکن ہو سکا۔

میں خصوصی طور پر صوبہ سندھ کے اسسٹنٹ ریزیڈنٹ ڈائریکٹر جناب قادر بخش سومرو صاحب کو مبارکباد دیتا ہوں کہ جنہوں نے ادبیات سندھ کی ذمہ داری بطور مدیر منتظم خوشی سے قبول کی اور احسن طریقے سے نبھائی۔

یہ ابتدائی کوشش ہے اور امید ہے کہ قارئین کرام ہماری اس کوشش میں بہتری لانے کے لئے اپنی تجاویز سے نوازیں گے۔

ڈاکٹر یوسف خشک
میریٹوریس پروفیسر
چیئرمین اکادمی ادبیات پاکستان

ڊاڪٽر فهميده حسين

# شيخ اياز ۽ سنڌي ٻوليءَ کي درپيش چئلينج

سنڌي ٻوليءَ ۽ شيخ اياز جي تعلق کي سمجهڻ لاءِ سڀ کان پهرين تہ اهو ضروري آهي تہ ڏسجي تہ شيخ اياز جو سنڌي ٻوليءَ ۾ لکڻ جو فيصلو شعوري هو يا غير شعوري! شيخ اياز پنهنجي بنهہ ابتدائي دور ۾ اردو شاعري ۾ ڪئي، پر پوءِ هڪ مرحلي تي سنڌيءَ ۾ لکڻ کي ترجيح ڏنائين، ان بابت 1955ع ۾ ٽماهي مهراڻ رسالي ۾ سندس هڪ خط محمد ابراهيم جويي جي نالي لکيل ڇپيو جنهن ۾ هن لکيو هو تہ:

”مون سمجهيو تہ اردو سنڌيءَ کان وڌيڪ وسعت رکي ٿي ۽ منهنجي خيالات جي پيچيدگي ۽ گهرائي ان ۾ چڱيءَ طرح سمائجي سگهندي پر گذشتہ وئڪيشن ۾ مان سئو کن بيت لکيا آهن سنڌيءَ ۾، جن مان مونکي پڪو يقين ٿي چڪو آهي تہ جيڪي مان پنهنجي مادري زبان ۾ لکي ٿو سگهان سو ڪڏهن بہ ٻي زبان ۾ نہ لکي سگهندس. ڪيترو پلڻ پٽڪڻ کان پوءِ مان سنڌيءَ ۾ بهترين ذريعہ اظهار ڳولي ڪڍيو آهي.“

اياز جي هن بيان مان سندس بہ اعتراف واضع ٿين ٿا. پهرين اهو تہ سنڌي زبان ۾ سندس خيالات جي پيچيدگي ۽ گهرائي، کي سمائجي سگهڻ جي سگهہ موجود ڏسي فيصلو ڪيائين تہ آئيندي هو سنڌيءَ ۾ لکندو: ۽ ٻيو اهو تہ ڪو بہ شاعر جيڪي پنهنجي مادري ٻوليءَ ۾ لکي سگهي ٿو سو ڪنهن بہ ٻي ٻوليءَ ۾ لکي ڪونہ سگهندو ان ڪري هن سمجهيو تہ هن سنڌيءَ ۾ پهرين اظهار جو ذريعو ڳولي ڪڍيو هو. يعني تہ پنهنجي ماءُ ٻولي ئي ڪنهن اديب ۽ شاعر جي تخليق جي اظهار لاءِ بهترين وسيلو ٿئي ٿي.

اياز جي ان شعوري فيصلي کيس مايوس ڪونہ ڪيو ۽ هو هڪ ڊگهي عرصي تائين لکي پنجاهہ کان مٿي ڪتاب تخليق ڪري ڏئي ويو. هن جي شاعريءَ بابت سائين محمد ابراهيم جويي کي چوڻو پيو تہ:

”اياز جي شاعري سنڌي ٻوليءَ جو هڪ ڪرشمو آهي، ٻولين جا اهڙا ڪرشما جڳن کان پوءِ ظاهر ٿيندا آهن ۽ جڏهن ٿيندا آهن تڏهن اهي ٻولين

سان گڏ پنهنجي پنهنجي دطوطر جي ڪايا پلٽ جا داعي ۽ اٽل سبب بڻيا آهن.(مون ڏات انوکي آندي آ- ص ١٩)

جئين تہ ٻولي ڪنهن بہ قوم جي سڃاڻپ هوندي آهي، سو اسان جي سڃاڻپ جو حوالو بہ سنڌي ٻولي آهي، ان سان محبت ۽ انسيت ئي اها ڪسوٽي آهي، جنهن تي اسين سنڌي ڪنهن شاعر کي پرکيندا آهيون. اها حقيقت آهي تہ ڪنهن بہ شاعر جي ڏات اوستائين سهاڳڻ نٿي سڏي سگهجي جستائين ٻوليءَ جي محبت سان لائون نٿي لهي، بنا ٻوليءَ سان سک ۽ سنيهہ جي ڀلا ڪو شاعر ڪيئن ٿو شاعري ڪري سگهي! اهڙي شاعري بي چسي، بي رنگ ڪنهن ڏهاڳڻ جهڙي هوندي آهي، جنهن جو رنگ روپ مصنوعي ۽ هٿراڌو هوندو آهي . ٻولي تہ شاعريءَ جو سهاڳ آهي جنهن جو اها؛ ان کي روپ بخشيندو آهي ۽ اها روپونتي ئي پوندي آهي، ان ڪري ان جي وارثي ڪرڻ ۽ سيني ۾ سانڍڻ ضروري هوندو آهي، جنهن جو اظهار شيخ اياز ڪيو ۽ جنهن تي عمل ڪري بہ ڏيکاريائين. سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ سان تہ سندس جيءُ جڙيل هو، بلڪل ائين ئي جئين اٽليءَ جي شاعر ڊانتي (Dante) پنهنجي شاهڪار شاعري "خدائي طربيہ" ( Divine Comedy) لکڻ وقت شعوري فيصلو ڪيو هو تہ هو اطالوي (اٽليءَ جي ٻوليءَ جي هڪ ) ننڍڙي ٻوليءَ ٽسڪن (Dialect Tuscan) ۾ لکي ۽ ائينهن ان کي اٽليءَ جي معياري ٻوليءَ جو درجو ڏياري ڇڏيو هو، ان کان اڳ اتي جي علمي ادبي ٻولي لاطيني/ لئٽن کي سمجهيو ويندو هو.

شيخ اياز جي شاعريءَ جا قدردان ۽ سندس پرستار جڏهن جوءِ ۾ اچي اها دعويٰ ڪندا آهن تہ شاهہ لطيف کان پوءِ شيخ اياز سنڌ جووڏو شاعر آهي تہ مٿن اعتراض ڪيوويندو آهي تہ پوءِ وچ ۾ ، مان شاهہ عنايت، سچل، سامي، بيدل، بيڪس ۽ ٻيا ڪيترائي اهم شاعر ڪيڏانهن ويا؟ اهي بہ تہ سنڌيءَ جا وڏا ناليوارا شاعر ٿي گذريا آهن. منهنجي خيال ۾ تہ ڪلاسڪي سلسلي جا اهي عظيم شاعر شاهہ لطيف کان پوءِ جا اهم شاعر آهن، جيڪي سندس رايت تي هليا. لطيف ۽ اياز جي انفراديت اها آهي تہ لطيف ڪلهوڙن جي دور ۾ فارسي ٻوليءَ جي تسلط ۽ سرڪاري ۽ درٻاري حيثيت توڙي علم ادب جي ٻوليءَ جي حيثيت ۽ اهميت اجاگر ڪئي تہ ٻئي طرف ان جي جهڙوڪر نئين سر تشڪيل ڪئي، ان جو دامن وسيع ڪيو، ان جي لغت ۾ اضافو ڪيو ۽ جڻ تہ هو تيرهين صديءَ جي يورپ جي دانتي وانگر 18 صديءَ جي سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ کي نئون جنم ڏياريندڙ، ان جي تعمير ڪندڙ معمار ۽ محسن بنجي ويو. بلڪل ائين ئي شيخ اياز جي شاعريءَ

بابت چئي سگهجي ٿو. 20 صديءَ جي سنڌ ورهاڱي کانپوءِ جنهن مخصوص صورتحال کي منهن ڏنو اها ڪنهن کان ڳجهي ڪانهي. ون يونٽ کان پوءِ سنڌي ٻوليءَ کي ڏيهه نيڪالي ڏيڻ ۽ ان جي جاءِ تي ٻاهران آيل هڪ ٻوليءَ کي ٿاڦڻ جي رد عمل طور شيخ اياز جي سنڌيءَ ۾ لکڻ جي شعوري ڪوشش ان کي نئون جيئدان ڏنو. اردوءَ کي ڇڏي سنڌيءَ ۾ لکڻ سان هن سنڌي ٻوليءَ کي اهو مانُ ۽ مقام بخشيو جو اها 20 صديءَ جي سنڌ ۾ گهڻ ۽ پوسڻ جو شڪار هوندي به پير پختا ڪري سئي . اها ڇڻ ته هڪ تحريڪ هئي جنهن جو هو سرواڻ هو ۽ ان دور جا ٻيا سمورا شاعر ان روايت تي هلندي پنهنجي ذات سان سنڌي ٻوليءَ جي دامن کي وسيع تر ڪندا رهيا. شيخ اياز نت نين علامتن ذريعي قومي ۽ طبقاتي جدوجهد کي مهميز ڏني، 20 صديءَ ۾ اياز سنڌيءَ ۾ نه لکي ها ته اردو اسان جيَ ٻوليءَ کي کائي وڃي ها!.

سو شاهه لطيف ۽ شيخ اياز جي وچ ۾ اها نسبت آهي.

ڪجهه شاهه ڏني، ڪجهه شيخ ڏني

هن سنڌڙيءَ کي صورت لوڪو.

جهڙيءَ ريت شاهه لطيف سنڌي ٻوليءَ کي نئون جنم ڏنو، ان جي تعمر ڪئي، فارسيءَ بدران سنڌيءَ ۾ شاعري ڪرڻ جو رواج وڌو، ان جي تخليقي سگهه ۾ واڌارو ڪيو، ان کي وسعت بخشي، نوان تجربا ڪيا، مختلف گهاڙيٽا جوڙيا، نت نوان تصور ۽ تصوف جي نئين ساچاهه پيدا ڪئي، لوڪ ڪهاڻين جي ڪردارن کي ٻيهر نئين زندگي ڏني، محبت، امن، رواداريءَ ۽ برداشت جي قدرن سان گڏوگڏ پنهنجن حقن لاءِ، آزاديءَ ۽ عزت نفس لاءِ ڏاڍن سان مهاڏو انڪائڻ ۽ انڪار ڪرڻ جو ساهس ڌارڻ جو درس ڏنو ۽ سنڌي ٻوليءَ کي مستقبل جي ادب جي ۽ علم جي ٻولي بڻايو، تيئن، ساڳئي جذبي سان شيخ اياز وري ان کان اڍائي سئوسال پوءِ ادب ۽ ٻوليءَ ۾ آيل جمود کي ٽوڙيو، ڏاڍ خلاف مزاحمت جو رواج وڌو ۽ اردوءَ جي تسلط، تقليد ۽ تسبع کان جان ڇڏائي جيڪو ڪم ون يونٽ دوران سنڌي سياستدان نه ڪري سگهيا: اهي نه سنڌي ٻوليءَ جي استعمال تي پابنديءَ خلاف ڪجهه ڪري سگهيا. نه ان کي ڪا ميجتا ڏياري سگهيا ۽ نه ئي ان جي قدامت، اصليت ۽ عظمت کي ميجرائي سگهيا، اهو ڪم سنڌ جي اديبن ڪري ڏيکاريو. جن سائين محمد ابراهيم جويي جي سرواڻيءَ ۽ رهنمائيءَ ۾ اهو ذموڪنيو ۽ شيخ اياز عملي طور اهو ڪري ڏيکاريو. هي سنڌي ٻوليءَ جي هڪ وينجهار وانگي ويهي ان جي اکر اکر، لفظ لفظ کي

موتين واري جلا بخشي، ان ۾ فني تجربا ڪيا، نوان موضوع، جديد ترين نظريا ۽ فڪر فلسفا، نڪور گهاڙيٽا ڏنا، ٻوليءَ جي لفظن کي نوان مفهوم بخشيا. اها ڪهڙي صنف آهي جنهن ۾ هن شاعري نہ ڪئي: ڪلاسيڪي روايت مان بيت، وايون، ڏوهيڙا ۽ گيت آندائين، لوڪ جديد انداز سان ڪنيائين ۽ انهن کي جديد روپ ڏنائين، غزل، نظم، ترائيل، سانيٽ، ٽيڙو، هائيڪو، نثري نظم، قطعا، چوسٽا، ڏيڍ سٽا، منظوم ڊراما، سنگيت ناٽڪ، ڪهڙا ڪهڙا نالا ڪڍجن؟ ايڏو وڏو ڪينواس آهي سندس تخليق جو! ان ۾ فڪر ۽ فن جون خوبيون، هيتون، شاعرائيون صنعتون (ضايع بدايع) تشبيهون استعارا، اشارا، ڪنايا، ڪيتريون گونا گون جهتون آهن! جدت آهي، ندرت آهي، پر انهن ۾ هڪڙي مهڪ نمايان آهي، سا آهي سنڌ جي مٽيءَ جي مهڪ – نج سنڌي ٻوليءَ!

ڪي نقاد اياز جي ٻوليءَ لاءِ چوندا آهن تہ اها عوامي ڪانهي، ان ۾ گوناڳي ٻوليءَ وارو ساءُ ڪونهي، اها بي ساختگي ڪانهي، جهڙي استاد بخاريءَ، ابراهيم منشيءَ يا سرويچ سجاوليءَ جي شاعريءَ ۾ آهي. بيشڪ اهي ۽ اهڙا ٻيا شاعر بہ تمام اهم آهن ۽ سندن ٻوليءَ ۾ اها خوبي بدرجہ اتم موجود آهي، پر ڏٺو وڃي تہ اهي هڪ تہ اياز جا ننڍا همعصر آهن، ٻهراڙين سان تعلق جي ڪري سندن ٻوليءَ ۾ اهو ساءُ آهي پر شيخ ايازجا ٽارگيٽ آڊيئنس بہ تہ ڪانئن مختلف آهن، شيخ اياز جي شاعريءَ جا مخاطب وقت جي مناسبت سان ڪاليجن ۽ يونيورسٽين جا شاگرد، استاد، اديب ۽ پڙهيل ماڻهو هئا. جن جي ذهني تربيت ۽ سجاڳيءَ جي ضرورت هئي، ون يونٽ جي ٿهري قانون جا اثر ۽ نتيجا انهن ٻڌائڻ ضروري هئا، منجهن اهڙو شعور پيدا ڪرڻو هو جيڪو ڪين جدوجهد ڪرڻ لاءِ اڀاري، ان کان سواءِ چو تہ انهيءَ مڊل ڪلاس طبقي جون پاڙون ڳوٺن ۾ هيون ان ڪري انهيءَ انقلابي پيغام جو اثر اوس عوام تي بہ ٿيڻو هو ۽ ٿيو بہ، ۽ ائين هو سنڌي ٻوليءَ جو 20 صديءَ جو وڏو ۾ وڏو شاعر بڻيو:

ڪي ماڻهو تاريخ ٿين ٿا
گهايل ڌرتيءَ جي سينې تي
اهڙي گهري چيخ ٿين ٿا
جاهر ڪنهن کي جاڳائي ٿي
۽ دنيا کي بدلائي ٿي.

اهڙي قومي شعور سان گڏ هن پيڙهاتي ننڍ وڏائيءَ جو شعور بہ پنهنجي ان انقلابي شاعريءَ ۾ ڏنو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي وسعت جو يقين

ڏياريو ته ان ۾ تصوف ۽ ويدانت کان پوءِ ٻيا به ڪيئي فڪر ۽ فلسفا، نظريا ۽ تصور، رومانس ۽ جماليات سمائڻ جي شڪتي آهي.

فيض احمد فيض به عوامي ڪونه هو، سندس ٻولي ته بلڪل عوامي ڪانهي بلڪ اها رڳو انٽليڪچوئلس يا دانشورن کي سمجهه ۾ ٿي اچي، ڪو عام ماڻهو سندس ڪوبه ڪتاب کڻي ويهي پڙهي نٿو سگهي، ها البت سندس طبقاتي شعور ڏيندڙ، مخصوص نظم انهن دانشورن جي توسط سان زبان زد عام ٿيا آهن يا اقبال بانو ۽ فريده خانم جهڙن فنڪارن ڳائي مشهور ڪيا آهن ۽ جيئن ته انهن جو پيغام طبقاتي جدوجهد ڪندڙ حلقن جي وسيع دائري ۾ قبوليت حاصل ڪري چڪو آهي ۽ اهي ان کي قومي ٻوليءَ ۾ورجائيندا رهن ٿا، ان ڪري سموري پڪستان ۾ هن کي ميڄتا ۽ پذيرائي ملي آهي. سوچيو ته جيڪڏهن فيض احمد فيض اها شاعري پنهنجي مادري ٻوليءَ پنجابيءَ ۾ ڪري ها ته ملڪي سطح تي يا دانشورن جي معرفت عالمي سطح تي ايترو ڇاتوسڃاتو وڃي ها؟ ان جي ڀيٽ ۾ شيخ اياز نج سنڌي ٻوليءَ ۾ شاعري ڪئي ۽ ان ۾ پيش ڪيل وطن دوستيءَ ۽ انسان دوستيءَ جو پيغام عام ماڻهوءَ کي سمجهه ۾ اچي ٿو ۽ ان ۾ پيش ڪيل بين الاقوامي نظريا يا فڪر نوجوانن جي ذهني سطح ۾ اضا فو ڪندا رهيا آهن ۽ جيئن ته هن پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌ جي قديم تاريخي شعورکي قلمبند ڪرڻ سان گڏ مشرق ۽ مغرب جي عظيم تخليقڪارن جا فڪر انگيز ۽ دل ۽ دماغ کي اجاريندڙ خيال ۽ نظريا به سنڌيءَ ۾ آندا. ائين پنهنجي وسيع مطالعي ۽ مشاهدي جو سمورو نچوڙ يا رس به سنڌيءَ ۾ اوتيو ۽ ٻوليءَ کي شاهوڪار ڪيو ۽ سماج کي نئين جاڳرتا سان روشناس ڪرايو آ. پر پوءِ به ملڪ ۽ سرڪاري سطح تي ڪيس فيض جهڙي ميڄتا ڪانه ملي. فيض، فراز، اقبال، احمد نديم قاسمي، يا منٽو پنهنجي مادري زبان ڇڏي اردوءَ ۾ شاعري ڪئي، پاڪستان جون اخبارون، ٽيليويزن چئنل ۽ قومي ادارا انهن بابت سيمينار، ڪانفرنسون، ميلا، ۽ ٻيا پروگرام ڪري کين قومي سطح تي اڀاريندا رهيا، جڏهن ته اياز محض هڪ "علائقائي زبان" جو شاعر سمجهيو ويو جنهن تي صرف سنڌ جا ادارا ۽ سنڌي چينل ("علائقائي زبان" جا چينل) پروگرام ڪري سگهن ٿا. (سنڌي چينلن کي ڏاڙيلن، ڪارو ڪاريءَ ۽ ڪهاڙي ڪلچر مان واندڪائي ملي ته اهي ڪڏهن ڪڏهن اهو فرض پورو ڪري سگهن ٿا) پر آءٌ اهو پڪ سان ٿي چوان ته ميڄتا هڪ طرف ۽ محبت ٻئي طرف، سنڌ جي ماڻهن اياز سان جهڙي محبت ڪئي اهڙي انهن سرڪاري سطح تي ميڄيل شاعرن کي ڪانه ملي

هوندي ...۽ هاڻي تہ انهن جي باري ۾ بہ سوال اٿڻ لڳا آهن، انٽرنيٽ تي اهڙا ڪيترائي مقالا، مضمون ۽ بلاگ موجود آهن !!

ٻئي طرف شيخ اياز جي اردو شاعريءَ کي بہ هنن ڪڏهن "درخور اعتنا" يا "قابل غور" ڪونہ سمجهيو ۽ ليکيو بہ ڪونہ ڇو تہ هنن لاءِ هو بنيادي طور سنڌي شاعر هو. اڄ ڪلهہ امداد حسينيءَ کي اردو مشاعرن ۾ گهرايو وڃي ٿو، سندس هڪ ڪتاب کي اڪادمي طرفان ايوارڊ بہ ڏنو ويو آهي، جيڪو سندس اردو شاعريءَ جو مجموعو آهي، امداد سنڌ جو موجوده دور جو تمام وڏو شاعر آهي، منفرد ڊڪشن جو مالڪ آهي، سندس اردو شاعري بہ ڪمال جي آهي پر هڪ نجي محفل ۾ هڪ اردو شاعرن اهو بحث ڇيڙيو تہ ڇا اردوءَ ۾ امداد کان بهتر شاعري ڪانہ پئي ٿئي جو ان کي اهو اوارڊ ڏنو ويو، ان ۾ بہ ڪا سياست تہ ڪانهي؟ مون کي سچ تہ ڏاڍي حيرت ۽ افسوس ٿيو، امداد جهڙو سنڌيءَ جو باڪمال شاعر اردو شاعرن جي هجوم ۾ هڪ ٻيو شاعر، مخض هڪ واڌارو سمجهيو وڃي! اياز تہ گهڻو وقت اڳ ان تعصب کي محسوس ڪري ورتو هو ۽ اردو ڇڏي سنڌيءَ ۾ شاعري ڪيائين ۽ لکيائين تہ:

"تون شاعر حفت زبان آهين
ڇا توکي معلوم نہ آهي تہ
شاعريءَ کي فقط مادري زبان ۾
منطقي نتيجي تي پهچائي سگهبو آهي!
مادري زبان کان سواءِ
ٻي زبان ۾ شاعري ڇڏي ڏي
ڇا توکي خبر نہ آهي تہ
پنهنجي ماءُ کان سواءِ ٻيون مائرون
ماٽيجيون ٿينديون آهن!"

اهوئي سبب هو جوهن گهڻ پڙهيي شاعر جي فڪر ارتقا جا سڀ گس پنڌ ۽ مرحلا ڪيس پنهنجي جنم ڀوميءَ سنڌ ڏانهن ٿي وٺي آيا ۽ ائين هو سنڌ جي زبان جي ماڌيم يا وسيلي سان سموري سنڌي قوم جو ترجمان بنجي ويو ۽ سندس شاعريءَ سنڌ جي قومي شاعريءَ جو درجو ماڻيو ۽ سنڌ مٿس فخر ٿي ڪري، اياز جي ٻوليءَ پنهنجو تاريخي ڪردار ادا ڪيو ۽ اهو ڪارج سر ڪيو جيڪو لطيف پنهنجي دور ۾ ڪيو جو ڪانئس پوءِ جا اڪثر شاعر سندس ڊڪشن کي شعوري توڙي غير شعوري طور اختيار ڪندا رهيا.

شيخ اياز وٽ سنڌي ٻوليءَ جا ڪئين روپ سروپ آهن، ڪٿي هو نج سنڌي علامتون ٿو استعمال ڪري ته ڪٿي معياري علمي ادبي ٻولي ٿو استعمال ڪري ، ڪٿي لوڪ جي شاعري آهي ته ڪٿي دانشورن لاءِ انقلابي ۽ سماجي حيثيت سان ڀرپور اظهار آهي هي سٽون ڏسو:

"ڏيهه نه آيئي ڏانءَ"، "انبڙيون ڳول نه چورا ڏينهن تتي ۾" "اوءِ ڪجري ڳجر، پير هوريان ته ڏر"، "شال دولهه ٿئين، شال دودو ٿئين، سنڌ تي سرڏيئن "(لولي) هنن گيتن ۾ سنڌي ٻوليءَ جو نجپڻو پڌرو آهي ۽ خالص سنڌي ٻوليءَ جي سونهن من موهي ٿي وجهي، جنهن جو ميٺاج چپن ۾ ٿو محسوس ٿئي. بقول سائين ابراهيم جويي جي:

"تاريخ ۽ سياست جي هڪ شاعر جي حيثيت ۾ پنهنجي فڪري اظهار لاءِ سنڌي ٻوليءَ جي انهيءَ سموري مروج اصطلاحي تشبيهي ۽ علامتي ذخيري ۾ اياز ڪافي اضافا ڪيا آهن ..... اهي علامتون نيٺ سنڌي آهن، جيڪي هن ڀرين ڀرو ڪم آنديون آهن" (ص 30- ساڳيو حوالو)

جويي صاحب اهڙن ڪيترن لفظن جا مثال لکيا آهن، جن مان ڪي هي آهن: گوري، جگري، پلرپيئڻ، ٻاٽ اوندهي، ڳاڳيون، ڳم ڳنڌير، رابيل، سوخ گلاب وغيره! اياز جي ڪتب آندل ڪيترن نج سنڌي لفظن کي اسان جهڙا شهري ماڻهو يا هڪ ڪان ٻيو لهجو ڳالهائيندڙ متائي نه سمجهي سگهن، ان ڪري ڪن ڪتابن ۾ انهن جون معنائون به ڏنيون ويون آهن.

شيخ اياز کي قدرت اهڙي اک ڏني هئي جيڪا اڻ ڏٺو ڏسي ٿي سگهي. هن سنڌ جي ماضيءَ کي ته ڇاتوئي پر حال جي بدحاليءَ جو به ادراڪ هئس ۽ تمام ننڍي عمر ۾ انقلاب جي اهميت کان واقف ٿي پنهنجو اهو مشهور نظم چيائين جيڪو اڄ به اوتر ئي RELEVENT آهي:

انقلاب انقلاب ڳاءِ، انقلاب ڳاءِ
جئين زمين ۽ آسمان جي کلي پئي زبان
ڪنڊ ڪنڊ، جونڪ جونڪ
شهر شهر، چونڪ چونڪ
جئين ڏئي اٿي جواب — انقلاب!

وري سٺ جي ڏهاڪي ۾ ون يونٽ جي رد عمل ۾ ڪيل شاعري قومي تراني جو ڪم ٿي ڪيو:

سهندو ڪير ميار او يار!
سنڌڙيءَ تي سر ڪير نه ڏيندو

كالهہ هيا جي سرخ گلابن جيئن
اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن
گيت بہ جڻ گوريلا آهن
جي ويريءَ تي وار ڪرن ٿا
جيئن جيئن جاڙ وڌي ٿي جڳ ۾
هو ٻوليءَ جي آڙ ڇپن ٿا.

ڪنهن اوچي آدرش ڪي ماڻڻ لاءِ ٿيندڙ ووڙ ۽ ولوڙ اياز ڪي سڪ سمهڻ نٿي ڏنو. هن پنهنجي ڪتاب ”پونر پري آڪاس“ جي ”پيش لفظ“ ۾ لکيو آهي تہ:

”مون سنڌي بيت کي تصوف ۽ روايتي شعر جي ڍير مان ڪڍي اڇو اجرو ڪري نئين رنگ ۽ روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. منهنجي واين جي هيئت ۽ موضوع ٻئي جدا گانہ ۽ جديد آهن. هر عظيم شاعر جي روح ۾ سندس پوري ماضيءَ ۽ ان جي فني تخليقات، روايات، فلسفہ حيات جون جڙون آهن، جي هن جي شاعريءَ جي نشو نما ڪري، ان کي شگفتہ ڪنول روپ ڏين ٿيون ۽ هن جي فن ۽ فڪر جي انفراديت پنئونر جيئن پرندي آڪاس ۾ اڏامندي ٿي رهي، جڏهن ٻنهي سنڌي ڳالهہ راس ٿي اچي، تڏهن فني شهپارو تخليق ٿئي ٿو.“

مٿئين بيان مان واضع ٿئي ٿو تہ هو مثبت روايت کان انڪار نٿو ڪري بہ مصنوعي روايت جو انڪار آهي. سنڌ سان پنهنجي ڪمٽمينٽ جو اظهار اڳئي وري هن ريت ڪيو اٿس.

”سنڌ، جنهن جي هر سنگ لحد هيٺان تاريخ پوريل آهي ۽ جنهن کي تاريخ جي صفحن تان ميسارڻ وڏي ۾ وڏي حمايت ٿيندي. اها مون کي جند جان کان وڌيڪ پياري آهي، اها نہ رهي تہ سنڌي ٻولي ڪٿي هوندي ۽ منهنجي شاعريءَ جي اهميت ڪهڙي رهندي؟ “(ساڳيو حوالو)

اهوئي سبب هو جو هن اهو سڀ ڪجهہ پنهنجي شاعريءَ ۾ آندو جيڪو سنڌي هو، سنڌ سان منسوب هو: هتان جا گل ڦل وڻ ٽڻ، پکي پکڻ، ماڻهو ڇيڙو، پهاڙ جبل، نئيون نديون، ڍنڍون ڍورا ۽ ڪراچيءَ جو سمنڊ! ان ڪري هوصرف 20 صديءَ تائين محدود ڪونہ رهندو پر ايندڙ ڪيئي صدين جو آواز ٿي رهندو، جيڪو سنڌ کي سيڪيولر، ترقي پسند ۽ روشن خيال سنڌ بنائي ٿو. سندس شاعريءَ ۾ نہ صرف فڪري سونهن آهي پر ان ۾ انسانيت جا دائمي قدر موجود آهن. هن وٽ سچ جي وڏي اهميت آهي:

ذات وڏي شيءِ ناهي

پر سچ وڏي شيءِ آهي
۽ جو سچ مڃائي
سو مچ وڏي شيءِ آهي
۽ انسانيت سڀ کان وڏو سچ آهي جنهن جو پرچار هن ڪيو:
جنهن تي به ٿيو، جنهن وقت ٿيو، جنهن جاءِ ٿيو
سو مون تي ظلم ٿيو آهي.
ڪا ٻانهن وڍي، مون دانهن ڪئي، جو ڪانهن ڪيپو
سو منهنجي ڪنڌيءَ جو آهي.
ڪوئي به ڪُٺو، جيڪو به ڇرو، جنهن تي به هليو
سو منهنجو رت رتو آهي.

تاج جويي پنهنجي ڪتاب "مان ورتوهان، مان ورٺو هان" لکيو آهي ته:

"اياز جي شاعري، جي ٻولي پڃائيءَ جي وحدت الوحود جي ٻولي آهي ۽ ان جي حسناڪيءَ سان جديد دور جو ورلي ڪو شاعر برميچي سگهيو آهي. اياز جي ٻوليءَ جو حسن پنهنجو آهي، جنهن کان انڪار ڏينهن جي روشنيءَ کان انڪار آهي (ص 46) هن ٻي مچڻ چڻ ته مجبوري ٿي پوندي، پاڻ چوي ٿو:

تون جو مون کي ڪين مڃيندين
مون کي ڪا پرواهه نه آهي
آءٌ سڀاڻي لاءِ لکان ٿو
جيڪو نيٺ ته اچڻو آهي
مون تي ميڙو مچڻو آهي.

شيخ اياز ان سڀاڻي ۽ اسان جي اڄ لاءِ پُر اميد هو جنهن ۾ هو اچڻو آهي چوي ٿو:

ٿي جي رابيل ۾ وري ڪڙندس مان،
وري ٽڙندس مان مڪلي تنهنجي ماٽ ۾.

اڃا اسان جي منزل پري آهي بس رڳو صحيح مارڳ تي ڳا درست دڳ تي رهون ته به غنيمت آهي اهڙي ڪيفيت ۾ چوي ٿو:

تون مليءَ مون کي ته سارو جڳ مليو، ٻيو ڇاکپي! منهنجي سکي
ماڳ ڏاڍو آ پري، جي دڳ مليو ٻيو ڇاکپي! منهنجي سکي

شاهه لطيف وٽ به منزل کان اڳ ميسح مارڳ جي اهميت آهي چوي ٿو:

”وڏا طالع تن جي مارڳ منجھہ مرن “. هو ان فلسفي کي ڪيترن بيتن ۾ بيان ڪري ٿو:

اڳي پوءِ مران، مر مران مارڳ ۾
متي پوءِ پريان، خون منهنجو جيڏيون.

درست ڏگ تي رهبو تہ منزل اوس ملندي! بس من ۾ جوت جلائي آهي، جذبو جا ڳائي رکڻو آهي. شيخ اياز هيئن ٿو چوي:

جاڻ پرهہ جا پنڇي اڏريا
توڙي پوئين آهي ويرا
منهنجي جوت اجا بہ ٻري ٿي
اجا تڪيان ٿو تنهنجا پيرا.

اسان جي هن حال جو (جيڪو اياز جو مستقبل هو) جيڪو حال آهي، ان ۾ اجا بہ سنڌ کي، سنڌي ٻوليءَ کي ڪيئي چئلينج درپيش آهن. اڄ ضرورت ان ڳالھہ جي آهي تہ انهن بابت سوچجي، غور ۽ فڪر ڪجي، 21 صدي سائبرايج جي صدي آهي، سڄي دنيا هڪ ڳوٺڙو، گلو بل وليج بڻجي وئي آهي. گلو بائيزيشن جو راڪاس قومن، ٻولين ۽ ثقافتن جي ڪڍ پيل آهي، ان سان منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي بہ هٿيار بند ٿيڻو پوندو، اهڙن سمورن هٿيارن سان جيڪي اهو استعمال ڪري رهيو آهي، ڪمپيوٽر انفرميشن ٽيڪنالاجي، سوشل ميڊيا، ابلاغ جا جديد طريقا، جديد علم، ٻوليءَ جي بچاءَ لاءِ ڪسپوٽيشنل لنگئسٽڪس، لينگئيج انجنيئرنگ وغيره .

اڄ اسين ڏسون پيا تہ سنڌي سماج ڪيڏي تيزيءَ سان تبديل ٿي رهيو آهي، انسان برايج جا اثر قبول ڪري رهيو آهي، جاڻ جا وسيلا ماڻي رهيو آهي، هر قسم جي تبديلي ۽ ترقي ماڻهوءَ جي نفسيات تي بہ اثر ڪري رهي آهي، ثقافت ۽ تهذيبي قدر بدلجي رهيا آهن. تهپا سنڌي ٻوليءَ تي اثر ڪونہ ٿيندو؟ يقيناً ان ۾ بہ تبديلي ايندي ۽ مثبت تبديليءَ کان ڊڄڻ نہ گهرجي، باقي اجائي ڪارَ ۽ بگاڙ کان ان کي بچائڻ ضروري آهي چو تہ ٻولي قوم جي سڃاڻپ بہ آهي تہ تهذيب ۽ ثقافت جي امين بہ ٿيندي آهي، ان ۾ صدين جي ڏاهپ سانڊيل هوندي آهي.

خوشيءَ جي ڳالھہ اها آهي تہ سنڌي ٻولي هن وقت ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ سان هم آهنگ ٿي رهي آهي، گوگل ٽرانسليشن ۾ آيل آهي، UNIVERSAL DEPENDENCY FREMEWARK ڊجيٽل ٻوليءَ جي حيثيت ۾ قبول ٿي چڪي آهي، ان ۾ او سي آر، سارٽنگ اسپيچ ٽو ٽيڪسٽ ۽

ٽيڪسٽ ٽو اسپيچ جي پراجيڪٽ تي ڪم هلي پيو، وڪي پيڊيا ۽ ٻئائي پيڊيا جهڙا سرچ انجڻ ڪم ڪن پيا. 11-2012 کان آن لائين سکيا جا پروگرام مختلف سائيٽس تي موجود آهي، ڊجيٽل لائبريريون تخليق ٿي چڪيون آهن، شاهه لطيف جو رسالو اڳ ۾ پي ڊي ايف ۾ موجود هو هاڻي ڊجٽ لائيز ورزين تي ڪم پيو ٿئي، جنهن ۾ معنائن ۽ تشريح سان رسالو رکيو ويندو، وجود تان خطرو ٽري ويو آهي پر تہ بہ اسانکي ڪوششون جاري رکڻ گهرجن، شيخ اياز جي حوالي سان سندس سموري نثر ۽ نظم کي ڊجيٽلائيز ڪرڻ جي ضرورت آهي ( ۽ ٻئي سموري ادب لاءِ پڻ ساڳي ڳالهہ چئي سگهجي ٿي) جن نوجوانن کي سندس اهميت جي ۽ عظمت جي خبر ڪانهي، انهن کي ڪمپيوٽر ذريعي اها ڄاڻ ڏئي سگهجي ٿي. موجوده دور ۾ اهو ممڪن ڪونهي تہ جديد ٽيڪنالاجيءَ ۽ سائنس، توڙي سوشل سائنسز جا سمورا ڪتاب ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ پڙهايا وڃن (سواءِ ڪجهہ ابتدائي ڪتابن جي جيڪي پرائمري ۽ ۾ مادري ٻوليءَ ذريعي پڙهندڙ ٻارن کي ڪم اچن، باقي هاير يا اعليٰ تعليم جو ميڊيم هونءَ بہ انگريزي رهندو اچي) البت شاگردن ۽ استادن جي سهولت ۽ سمجهہ لاءِ انهن مضمونن جون سبجيڪٽ ڊڪشنريون جوڙجن ۽ انهن جي آن لائين پهچ بہ هجي ان جي ابتدا بہ 4-2013 ۾ ٿي چڪي آهي ۽ ميڊيڪل ۽ ٻين سائنسي مضمونن جون ڊڪشنريون نہ صرف ڇپايون ويون آهن، پر آن لائين بہ آهن. گوگل ۽ ٻين ذريعن سان ترجمي جو ڪم ٿيو تہ بہ سائنسي ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي مخصوص اصطلاحن (TEAM) جو ترجمو ڪرڻ ممڪن نٿو لڳي، سو آهي جئين جا تيئن رکجن تہ جيئن شاگرد شاگرديائيون انهن کان مانوس هجن، البت ماهر انهن جا متبادل محض سمجهائڻ لاءِ ترجمو ڪن ۽ لغتن ۾ داخل ڪن.

ٽيليويزن چئنلن کي تعليمي مقصدن لاءِ استعمال ڪجي، تعليم ۽ سنڌي ادب بابت انهن چئنلن تي پروگرام هلائڻ سان انهن بابت شعور ۾ واڌارو ٿيندو (هن وقت انهن تي رڳو سياست ۽ جهيڙا جهٽا ٿا هلن) اهڙيءَ ريت اليڪٽرانڪ ميڊيا، سوشل ميڊيا، انٽرنيٽ جي سمورن ڄاڻ جي ذريعن ۾ سنڌي ٽيڪسٽ فارميٽ ۾ ڪجهہ اچي وئي آهي ۽ ڪجهہ اچا ايندي تہ ڪو سبب ڪونهي جو ان جي وجود کي ڪو خطرو رهي. سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ جيڪڏهن آٽوميٽڪ ٽراسليشن سان گڏو گڏ ٽرانسلٽريشن (لپي بدل) وارو عمل مڪمل ٿيو تہ سڄي دنيا جا سنڌي ٽنلپين ۾ سنڌي ڪتابن کي اٿلائي پڙهي سگهندا جيڪي هونديون موجوده عربي، لپي، ديونا گريلپي ۽ رومن لپي، ان قسم جي ڪم جي ابتدا بہ اسين 2014 ڌاري ڪري

چڪا آهيون ۽ اهڙو پراجيڪٽ هن وقت آخري مرحلي ۾ آهي، پوءِ تہ قاضي قاضن ڪان شاهہ لطيف ۽ سمورا ڪلاسيڪي شاعر هر ڪو پڙهي سگھندو ساڳيءَ طرح ڪشنچند بيوس ڪان شيخ اياز، ۽ ان ڪانپوءِ جا جديد شاعر بہ ڪمپيوٽر جي هڪ ڪلڪ يا ٽڙڪ سان نوجوان پاڻ بہ سگھندا تہ لکي بہ سگھندا. سو چئي سگھجي ٿو تہ هاڻي سنڌي ٻوليءَ تان خطرو گھڻي قدر ٽري ويو آهي! پر تڏهن بہ ماٺ ڪري ويھڻو ناهي. مختلف دورن ۾ ڪيترين ڪوششن باوجود سنڌي ٻوليءَ کي قومي ٻولي تہ ٺهيو پر سنڌ جي سرڪاري دفتري ٻوليءَ وارو آئيني حق ۽ درجو ڏيڻ لاءِ وس وارا تيار نٿا ٿين. جنهن لاءِ نہ صرف فرد، ادارا، تنظيمون ۽ اسيمبلين جا ٺهراءَ گواهہ آهن پر وري ڪجھہ بہ ڪونہ، ان ڪري ضروري آهي تہ اڪيلي سر نہ پر پاڪستان جي ٻين ماءُ ٻولين جي ڳالهائيندڙن کي بہ ان ڪوشش ۾ شريڪ ڪجي ۽ گڏجي اها تحريڪ زنده رکجي!

(28 ڊسمبر 2020 تي ڇهين اياز ميلي جي موقعي تي پڙهيل )


مددي ڪتاب:

- مون ڏات انوکي آندي آ، محمد ابراهيم جويو، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي 2012ع
- مان ورڻو هان، مان ورڻو هان، تاج جويو، مارئي اڪيڊمي سڪرنڊ/حيدرآباد سنڌ 2000ع
- شيخ اياز جي شاعريءَ جا مجموعا، "ڀنور ڀري آڪاس"ءِ ٻيا، پبلشر، ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، ڪراچي

ڊاڪٽر غفور ميمڻ

# پلاٽ کان بغير دنيا جي ڪهاڻي

(رسول ميمڻ جي ڪتاب الف کان اڳ تي تبصرو)

فلسفي جي دنيا بہ ڏاڍي عجيب آهي، يا تہ سمجهہ ۾ نہ ايندي يا وري ايترو سرور بخشيندي ٿي جو ہي دنيا ئي وسري وڃي. مون کي تمام گهڻن ڪتابن متاثر ڪيو آهي. پر جيڪي ڪتاب متاثر ڪندا آهن اهي ور ور ڏيئي پڙهندو آهيان ۽ انهن جي هڪ هڪ سٽ پڙهي روح ۾ تحليل ڪندو آهيان تہ جيئن تہ لفظن جي تعبير ۽ مان خط وٺي سگهان.

رسول ميمڻ جو ڪتاب بہ اهڙن ڪتابن مان هڪ آهي.

سنڌي ۾ اهڙا ڪتاب تہ گهڻ ملندا آهن. جن جي پنيان ڪائنات جيڏو تخليل ۽ علم جي معرفت هجي. سچ پچ تہ فلسفي جي موضوع تي عام طور ڪتاب رڳو شخصيتن يا واقعن تي پريا پيا آهن. اصل منطق ۽ سمجهاڻي ملي ڪانہ ٿي.

رسول ميمڻ جي هن ڪتاب پڙهڻ وقت مون هر سٽ تي بيهي وري وري سوچيو آهي. جو تہ مون فلسفي جي انهن سپني سوالن تي بار بار سوچيو آهي. جڻ تہ هن ڪتاب ذريعي مون کي پنهنجي دل جي تنهائي دور ٿيڻ جو موقعو مليو. رسول ميمڻ هي مختصر ڪتاب لکيو آهي جنهن ۾ نهايت سادا موضوع شامل آهن پر دراصل هي ڪتاب جيترو مختصر آهي اوترو سمنڊ جيترو وسيع موضوعن ۽ منطقي حيراني سان ڀريل آهي. فلسفي جي شوقينن لاءِ هي ڪتاب ڪشش جو باعث آهي. هن ڪتاب جي خصوصيت هي آهي تہ فلسفي کي جانبداري کان بچايو ويو آهي. فلسفي کي فيصلي ڏيڻ کان بچايو ويو آهي. فلسفي کي اميد يا نا ميدي کان بچايو ويو آهي.

فلسفي جو بنيادي سوال اهو آهي تہ دنيا معروضي آهي يا موضوعي. پر رسول ميمڻ جي بقول تہ "جي حقيقت موجود هجي تہ دنيا جو مسئلو ئي حل ٿي وڃي ها". پر "معروض کنهن مسخري جي هٿ ۾ جهليل بصر جي ڳنڍ آهي، جيڪو ڪڏهن روئي ٿو ڪڏهن کلي ٿو. بصر جي هر کل پنيان

بي ڪل آهي آخر ۾ خالي پٽو آهي" اصل ۾ اهو خالي پٽو سمجهڻ ئي معروض کي سجهڻ لاءِ ضروري آهي. رسول ميمڻ اهو ئي ڪم ڪيو آهي. تہ ناول انداز ۾ پنهنجي موضوعي سوچ سان فلسفي جي منطق کي اڳتي وڌايو آهي جڻ رسول ميمڻ هڪ منجهيل ڳوڙهي وجود ي بحران کي ڪٽي فلسفياڻي سوچ سان معروض جي هُن پار کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪندو هجي.

چا معروض آهي؟ ڊيوڊ هيوم جي مطابق تہ معروض آهي ئي ڪونہ: جيڪي ڪجهہ ڏسجي ٿو اهو خاصيتن جو ڍير آهي. خاصيتون اسان جي موضوعي خاصيتن جو ڍير آهن پر خاصيتن کان بغير ڪوبہ وجود ناهي. تنهن ڪري معروض جي سچائپ بہ موضوعي آهي. ڪارل مارڪس صرف معروض کي ئي حقيقت قرار ڏنو ۽ هن معروض کان ٻاهر ڪنهن شيءِ جي هئڻ کان انڪار ڪيو. حقيقت ۾مارڪسزم جا ٽي عنصر آهن. هڪ مارڪسي فلسفو ٻيو سياسي معاشيات ٽيون سائنسي ڪميونزم. مان سمجهان ٿو ڪارل مارڪس جي فلسفي جي انهيءَ نڪتي ۾ جبريت آهي تہ مادو ئي ڪائنات جو آخري حقيقت آهي. باقي سياسي معاشيات ۽ سائنسي ڪميونزم اڄ بہ سائنس جي حيثيت رکن ٿا. پر فلسفي ۾ فتوا صادر ڪري نٿي سگهجي انهيءَ جو اصول ئي اهو آهي تہ سوال اٿاري، شڪ اپاري. سائنس کي فلسفي جي ضرورت هوندي آهي جو فلسفي کي ڏند ڪٿا کان ڌار سائنس ڪندي آهي. تنهن ڪري ڪارل مارڪس تائين جي دور جي سائنس 1880ع تائين واري هئي ان کان پوءِ ميڪس پلانڪ، نيل بوهر، آئنسٽائن، ڪارل سائگان، اسٽيفن هاڪنگ وغيره آيا جن سائنس ۾ انقلاب آندو ان مطابق ڪوائنٽم ٿيوري سوچ جي رخ کي نئون موڙ ڏنو. ڪائنات جي مائڪرو دنيا کي ۽ ميڪرو دنيا کي سمجهڻ جو نئون انڪشاف ٿيو. جنهن ۾ ڪوائنٽم فزڪس جي ڪائنات جي بنياد بابت بنيادي سوال انرجي يا مادو بابت اڻ تڻ ۽ غير يقيني جي دنيا متعارف ڪرائي ٿي. سوال اهو آهي تہ ڪٿي انسان خواب جو خواب تہ ناهي، يا پاڇي جو پاڇو تہ ناهي. ڪٿي مادي وجود نابينا دنيا تہ ناهي، ائين تہ ناهي تہ اکيون انسان کي بينا بجاءِ نابينا ڪن ٿيون. روشني جي دنيا صرف ڪائنات جو هڪ پاسو آهي. باقي پاسا نيستي nothingness ۾ آهن. ڪٿي ائين تہ ناهي تہ اسان مادي وجود ۾ لڪل آهيون بلڪل ائين جيئن ائٽم ۾ انرجي لڪل آهي. اسان بہ انرجي جي اهڙي شڪل آهيون جيڪا ظاهري دنيا ۾ نروار ناهي. هميشہ اصل وجود لڪل آهي ٿورو غور ڪنداسين تہ صوف ميوو آهي، ڪيلو

ميوو آهي، انب ميوو آهي پر اصل ميوو ڪٿي لڪل آهي جو تہ ميوي پاڻ کي انب جي صورت ۾ ظاهر ڪيو آهي. صوف جي صورت ۾ ظاهر ڪيو آهي. پر ميوو انب ۾ لڪل آهي، صوف ۾ لڪل آهي ڪيلي ۾ لڪل آهي. بلڪل ائين مان پاڻ پنهنجي بدن ۾ لڪل آهيان. يا مان ڪٿي نيستي ۾ آهيان صرف بدن تي حڪم پيو هلايان. رسول ميمڻ مختلف فلسفين جا مثال ڏيندي انهيءَ بحث کي نباڻي ٿو.. چوي ٿو:

" مان پاڻ ۾ موجود آهيان يا "پاڻ" مون ۾ موجود آهي. پر سونهن کان سواءِ ڪجھ نہ آهي. سونهن موضوعي آهي. انڪري نيستي آهي. سارتر چوي ٿو هڪ خال آهي، نيستي آهي، زندگي نيستي جو وجود ۾ اچڻ جي ڪوشش آهي. انهيءَ خال کي پرڻ جي ڪوشش آهي. وجود پهرين پنهنجو سامهون دهشت، موت، ڪراهت، بوريت، ۽ خود فريبي سان ڪري ٿو. پوءِ جوهر ڳولڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر ڪو بہ جوهر ناهي معنيٰ ڪائنات بي معنيٰ آهي. انسان جو سڀ کان وڏو الميو اهو آهي. تنهن ڪري گوتم ٻڌ چيو هو "سروم دکم دکم."

انهيءَ مضمون ۾ رسول ميمڻ آخر ۾ چوي ٿو تہ ڪائنات جا منظر منهنجي انڪري مدد نٿا ڪن جو مان نظرين جي تجريد ۾ وڃائجي، غير واضح معروض بڻجي چڪو آهيان.

بلڪل ائين زندگي پلاٽ ليس ناول آهي. جنهن مان ڪيترائي صفحا ڦاڙي ڇڏجن يا ڪيترائي نئي ڪردار ڪڍي ڇڏجن ڪو فرق نٿو پوي. اتان صوفي مت جي چٽنگ دکي ٿي. رسول ميمڻ چوي ٿو

"خدا حقيقت کان مٿانهون ادارڪي معروض ناهي بر تصور آهي. جيڪڏهن خدا کي حقيقت ۾ بيان ڪجي تہ بت پرستي ٿي پوندي. تصور ڪنهن بہ معروض ناهڻ کان عاري آهي خدا نيستي جي انتها تي پهچي تصور ۾ عظمت ماڻي ٿو. "

صوفي انهيءَ تصور جي انتها کي حقيقت چوي ٿووجودين وٽ بہ مطلق حقيقت ۽ نيستي ساڳي ڳالھ آهي. جڏهن تہ تصور جي اڏام انهيءَ حقيقت تي نٿي پهچي پيو تہ مادي دنيا جي ڪنهن بہ علم سان اسان انهيءَ تصور جو ادراڪ نٿا ڪري سگهون. انهيءَ ڪري شاھ لطيف چيو هو

" جنهن کي جتان پرين پاڻ پسايو، تنهن کي تتان ليئا پائڻ آيا"

سچل سرمست چيو هو:

مين تان ڪوئي خيال آن

مسلمان نال خيال دي.

رسول ميمڻ صاحب هڪ ٻيو مضمون خلل (delusion) آهي. جيڪو نفسياتي فلسفو آهي. جيڪو نہ صرف معلوماتي آهي بلڪ حقيقت جي فلسفي کي سمجهڻ لاءِ انتهائي ضروري آهي. خلل جي بجاءِ مان ان کي وهم ٿو چوان چو تہ خلل ۾ ڪيترين ئي نفسياتي بيمارين اچن ٿيون پر وهم صرف هڪ بيماري آهي. وهم جا ڪيترائي قسم آهن.

Illusion

Delusion

Hallucination

وري انهن جا مختلف قسم آهن.

دنيا جيڪڏهن مايا آهي، تصور جو پاڇو آهي، تہ پوءِ اسان هڪ وڏي وهم ۾ مبتلا آهيون. بلڪ موروثي طور شيزوفرينڪ آهيون. اها ئي ڳالهہ ايرڪ فراهم ڪئي هئي جيڪا رسول ميمڻ صاحب زير بحث آندي آهي. تہ انسان بنيادي طور مورثي چريو آهي. ايرڪ فراهم انهيءَ ڳالهہ کي هيئن چئي ٿو . تہ" مون کي حيرت انهيءَ ڳالهہ جي ناهي تہ ماڻهو چريا ڇو ٿا ٿين، بلڪ حيرت انهيءَ ڳالهہ جي آهي تہ ماڻهو چريا ڇو نٿا ٿين؟" اصل ۾ هن فطرت عالم ۾ ڪائنات ڪو مانداڻ آهي. ڪو اسرار آهي، جادو آهي ، تصور آهي يا وهم آهي پر ڪا بہ خبر ناهي. نہ جوهر آهي، نہ مابعد الطبياتي سوالن جا جواب آهن. الٽو ماڻهو وکريل فطرت آهي. بلڪ فطرت جي ارتقا ۾ چريائپ آهي، بگاڙ آهي. پر ماڻهو پاڻ کي ڪيئن قابو ڪري ٿو. بلڪ ائين چئجي تہ چريو ئي حقيقي فطرت ۾ جيئي ٿو. پر سالم ماڻهو فطرت جو بگاڙ آهي. مان سمجهان ٿو رسول ميمڻ جو اهو سوال پر اثر آهي پر آخر ڪهڙي قوت اسان کي سالم رکي ٿي؟. اها قوت رومانويت جي قوت آهي. جيڪا انسان ۽ فطرت کي هڪ ٻئي سان جوڙي ٿي. مان پنهنجي ڪتاب "نفسياتي اصطلاحن جي آئيني ۾ سنڌي سماج" ۾ انهيءَ تي گهڻو بحث ڪري چڪو آهيان.

پر هڪ ٻي وجودي فلسفي جو موقف بہ آهي تہ انسان ڪنهن نہ ڪنهن ڇپر ڇانو جو سهارو وٺي ٿو. تنهن ڪري سالم رهي ٿو. مثال طورخدا جو سهارو، مذهب جو سهارو، نظريي يا سياسي پارٽي جو سهارو، يا خاندان جو سهارو. محبت جو سهارو. مطلب تہ اهو سهارو جنهن ۾ پاڻ جا هٿيار ڦٽا ڪرڻا پون. بلڪ جبر کي خوشي خوشي برداشت ڪجي يعني غلامي ۾ بہ وڏي آفيت آهي. نہ تہ آزادي جو مڪمل اختيار برداشت ڪرڻ ڏکيو آهي بلڪ هڪ وڏي دهشت جو سامهون ڪرڻ آهي. انسان کي سبب

۾ اثر جي بيماري لڳل آهي. هو هر عمل يا واقعي جو سبب ڄاڻي مطعمين ٿي ويندو آهي. اهو سبب ئي فطرت جو جبر آهي. ڪلاسيڪل فزڪس ۾ هر عمل فارمولائيز آهي. پر ڪوائنٽم فزڪس ان جي ابتڙ آهي.

بنيادي طور شعور وڏو مسئلو آهي. رسول ميمڻ جو انهيءَ سوال ڪي بہ اپاريو آهي تہ "انسان جنت ۾ جانور بنجي رهي سگهي ٿو."

ڇو تہ انسان becoming آهي ڪٿي بہ رڪجي نٿو . تنهن ڪري سڪون مادي وجود ۾ آهي ئي ڪونہ. زندگي جا سڀ ناٽڪ وجود جي دهشت کان بچڻ لاءِ آهن انهيءَ ڪري جنت ۾ صرف نيستي ۾ رهي سگهجي ٿو. تنهن ڪري سچ کي ڳولڻ جو سوال ائين آهي "جيئن ڪا ماءُ پنهنجي وڃايل ٻار کي ڳوليندي هجي جيڪو ڪيس ڄاڻو ئي ڪونهي. شعور اهو ٽانڊو آهي جيڪو دماغ جي چلهہ ۾ ٻري ٿو". جڏهن ڪو مذهبي ماڻهو چوي ٿو تہ مادي جي پٺيان ڪجهہ آهي. ڪجهہ تہ آهي جيڪو هن ڪائنات جي پٺيان آهي. تہ دراصل اهو ڪفر پيو ڪري ڇو تہ جيڪو ڪجهہ آهي جيڪڏهن اهو اسان جي ادراڪ ۾ اچي سگهي ٿو تہ اهو خدا ناهي. اهو شڪل يا خاصيت ۾ ظاهر ڪرڻ معنيٰ بت پرستي ڪرڻ آهي.

هن ڪتاب جو هڪ موضوع اڳ واقعي جون وٿيون آهن. جنهن ۾ ٻولي اندر منطقي طور جملي ۾ لفظن جون اهڙيون وٿيون آهن جيڪي ڪنهن جي هئڻ جو انومان پيدا ڪن ٿيون. مثال حوا دير سان آئي جو ٽريفڪ ۾ ڦاٿل هئي. هن جملي کي جيڪڏهن هيئن لکجي تہ " دير سان آئي جو ٽريفڪ ۾ ڦاٿل هئي" تہ هن جملي ۾ حوا لفظي طور موجود ناهي. پر جملي ۾ وٿي آهي جيڪا ڪنهن جي هئڻ جي خبر ڏي ٿي ڪير آهي اهو لڪل آهي.

مثال: تون ڏاڍو ڀاڳ وارو آهين.

جملي اندر ڪيترين معنائون لڪل آهن. مثال تون ڀاڳ وارو آهين ٻيا نہ آهن؛ تون ڀاڳ وارو آهين؛ مان نہ آهيان. تون ڀاڳ وارو آهين؛ جنهن ڪري تو ڪجهہ حاصل ڪيو آهي، يا تون ڀاڳ وارو آهين؛ جنهن ڪري مصيبت کان بچي وئين. مطلب جملي جي اندر معنائن جا پنڊار ظاهر ٿي پوندا. جيڪي لڪل آهن. تنهن ڪري ان لڪل شيءِ جي معنيءَ سنسار ۾ موجود آهي. يا وري هيئن بہ چئي سگهجي ٿو جملي سان گڏ ڪيترين لڪل ڳالهيون موجود آهن. سنسار بہ جيڪي ڪجهہ ظاهر ڪري ٿو ان کان وڌيڪ لڪائي ٿو. جنهن کي ظاهر ڪرڻ ٻوليءَ جي وس ۾ ناهي.

رسول ميمڻ اهڙن مابعد الطبيات جي موضوعن کي ڇهي اسان کي

بحث جو پاسو ڏيکاري ٿو جيڪو فلسفي جي جان آهي.

عام طرح انهيءَ انداز سان سوچڻ جو رخ اسان وٽ قابل قبول ناهي. چوتہ سنڌ ۾ مارڪس وادي سوچ کي آخري سوچ سمجهي فيصلو صادر ڪيو ويو آهي. پر اسان کي هن سوچ لاءِ سائنس جي مدد وٺڻي پوندي. سائنس مادي جي خاصيتن جو علم آهي. ڪائنات جي وسعت ۾ اسان زمان و مڪان ۾ قيد آهيون. اسان جو علم هڪ حد تائين اسان جو ساٿ ڏيئي ٿو. پر جلدي هڪ حيراني پيدا ڪري ٿو. تنهن ڪري برٽرينڊ رسل واري ڳالهہ انتهائي اهم آهي تہ " علم جي شروعات حيراني ڪان ٿئي ٿي، وري علم جي انتها بہ حيراني تي ٿئي ٿي، پهرين حيراني جهالت واري آهي ٻي حيراني عرفانيت واري آهي".عرفان جي ان منزل تي پهچي وجدان ٿئي ٿو تہ اسان جنهن ٿانڊاڻي کي حقيقت سمجهي جهليو پي اهو جڳهہ بدلائي چڪو آهي.

مان سمجهان ٿو تہ ڊاڪٽر رسول ميمڻ جي هن ڪتاب کي ۽ ڊاڪٽر سڪندر مغل جو ڪتاب"رنگي رنگ بنايا" کي گڏي پڙهڻ گهرجي. هڪ فلسفو ٻيو سائنس جو ڪتاب آهي ٻئي عرفاني حيراني جي منزل تي پهچائن ٿا.

**الطاف شيخ**

# ملائيشيا جي موسم- نانگ بلائون- حسابن ۾ ڪچي آهيان

سنڌ جي جهوني اديب محترم محمد اسماعيل عرساڻي ٿر بابت پنهنجي هڪ ڪتاب "بدنصيب ٿرِي" ۾ لکيو آهي ته هڪ ٿرِي شاگرد ڪان جڏهن پڇيم ته سال ۾ ڪيترا موسم ٿين ٿا ته هن ڪي پنج گهٽيون آهن ته وراڻيائين: "پنج- اونهارو، سرءُ، سيارو، بهار ۽ وسڪارو." ان بعد عرساڻي صاحب ٿر ۾ مينهن جي اهميت بابت لکيو آهي ته ٿري ماڻهوءَ جي زندگي جو مدار مينهن جي ڦڙين تي آهي. مينهن وسڻ سان ٿر، ٿر آهي نه ته جهڙو بر، ان ڪري ٿرين لاءِ پنجين ۽ سڀ ۾ اهم موسم وسڪارو آهي.

شايد اهو ئي سبب آهي جو ڪو به ٿري ڪٿي ڪراچيءَ جي ڪاسمو پوليٽن شهر ۾ هجي يا اسلام آباد ۾ آرام جي نوڪري ڪري رهيو هجي، پر ڪنوڻ جي پهرين ڪجڪي تي ئي ڪوشش ڪندو ته ٿر پهچي.

ٿر ۾ ته پنج مندون آهن. پر هتي ملائيشيا ۾ ڪيتريون ٿي سگهن ٿيون؟! جواب آهي: فقط هڪ! هتي ملائيشيا ۾ نه سيارو ٿئي ۽ نه اونهارو. نه بهار ۽ نه وري سرءُ! ٻارهوئي جهڙ ۽ مينهن پوي.

ڌرتيءَ تي سيارو تڏهن ٿئي ٿو جڏهن ڌرتيءَ جو مٿيون اڌ گول سج کان ڪجهه مهينن لاءِ پاسيرو ٿيو وڃي. ۽ جڏهن ان اڌ گولي ۾ سيارو هوندو آهي ته باقي اڌ تي اونهارو هوندو آهي. ڇاڪاڻ جو اڌ گولي جو سج ڏي منهن هجڻ ڪري اتي تپش ٿئي ۽ ساڳي وقت سج جي روشني گهڻي دير رهڻ ڪري اوندهه ٿئي ۽ اسان چوندا آهيون ته راتيون وڏيون ٿي ويون آهن. پر ملائيشيا جو ملڪ خط استوا- يعني دنيا جي وچ مان لگهندڙ خيالي ليڪ جي ايترو ته ويجهو آهي جو سڄو سال سج هڪجهڙو ئي رهي ٿو ۽ نه فقط موسم سڄو سال هڪ جهڙي رهي ٿي، پر ڏينهن رات به هڪ جيڏو ٿئي ٿو. سڄي سال ۾ چند منٽن جو ڪو فرق ٿئي ٿو. باقي هتي مينهن ٻارهوئي وسندو رهي ٿو. سو جيڪڏهن ملائيشيا ۾ ڪا مند آهي به ته فقط مينهوڳي- جيڪا سڄو سال هلي ٿي.

ايڏي مينهن جو ٻڌي ٻئي ڪنهن کي تعجب لڳي يا نه، پر عربن، مصرين، سنڌين، راجستانين، آمريڪا جي رياست ٽيڪساز جي رهاڪن، ڏکڻ لبيا ۽ سوڊان جي رهاڪن ۽ ٻين اهڙن کي ضرور ٿيندو هوندو، جيڪي دنيا جو ٿر، صحرا ۽ گوبي جهڙن بيابانن، برپٽن ۽ رڻ پٽن جا رهاڪو آهن.

هتي ملائيشيا ۾ جهڙ ته روز هوندو آهي. سڄي ڏينهن ۾ شايد ڪا اهڙي گهڙي هجي جنهن ۾ آسمان ڪڪرن کان خالي هجي باقي وقت ڪجهه نه ڪجهه ڪڪر ضرور هوندا آهن، مينهن وچ ۾ ڏينهن ٻه ساهي پٽي وري هفتو ڏيڍ پيو وسندو. پوءِ ڪڏهن لڳاتار ته ڪڏهن رکي رکي وڏ ڦڙو ۽ بوندا باندي. جيئن گذريل سال ڪرسمس جي ڏينهن تي سڄي سنگاپور ۽ ملائيشيا جي جوهور رياست ۾ لڳاتار ٻاهتر ڪلاڪ مينهن وسندو رهيو.

مينهن جي ڪري هتي چوڌاري ساوڪ ئي ساوڪ رهي ٿي. بقول آصف جي اسان وٽ گاهه پوکڻ به وڏي ڳالهه آهي، جنهن لاءِ زمين ڳاهٽي پوندي، پاڻ وجهڻو پوندو ۽ پاڻيءَ جو بندوبست ڪرڻو پوندو- جيڪو پاڻي انسانن کي به پيئڻ لاءِ پورو ناهي. پر هتي ملائيشيا ۾ ماڻهن کي وڻ ٽڻ يا گل ٻوٽا پوکڻ لاءِ ڪا به تڪليف نٿي ڪرڻي پوي. هر شيءِ جلد ڦٽي ٿي ۽ ماڻهن کي رڳو وڌيڪ وڻن يا گاهه کي ڇانگڻ ۽ ڪٽڻ جو سوچڻو پوي ٿو.

اسان وٽ ندين ۾ پاڻي هماليه جبل تان برف ڳرڻ بعد موسم آهر ٿورو يا گهڻو جيڪو اچي ٿو ان کي واهن ۽ شاخن رستي ورهائي ٻنين ٻارن کي ڏنو وڃي ٿو. درياهه نديون ملائيشيا ۾ به آهن، پر اهي پوک طور نٿيون ڪم ۾ اچن. پر نارن ڪسين طور، هتي جون نديون نالا ٻين ٻارن ۽ شهرن جو پاڻي ڪٽي سمنڊ ڏي وهن. يعني هتي جي ٻنين ٻارن/ پوک کي ندين جي پاڻيءَ جي ضرورت ناهي، مينهن جو پاڻي ئي ايترو ٿو ٿئي جو ٻوڙ ٻوڙان لڳيو وڃي ۽ فالتو پاڻي وهي ننڍيون ناليون، پوءِ واهه ۽ پوءِ وڏا درياهه ٿاهيو وڃيو سمنڊ ۾ چوڙ ڪري. ائين جي سلسلو نه هجي ته مينهن جو پاڻي بيٺل فصل ۽ گهر گهاٽ ٻوڙي رکي. يعني هتي اسان وارو حساب ناهي ته سياري ۾ برف نه ڳرڻ ڪري يڪا ٻه ٽي مهينا درياهه سڪل هوندو ۽ اونهاري ۾ وري ٻه ٽي مهينا ٻوڙ ٻوڙان. پر هتي جي دريائن حي لاهه چاڙهه ۾ ڦيرو مهنين بدران روز اچي. يعني جنهن ڏينهن گهڻو مينهن پيو ته سڀ نديون سمنڊ ڏي ٽٻ ٽيو پيون وينديون ۽ جي مينهن جهڪو ٿيو ته يڪدم ندين جي ليول لهي وڃي پٽ پوندي آهي.

ملائيشيا ۾ ڪيتريون ئي نديون آهن، جيڪي ڪسين جون ڪم ڏين

۽ سڄي ملڪ جي مينهن جو پاڻي سمنڊ تائين پهچائين ٿيون. ڪن اهم ندين جا نالا آهن: بارام ندي، ڪيلنتائين ندي، لابوڪ ندي، پاهانگ ندي، پيراڪ ندي، راجانگ ندي، سيگاما نديءَ، وغيره وغيره.

مينهن گهڻي پوڻ ڪري گاهه ٻوٽا وڻ ٽڻ هتي جام آهن. وڻواهه ۽ ٻيلن ڪري انيڪ جيت، پکي، نانگ بلائون ۽ جانور آهن. يورپ ۽ آمريڪا جي ٿڌن ملڪن ۾ برف گهڻي پوڻ ڪري گهٽيون ۽ رستا هلچل جي قابل نه رهندا آهن ۽ هر وقت برف هٽائي ويندي آهي، جيئن صفائي رهي، تيئن هتي ملائيشيا ۾ وري گهڻي مينهن وسڻ ڪري گپ يا مينهن جو پاڻي ته ڪو نه ٿو بيهي. پر ڏسندي ئي ڏسندي گاهه ايڏو ته جلد وڌيو وڃي جو ان مان هلڻ نه فقط ڏکيو پر خطرناڪ ٿيو پوي. چاڪاڻ جو هڪ ته صبح جي وقت ماڪ پوڻ ڪري آلو ٿو رهي ۽ ڪپڙا (پتلون، شلوار يا گوڏ) خراب ٿيو پوي ۽ رات جي وقت وري ان ۾ زهريلا جيت جڻيا. خاص ڪري نانگ بلائن جو خطرو رهي ٿو ۽ ڪيترائي انهن جي ڏنگن/ چڪن جو شڪار ٿين ٿا.

هونءَ ڏکڻ اوڀر ايشيا جي ملڪن ۾ جانورن ۽ جيتن جڻين ۾ سڀ کان خطرناڪ زهريلا نانگ بلائون آهن. دنيا جي ٻئي ڪنهن به علائقي ۾ ايترا ماڻهو نٿا ڏنگجن، جيترا ڏکڻ اوڀر ايشيا جي ملڪن:ٿائلينڊ، ملائيشيا، انڊونيشيا، فلپين، ڪمبوڊيا، برما وغيره ۾. ڊاڪٽري رپورٽن موجب رڳو ملائيشيا ۾ هر سال ڇهه هزار ماڻهو نانگن جي چڪن ڪري اسپتالن ۾ اچن ٿا. (ياد رهي ته سڄي ملائيشيا ۾ آدمشماري ڪراچيءَ جيتري آهي ۽ ان حساب موجب اهو انگ تمام وڏو آهي.)

اڄلڪهه ميڊيڪل جي اڃت مدد ڪري ڪافي ماڻهو چاق چڱا ڀلا ٿيو وڃن. مثال طور: ڪجهه عرصو اڳ اسان جي ڌوٻيءَ جي ماءُ کي جيئن ئي نانگ چڪ هنيو ته هن کي يڪدم ڀر واري اسپتال ۾ کڻائي ويا. چڪ جي نشان مان ڊاڪٽر سمجهي ويو ته هن کي واسينگ (Cobra) نانگ چڪ هنيو آهي. ڊاڪٽر کيس يڪدم ائنٽي وينن Anti Venin ڏنو. اها هڪ اهڙي دوا آهي جيڪا گهوڙي کي ڇهه اٺ مهينا ٿورو ٿورو زهر کائڻ تي هيرائي پوءِ ان جي رت مان ٺاهي وڃي ٿي. جيئن ماتا ۽ ارڙيءَ جي بچاءُ لاءِ جيڪي ٽڪا هڻبا آهن. انهن جي دوا ڍڳين مان ڪڍي ويندي آهي. نانگ جي چڪ جي علاج لاءِ نانگ جي زهر مان پڻ دوا (Serum) ٺاهي ويندي آهي.

بهرحال هن ڌوٻيءَ جي ماءُ کي اسپتال تائين پهچڻ کان اڳ ئي ساهه کڻڻ ۾ تڪليف شروع ٿي ويئي هئي سو ڊاڪٽر "آرٽيفشل- ساهه- کڻڻيءَ

ذريعي هن کي ساهه کڻائڻ شروع ڪيو. ٽن ڏينهن بعد هوءَ ان لائق ٿي جو پاڻهي ساهه کڻي سگهي. سندس پير ۾ چنگهه هڪ هفتو پيو به سڄيل رهي. اسپتال مان ڊسچارج ٿي گهر ته آئي پر ڪجهه ڏينهن بعد هن کي پير ۾ گئنگرين ٿي پيئي، جنهن لاءِ وري ڪيس اسپتال موٽي ويڃڻو پيو ۽ مهينو کن پيو به علاج هيٺ هئي. پوءِ وڃي چاق چڱي ڀلي ٿي. پر وري به هيءَ خوشنصيب چئبي جو ترت علاج ٿيڻ ڪري بچي ويئي.

هونءَ ڪو به ملڪ يا علائقو نانگ بلائن کان بچيل ناهي. چاهي جهنگ جهر هجي يا بيابان رڻ پٽ، جابلو علائقو هجي يا سامونڊي. پر دنيا جي هن پاسي ڪجهه گهڻائي نانگ بلائون آهن ۽ انهن ۾ گهڻو حصو خطرناڪ ۽ زهريلن نانگن جو آهي. جيئن مثال طور واسينگ نانگ هتي تمام گهڻو آهي، جنهن کي اسان وٽ جوڳي اڪثر مرلين تي نچائي پئسا ڪمائيندا آهن. ڪي ڪي واسينگ نانگ ته ارڙهن فوٽن جا به ٿين ۽ نانگن جي جاتن جو چوڻ آهي ته واسينگ نانگ سئو کان به مٿي دفعا هڪ ئي وقت ڏنگ هڻي سگهي ٿو. واسينگ نانگ ڪرڙا ۽ ڏيڏر کائڻ جا شوقين آهن. ان ڪري اهي گهرن اڳيان ئي ڦرندا نظر اچن ٿا. پوءِ ڪنهن ماڻهوءَ جو جيڪڏهن مٿان پير اچيو وڃي ته چڪيو رکن. واسينگن کان علاوه ٻيا به ڪيترائي زهريلا نانگ گهرن اڳيان- خاص ڪري ڇپر ۾ گاهه تي ڦرن ٿا، جن جي بچاءَ لاءِ هتي جا ماڻهو اڪثر نصيحت ڪندا آهن ته رات جي وقت وڏو بوٽ ۽ پتلون پائي پوءِ ڇپر تي هلجي، خاص ڪري گرم ۽ گهميل راتين جو ته وڌيڪ خيال رکجي. پاڻ سان گڏ ٽارچ رکجي ۽ ٿي سگهي ته لڪڻ پڻ کڻي هلجي- جنهن کي پٽ تي هڻڻ جو آواز تي نانگ اڳواٽ پري ڀڄي ويندو. نانگن کي ڪن نه ٿين سو ٻڌي ته نه سگهندو آهي. پر زمين تي لڪڻ هڻڻ سان (يا مرليءَ جي آواز تي) جيڪي زمين يا هوا ۾ لهرون پيدا ٿين ٿيون، اهي هن جو جسم محسوس ڪري سگهي ٿو.

ڪنهن به پوري بند يا گاهه ۾ هٿ نه وجهجي. ڪو پٿر يا بند رکيو هجي ته ان تان لانگ ورائي ٽپڻ بدران ان جي مٿان پير رکجي جو ڪڏهن ڪڏهن پٿر جي پويان نانگ لڪي ويهي ٿو. ڪنهن به نانگ ۾ هٿ نه وجهجي، چاهي اهو جيئرو هجي يا مئل. پنهنجي گهر جو گاهه جيئن وڌي ته ڪتري ننڍو ڪرائي ڇڏجي، گند ڪچري جي ڍير يا پراڻي ڪوهه وٽان لنگهڻ کان پاسو ڪجي جو اهڙن هنڌن تي گهڻو ڪري نانگ ڏيڏرن جي تاڙ ۾ ويٺل هوندا آهن. گهر ۾ جي ڪوئا هجن ته انهن کي مارائي ڇڏجي جو ڪوئا پڻ نانگن لاءِ وڏي ڪشش آهن. جيڪڏهن ڪو نانگ سامهون اچي وڃي ته

پريشان ٿي ان کي انڌاڌنڌ ڏنڊا وهائي ڪڍجن. ڪوشش ڪري چپ چاپ بيهي رهجي، ڇو جو چرپر تي نانگن جو ڌيان ڇڪجي ٿو ۽ ماٺ ڪري بيهڻ سان گهڻو ڪري نانگ پاسو ڏيئي پڇي وڃي ٿو. گهڻو ڪري نانگ تيسين ڇڪ نٿو هڻي جيسين ان سان ڪشمڪش نٿي ڪجي. جيڪڏهن ڪو زهريلو نانگ گهر ۾ گهڙي اچي ۽ ان کي هرويرو مارڻو ئي پوي ته نهايت خبرداريءَ سان لٺ جي هڪ ئي ڌڪ سان سندس منهن چچري رکجي، ڇو جو جيئري نانگ کان ڦٽيل نانگ خطرناڪ ٿئي ٿو. ڪڏهن به تکي شيءِ- ڪهاڙي، ڪات يا ترار جي ڦر سان نانگ کي ڌڪ نه هڻجي جو ائين ڪرڻ سان نانگ فقط ٻه اڌ ٿيو پوي ۽ اڌ نانگ مان به ساڳيو خطرو آهي جيڪو سڄي مان.

گهٽي گاهه مان اهو سو فائدو ضرور آهي ته هتي جانور وهڻ خوش ۽ متارا آهن. سندن پيرن هيٺان هر وقت ۽ هر هنڌ گاهه ئي گاهه موجود آهي. ڪنهن جي گهرا ڳيان ڍڳيون مينهون وڃي چرنديون ته گهر جو مالڪ ڪين ڏک ۾ اماڻڻ بدران خوش ٿيندو ته ڀلي گهٽي کان گهڻو گاهه کائي وڃن. جيئن ايندڙ موڪل جو ڏينهن گاهه ڪٽڻ کان فرست ملي وڃي. پاڻ وٽ ڪراچيءَ ۾ گهر اڳيان ڇٻر پوکڻ ته ناممڪن ڳالهه آهي، پر جي ڪو پنهنجي ۽ وهنجڻ جي حصي مان پاڻي بچائي گاهه سلو پوکي ٿو. ۽ ڪا ڍڳي ان ۾ منهن اچيو وجهي ته پٿر ٺڪاءُ ٿيو وڃينس. ويچاريون گاهه ته ڇا ڪڙن ڪسارن ٻوٽن ۾ به ڀيون ڇڪ هڻن. ڪين نه وٽان تي ڏاري جو وجهه نه پهر تي ڍءُ! اڪثر سير هاءِ وي تي اگهاڙن ٽرڪن ۾ ننهه اُس ۾ اسان جي بي زبان جانورن کي ائين ڊوڙيندو ڏسي ڏاڍو ڏک ٿئي ٿو. بک ۽ اڃ ڪري سندن پيٽ پٺيءَ سان لڳل هوندو آهي. پر هتي جي چوپايو شايد ئي ڪو ڏينهن – بلڪ ڪو ڪلاڪ به بک ۾ ڪاٽيو هجي. ان ڪري جنهن ڊور ڏي نظر ڪر ته متارو نظر اچي ٿو.

هتي جي حڪومت ماڻهن جي صحت جو نهايت خيال رکي ٿي. ڪنهن به بيمار يا پوڙهي ڍور کي کهي گوشت وڪڻڻ تي سخت ڇڪاس ۽ سزائون آهن. ٻڪري، ڍڳي يا مينهن جي ذبح ٿيڻ جي عمر مقرر ٿيل آهي. ان عمر تي پهچڻ سان ڪيس کهي سگهجي ٿو. بلڪل ننڍي يا پوڙهي ڍور تي ڪاتي ڦيرائڻ ڏوهه جو ڪم آهي. اسان وٽ مجبوري ڪارڻ ننڍي عمر جون ڍڳيون/ ڍڳا ان ڪري به ذبح نٿا ڪيا وڃن جو ڪانئن کير ۽ هر ڪاهڻ جو ڪم ورتو وڃي ٿو. جيسين هر ڪاهڻ يا کير ڏيڻ جي صلاحيت رکن ٿا، تيسين ڪين کهڻ نقصانڪار سمجهيو وڃي ٿو. پر هتي ملائيشيا ۾ پوک

جونمونو اهڙو آهي جنهن ۾ نہ گهڻي هر جي ضرورت نہ ريج جي.

مزيدار ڳالهہ اسان جي پاڙيسري همراهہ مسٽر گونا راجا ٻڌائي تہ هتي جا ملئي مسلمان مينهن يا ڏڳيءَ جو کير پيئڻ ئي کو نہ جو هنن کي تازي کير جي بوءِ پسند ناهي. چانهہ ۾ بہ ڊبي جو مٺو Condensed کير وجهن. ٻئي نمبر تي هتي جي آدمشماري چيني ماڻهن جي آهي. اهي پڻ کير کي هٿ نہ لائين. چيومانس. "حق تي اسان جو کير واري روز پڇندي آهي تہ ٻيا پاڪستاني ڪڏهن ايندا؟ کير وڪڻڻ لاءِ هڪ تامل هندو ڇوڪري Jeans جي پتلون ۽ جئڪٽ پائي ايندي آهي.

گونا کلي چيو:ها، هتي کو بہ کير کو نہ پيئي. آئون هتي آيس تہ ٻهرين ٻهرين مون هن کي کير لاءِ چيو جو اسين انڊين تہ کير پيئون. پوءِ ڪئپٽن مخدوم ۽ ڪئپٽن ننڊکر چيو. پوءِ آصف ۽ توهان. سو ظاهر آهي تہ سندس کير جيڪو ضايع ٿي ويندو هو تنهن جا هاڻ پئسا پيا ملندس. مخدوم جڏهن آيو ۽ مينهن يا ڏڳي جي تازي کير لاءِ پڇيائين تہ مون کي ڏاڍو تعجب لڳو. مون چيومانس تہ يار تون مسلمان آهين. هتي جا ملئي مسلمان تہ ڏڳيءَ جو کير پيئڻ ئي کو نہ. کير رڳو اهي هندو ۽ ڪرسچن ٿا پيئن جيڪي اصل هندستان يا يورپ کان لڏي هتي آيل آهن. تہ مخدوم وراڻيو:"ڏڳيءَ جو تہ ڇا مينهن جو کير ملي تہ اڃا بہ بهتر. اسان وٽ پاڪستان ۾ تہ کير پيئڻ جي عادت ننڍي هوندي کان وجهن ۽ کير جي کپت اڻتري تہ آهي جو کير وارا پورت ۽ پئسو ڪمائڻ لاءِ کير ۾ پاڻي بہ ملائي وڪڻن."

گونا کان پڇيم:"پنهنجي کير واري ڇوڪريءَ کي گهڻيون ڏڳيون آهن؟"

چيائين: "فقط هڪڙي."

آصف کي چيم تہ استاد وڏيڪ کير جي ضرورت پيئي تہ هاڻ ڪنهن ٻئي کي کير آڻڻ لاءِ چئبو. نہ تہ کير پورو ڪرڻ لاءِ هيءَ بہ اهو ئي ڪم ڪندي جيڪو سندس پائر پينرون اڄڪلهہ سنڌ، پنجاب، بلوچستان کان گجرات مهاراشٽرا، اتر پرديش ۽ بنگال ۾ ڪري رهيا آهن- يعني کير ۾ پاڻي ملائيندي- اڃا بہ جي ضروري سمجهيائين تہ پاڻيءَ ۾ کير ملائيندي.

آصف کلي چيو: "نہ يار، ائين هتي هرگز نہ ٿيندو. ان بابت پڪ ڪري چڪو آهيان، ڪانئس پڇيو هوم تہ "وڌيڪ کير جي ضرورت پيئي تہ پوءِ تنهنجي هڪڙي ڏڳي تہ پوري پئجي نہ سگهندي." وراڻيو هئائين:"منهنجي ڏڳي تہ هينئر بہ کير ڪا نہ ٿي ڏئي....."

آصف جي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽي وائڙو ٿي پڇيومانس:”تہ پوءِ نيندو، ائنڪر يار ريڊ ڪائو جو پائوڊر پاٿيءَ ۾ ملائي ٿي ڏئي ڇا؟“

”نہ نہ. منهنجي ڳالهہ ٻڌ. هن ٻڌايو تہ رستي تي يا پاڙي اوڙي ۾ ڪيس جيڪا بہ ڍڳي نظر اچي ٿي تہ ان جو کير ڏهي اچي وڪڻندي آهي، جو هتي تہ کير جي ڪنهن کي ضرورت ئي ڪانهي. ۽ پئسا بہ ڪو کير جي حساب سان ڪو نہ ٿي ڏئي، پر سمجهہ تہ سندس ڏهائيءَ جي محنت ۽ موٽرسائيڪل جي پيٽرول جا آهن، جنهن تي هوءَ چڙهيو ٿي اچي. تڏهن تہ چيائين پٺي تہ جي ٻيا بہ گهٽا اچي ويا تہ پوءِ قرض ڏجو تہ کير ڏهڻ واري اليڪٽرڪ مشين وٺان.“

تنهن تي گونا خبردار ڪندي چيو:”متان پئسا اڳواٽ ڏنا اٿانوَ. ليکي چوکي ۾ هونءَ ئي صحيح ناهي. روز جيڪو کير ڏئي اهو لکندا بہ وڃو. جو مهيني ۾ ٻہ چار ڏينهن کير آڻي ڪا نہ ٿي، پر مهيني پوري ٿيڻ تي پئسا سڄي مهيني جا ٿي وٺي. اڳئين مهيني جا سورهن ڊالر (ڇهانوي رپيا) وٺڻ آئي تہ پڇيومانس سورنهن ڊالر ڪيئن ٿيا. تہ چوڻ لڳي:روز هڪ سير کير جا پنجاهہ سينٽ ٿيا ۽ اوٽيهن ڏينهن جا ٿيا سورهن ڊالر. تنهن تي چيومانس تہ پهرين ڳالهہ تہ پنجاهہ کي اوٽيهن سان ضرب ڪرڻ سان سورهن ڊالر نہ پر ساڍا چوڏهن ڊالر ٿا ٿين ۽ ٻي ڳالهہ تہ تون هن مهيني فقط پنجويهہ ڏينهن آئي هئينءَ- جيڪو آئون روز ڪئلينڊر تي نوٽ ڪندو وڃان، سو ان حساب سان فقط ساڍا ٻارهن ڊالر ٿيا. تنهن تي ڪلي وراڻيائين:آئون حساب ۾ ڪچي آهيان. اسڪول ۾ بہ فيل ٿيندي هيس. تنهن تي چيومانس تہ اهو پلي ٿيندي هئينءَ، پر ايتري ڪا ڪچي نہ آهين جو ڪنهن مهيني حساب ڪٿي گهٽ وٺين؟.

# سنڌو سڀيتا ۽ عمان (ماگان) وچ ۾ واپاري لاڳاپا

دنيا جي ٽن قديم تهذيبن سنڌو، مصر ۽ عراق (سميرين) وچ ۾ 5 هزار سال اڳ واپاري لاڳاپا موجود هيا. عراقي تهذيب جي قديم آثارن مان مليل سميري لکتن ۾ ان دور جي ٽن پرڏيهي واپاري مرڪزن ماگان، دلمون ۽ ميلوها جو ذڪر ملي ٿو. جتان جا واپاري عراق ۾ مختلف شين جي واپار سانگي ايندا هيا يا واپاري ڪالونيون قائم ڪري رهائش پذير هئا. جديد کوجنائن ذريعي ماهر ان ڳالهه تي سهمت آهن تہ ميلوها واسي سنڌو ماٿري جي تهذيب سان واسطو رکندڙ واپاري هيا. (1) (2) جڏهن تہ دلمون جا واپاري موجوده بحرين سان لاڳاپو رکندڙ هيا. (3) (4) سميري لکتن ۾ جنهن ماگان نالي ديس جو ذڪر ڪيو ويو آهي، اهو علائقو موجوده عمان ۽ گڏيل عرب امارتن تي مشتمل هو. سميرين لکتن ۾ ماگان ديس جو پهريون پيرو ذڪر ان دور ۾ ڪيل آهي، جڏهن موجوده عمان ۽ گڏيل عرب امارتن ۾ قديم تهذيب ام لنار (2600-2000 ق م) وجود رکندڙ هئي. سميري لکتن ۾ ماگان کي جهاز سازي ۽ ساموندي صلاحيتن سبب شهرت مليل هئي. سميرين بادشاهہ سارگون (2371-2316 ق م) اها ڳالهہ فخر سان چوندي نظر اچي ٿو تہ سندس ديس جي بندرگاهن تي دلمون، ماگان ۽ ميلوها ڪان ٻيڙا اچن ٿا. سميرين بادشاهہ سارگون کان پوءِ سندس جاءِ والاريندڙ بادشاهہ نارام- سن (Naram-Sin) ماگان تي قبضو ڪري ورتو. ان دور ۾ سميرين ۽ سنڌو سڀيتا وچ ۾ ماگان جي ذريعي واپار ٿيندو هو. (5) آرڪيالاجي ماهرن موجب سنڌو ماٿري جي سڀيتا جي وارثن جو عمان سميت ٻين عرب ملڪن سان واپار ايراني نار رستي ٿيندو هو. (6) (7)

قديم آثارن جي ماهر ڊيني فرينز موجب اومان مان آرڪيالاجسٽن قديم ماڳن جي کوٽاين دوران سنڌو ماٿري سان واسطو رکندڙ سامان رکڻ جا وڏا ڪولا، پينٽ ٿيل برتن ۽ عقيق جا مڻيا هٿ ڪيا آهن. اتان سنڌو

ماٽري مان آنڌل هاٿي جي ڏندن مان ٺهيل شيون ۽ ڌات جا اوزار بہ هٿ ڪيا ويا آهن. عمان جي ماڳن تان سنڌو جون مهرون ۽ تور ڪرڻ جا چوڪنڊا وٽ بہ دريافت ڪيا ويا آهن. عمان جي قديم آثارن مان سنڌو ماٽري جي وارثن طرفان آنڌل برتنن ۾ ڪاڌي خوراڪ کي ڪنهن خاص تقريب ۾ پيش ڪرڻ لاءِ پيدسٽل ڊشون خاص ڌيان جو مرڪز آهن. (8) انهن ڊشن کي خوبصورت بنائڻ لاءِ مٽن رنگن ذريعي گلڪاري ٿيل آهي.

مسقط جي ريسرچ سينٽر ۾ تازو ٿيل هڪ تحقيق ذريعي سنڌو ماٽري جي سڀيتا ۽ قديم عمان (ماگان) جي رهواسين وچ ۾ لاڳاپن بابت وڏيڪ ثبوت مليا آهن. (9) عمان جي شهر صحار پرسان ڪنجهي جي دور جو هڪ قديم ماڳ دهوا (Dahwa) دريافت ڪيو ويو آهي. جتان سنڌو تهذيب سان واسطو رکندڙ هڪ مهر ۽ ڳاڙهي ۽ ڪاري رنگ جي چٽسالي وارن ٿانون جي باقيات ملي آهي. جرمن يونيورسٽي جي ريڪٽر پروفيسر ڊاڪٽر مائيڪل جانسين ماگان ۽ سنڌو ماٽري جي ماڻهن وچ ۾ لاڳاپن بابت انهن ثبوتن کي انتهائي اهم قرار ڏنو آهي. سلطان قابوس يونيورسٽي جي ميڊيا سيل جي ترجمان ڊسمبر 2017ع ۾ اهو اعلان ڪيو هو تہ عمان جا پاڪستان جي صوبي سنڌ سان تهذيبي ۽ ثقافتي لاڳاپا ثابت ٿي چڪا آهن. (10)

قديم ماڳ دهوا ڪنجهي دور جي ام النار تهذيب ( Umm Al Nar Civilization) سان واسطو رکندڙ هيو. ام النار تهذيب 2500 کان 2000 ق م جي دور جي آهي. جيڪا موجوده سلطنت عمان ۽ گڏيل عرب امارتن تائين ڦهلاءُ رکندڙ هئي. دهوا الباطنت ميدان جي اتر ۾ دريافت ٿيل سڀ کان قديم آبادي آهي، جنهن جا سنڌو سڀيتا سان واپاري لاڳاپا قائم هيا. ام النار جي قديم ماڳ دهوا جي 2013ع کان 2017ع تائين کوٽائي ڪئي وئي. هن قديم ماڳ جي کوٽائي اٽلي جي يونيورسٽي آف بولوگنا ۽ آمريڪا جي يونيورسٽي آف وسڪونسن سان واسطو رکندڙ ماهرن جي گڏيل ٽيم طرفان ڪئي وئي. هن ماڳ تان مليل ٺڪر جا برتن ۽ خاص ڪري رڌڻ پچائڻ جو سيڌو سامان، اناج ۽ اٽو رکڻ جا وڏا ڪولا، مٽڪا ۽ گنڊڙا سنڌو ماٽري جي مرڪزي علائقي سنڌ مان مليل نوادرات سان تعلق رکن ٿا. قديم آثارن جي ماهرن کي هن ماڳ تان سنڌو سڀيتا جي واپارين طرفان آنڌل مانيءِ پچائڻ وارا پٿر جا چلها (اسٽوو)، هار سينگار ۾ استعمال ٿيندڙ مٽيا، نڪ ۾ پائڻ واريون نٿون ۽ ٻيا زيور بہ مليا آهن. سلطان قابوس يونيورسٽي جي بيان موجب دهوا مان مليل اهو سامان سنڌ ۽ خاص ڪري موهن جي دڙي واري ريجن ۾ تيار ڪري واپار لاءِ هتي آندو ويندو هو.

دهوا ۾ کوٽائي ڪندڙ قديم آثارن جي ماهرن موجب سنڌو مائري مان اهو سامان ننڍين ٻيڙين ذريعي سنڌو درياهہ رستي سنڌ جي سامونڊي ڪناري تائين پهچايو ويو، جيڪو بعد ۾ وڏن ٻيڙن ذريعي شام ولايت جي سامونڊي بندر گاهہ تي آندو ويو. جتان حجر جبل واري واٽ وٺي 24 ڪلوميٽر جي فاصلي تي موجود دهوا واري علائقي ۾ آندو ويو. ماهرن موجب اڃا سوڌو اها خبر پئجي نہ سگهي آهي تہ انهن وڏن مٽڪن ۽ ڪولن ۾ ڪهڙو سامان ڀري دهوا آندو ويو هوندو. ماهرن موجب ام النار ثقافت واري دور ۾ عمان سنڌ، عراق ۽ ايران ڏانهن ٽامون ايڪسپورٽ ڪرڻ طور مشهور هيو. (11) (12)

آمريڪا جي لائبرري آف ڪانگريس واشنگٽن ڊي سي ۾ 24 اپريل 2018ع تي عمان جي قديم تهذيب ۽ ثقافت جي حوالي سان سلطان قابوس ڪلچرل سينٽر جي سهڪار سان هڪ سمپوزيم ڪوٺايو ويو. جنهن ۾ آرڪيالاجي جي ماهرن سنڌو سڀيتا ۽ عمان جي قديم تهذيب وچ ۾ لاڳاپن تي تفصيلي روشني وڌي. آمريڪا جي ٽيمپل يونيورسٽي جي اينٿروپلاجي شعبي جي ايسوسيئيٽ پروفيسر مس ڪمبرلي ڊي وليم ان تقريب ۾ ڳالهائيندي چيو تہ سنڌو سڀيتا ۽ ماگان جي ماڻهن وچ ۾ 2700 کان 2000 ق م وچ ۾ علائقائي سطح تي لاڳاپن جا پڪا پختا ثبوت موجود آهن. سندس موجب ٻنهي تهذيبن وچ ۾ ٽامون واپار جو مکيہ ايٽم هيو. دهوا جي قديم آثارن مان سنڌو مائري جي سڀيتا جي وارثن جا جوڙيل ٿانون مليا آهن. جڏهن تہ نيويارڪ يونيورسٽي جي اينٿروپلاجي ڊپارٽمينٽ جي محقق مس ايلي ڊولارهائيڊ بہ پنهنجو تحقيقي مقالو پيش ڪندي اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ 3 هزار ق م ۾ سميرين، قديم ايران، سنڌو سڀيتا ۽ ڏکڻ اوڀر عرب علائقي ۾ اهم واپاري لاڳاپا قائم هيا. ساڳي طرح وسڪونسن ميڊيسن يونيورسٽي جي اينٿروپلاجي جي پروفيسر ۽ ناميار محقق مارڪ ڪينوائر بہ قديم عمان جي ٽيڪنالاجي ۽ واپار جي باري ۾ اهو نتيجو ڪڍيو آهي تہ اتان ٺڪر جي برتنن جا مختلف قسم، پٿر جون مورتيون، پٿر جا برتن ۽ ٽامي جو سامان وڏي مقدار ۾ مليو آهي. جنهن سان ان خطي جي ٻين علائقن سان واپاري لاڳاپن جي نشاندهي ٿئي ٿي. (13) (14)

عمان ۾ دهوا کان پوءِ ٻيو قديم ماڳ ولايت عبري (Ibri) جي الختم ۽ الايان جي علائقي بيت ۾ 3000 ق م جي دور جا ڪجهہ مقبرا آهن. جتان ان دور جي ماڻهن جون قبرون مليون آهن. هڪ شخص جي قبر مان لوهہ ۽ سنڌل مان ٺهيل تلوار ۽ خنجر مليو آهي. جديد تحقيق ذريعي اهو ثابت ٿي

چڪو آهي تہ ان دور ۾ اسٽيل ۽ لوھ جو استعمال سنڌو ماٿري ۾ ٿيندو هو. عمان جي آرڪيالاجي ۽ ثقافت واري ڊائريڪٽر سلطان بينسيف ال باڪري ٽائيمز آف عمان سان ڳالهائيندي چيو آهي تہ هنن قديم ماڳن تان مليل نوادرات ثابت ڪيو آهي تہ ان دور ۾ عمان جي ثقافت تي سنڌو ماٿري جي سڀيتا جو اثر موجود هو. (15) ان قبر جي دلچسپ ڳالھ اها آهي تہ مڙھ جي پرسان مادي ۽ نر اٺ بہ ذبح ڪري پوريل آهن. جيڪي سندس موت بعد ڪنهن رسم طور ذبح ڪري ساڻس گڏ پوريا ويا هئا. (16) (17)

عمان جي سامونڊي ڪناري واري ماڳ راس الحد (Ras Al-Hadd) مان بہ سنڌو سڀيتا جا ڪاڏي خوراڪ رڌڻ جا برتن مليا آهن. ساڳي قسم جا برتن عمان جي بين ميداني علائقن جي ٻن قديم ماڳن سلوت (Salut) ۽ بات (Bat) مان بہ دريافت ڪيا ويا آهن. جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ سنڌو سڀيتا جي وارث نہ فقط عمان جي سامونڊي شهرن سان واپار ڪندا هئا، پر هو ملڪ جي اندرين علائقن ۾ بہ پنهنجو سامان موڪليندا هئا. (18)

راس الجنز (Ras Al-Jinz) جي ماڳ تان سنڌو سڀيتا جي هڪ چورس نما مهر ملي آهي. جنهن تي مشهور هڪ سڱي ڍڳي سميت سنڌو لکت جا ڪجھ نمونا اڪريل آهن. (19) عمان جي ميداني علائقي ۾ هڪ ٻئي ماڳ بسياھ (Bisyah) جي هڪ قبر مان سنڌو سڀيتا جي هڪ ننڍڙي مهر ملي آهي. جنهن تي هڪ وڏن سنڱن واري ڍڳي جي مورت اڪريل آهي.

عمان جي قديم ماڳن ۽ قبرستانن مان مليل سنڌو جي باقيات ۾ عقيق جي مڻين مان جوڙيل زيور وڏي اهميت لائق آهن، عمان جا قديم رهواسي سنڌو ماٿري مان آيل زيور وڏي شوق سان پهريندا هئا مرڻ بعد سندن مڙهن سان گڏ اهي زيور بہ پوريا ويندا ها. بات (Bat) ۽ آدم (Adam) جي قديم قبرستانن جي کوٽاين دوران اهي زيور هٿ آيا آهن.

سنڌو ماٿري ۾ هاٿي جي ڏندن مان مختلف قسم جا خوبصورت زيور، راند (جوا) کيڏڻ جو سامان ۽ ٻيو آرائشي شيون ناهيون وينديون هيون. عمان جي قديم ماڳن مان بہ هاٿي جي ڏندن مان ناهيل آرائشي زيور ۽ راند جو سامان هٿ آيو آهي، جيڪو سنڌو ماٿري جا واپاري هتان کڻي وجي اتي وڪرو ڪندا هئا. ان سان گڏ ٻارن جا رانديڪا بہ سنڌو ماٿري مان عمان موڪليا ويندا هئا. جن ۾ پڪل مٽي مان ٺهيل پکين جون مورتيون ذڪر لائق آهن.

عمان ۾ سنڌو جا واپاري سامان تورڻ لاءِ مختلف سائيزن ۽ وزن جي حساب سان وٽ ۽ تارازيون بہ استعمال ڪندا هئا. سنڌ ماٿري جي سڀيتا

جي واپارين جا اهي تور ڪرڻ وارا وٽ تل ابرق (Tell Abraq) ۽ شمل (Shimal) جي قبرن مان دريافت ڪيا ويا آهن.

آڳاٽي عمان (ماگان) ۽ سنڌو سڀيتا جي وارثن وچ ۾ واپاري لاڳاپن جا ثبوت ملڻ ان ڳالهه جي شاهدي آهي ته سنڌو سڀيتا جي اوج واري دور ۾ هن خطي جا رهواسي نه فقط پنهنجي علائقي اندر واپار ڪندا هيا، پر هنن پر وارن ملڪن سان به واپار ڪرڻ شروع ڪيو. هتان جا واپاري سمنڊ رستي دنيا جي مختلف خطن تائين وڃي پهتا ۽ اتان جي مارڪيٽن ۾ پنهنجون تيار ڪيل شيون وڪرو ڪيون. موهن جو دڙو، هڙاپا، چانهون جو دڙو، ڪوٽڏيجي، لوٿل، ڪالي بنگن، راکي ڳڙهي ۽ ٻين شهري مرڪزن ۾ تيار ٿيندڙ زيور، مهرون، برتن، عقيق جي مٽين مان تيار ٿيل هار ۽ ٻيو سامان ٻيڙين ۽ غورابن ذريعي پر وارن تهذيبي مرڪزن تائين رسايو. جن ۾ عراق، مصر، بحرين ۽ عمان شامل هيا. سنڌو سڀيتا جي واپارين نه فقط انهن پر وارن عرب ملڪن ۽ مصر ۾ واپار ذريعي پنهنجي سامان وڪرو ڪيو، پر اتي واپاري ڪوٺيون قائم ڪري رهائش به اختيار ڪئي.

References:


- McIntosh, Jane (2008). The Ancient Indus Valley: New Perspectives. p. 46.
- Parpola, Asko; Parpola, Simo (1975). "On the relationship of the Sumerian toponym Meluhha and Sanskrit mleccha", Studia Orientalia, 46: 205—238
- Jesper Eidema, Flemming HØjlundb (1993). "Trade or diplomacy? Assyria and Dilmun in the eighteenth century BC". World Archaeology. 24 (3): 441—448.
- *https://www.bbc.com/news/science-environment-22596270*
- Donald. Hawley (1970). The Trucial States. London: Allen & Unwin. p. 27.
- *https://iranicaonline.org/articles/maritime-trade-i-pre-islamic-period*
- Kenoyer, Jonathan Mark. The Indus Valley Tradition of Pakistan and western India, Journal of World Prehistory, volume 5, pages331—385 (1991)
- Frenez, Dennys. The Indus Civilization Trade with the Oman Peninsula, In the Shadow of the Ancestors. The Prehistoric Foundations of the Early Arabian Civilization in Oman, Ministry of Heritage and Culture, Sultanate of Oman, 2018 (PDF) pp:385-396
- Frenez, Dennys. The Indus Civilization Trade with the Oman Peninsula, In the Shadow of the Ancestors. The Prehistoric Foundations of the Early Arabian Civilization in Oman, Ministry of Heritage and Culture, Sultanate of Oman, 2018 (PDF) pp:385-396
- Age-old ties between Oman and Pakistan, Times of Oman, 14 Aug 2018 *https://www.pressreader.com/oman/times-of-oman/20180814/282020443128731*
- Age-old ties between Oman and Pakistan, Times of Oman, 14 Aug 2018
- Artefacts show Indus Valley, Omani civilisation contact, December 25, 2017

*https://timesofoman.com/article/124618*

- Anchi Hoh. Ancient Oman: Archaeological Digs and Historical Discoveries in the Sultanate of Oman. May 16, 2018
- Gensheimer. T. R. (1984). "The Role of shell in Mesopotamia : evidence for trade exchange with Oman and the Indus Valley". Paléorient. 10: 71—72.
- *https://blogs.loc.gov/international-collections/2018/05/ancient-oman-archaeological-digs-and-historical-discoveries-in-the-sultanate-of-oman/*
- *https://economictimes.indiatimes.com/news/international/world-news/excavation-in-oman-finds-link-to-indus-valley-civilisation/articleshow/36437670.cms*
- *https://www.business-standard.com/article/pti-stories/excavation-in-oman-finds-link-to-indus-valley-civilisation-114061200550_1.html*
- Frenez, Dennys. Michele Degli Esposti, Sophie Mery & Jonathan Mark Kenoyer, Bronze Age Salūt (ST1) and the Indus Civilization: recent discoveries and new insights on regional interaction, pp 107-124. Proceedings of the Seminar for Arabian Studies, Volume 46, 2016
- Bates, J. (1986). "Approaching rice domestication in South Asia: New evidence from Indus settlements in northern India". Journal of Archaeological Science. 78 (22): 193—201.

# سنڌي ڪهاڻيءَ جو جديد حوالو بادل جمالي

ڪهاڻي ڪنهن به واقعي يا حادثي جو تخيلاتي ۽ تصوراتي اظهار آهي. هونئن ڪو واقعو يا ڪنهن حادثي جو ٿيڻ ڪا وڏي ڳالهه ناهي، هر روز اسان جي آسپاس ڪو نه ڪو واقعو يا حادثو ٿيندو رهي ٿو. بلڪ ايترا واقعا ۽ حادثا ٿين ٿا جو ڪنهن به واقعي يا حادثي تي اسان جهڙوڪر سوچڻ ئي ڇڏي ڏنو آهي. خاص طور وبا جي هنن ڏينهن ۾ جهڙوڪر موت جي منڊ اچي وئي آهي. موت ايترو عام ٿي ويو آهي جو ان جي دهشت ۽ وحشت ختم ٿي وئي آهي. زندگي هڪ ائبسٽريڪٽ دور ۾ هلي رهي آهي؛ جنهن ۾ ڪنهن به وقت ڪجهه به ٿي سگهي ٿو. اسان مان ڪوئي به ڪنهن به وقت مري سگهي ٿو. يعني موت به ڪو وڏو حادثو ناهي رهيو. پر ڪهاڻي جو لکجڻ يقيناً وڏي ڳالهه آهي. ڇاڪاڻ ته ان ۾ زندگي آهي، ۽ اصل حسن زندگيءَ ۾ ئي آهي. بادل جمالي زندگيءَ جو ڪهاڻيڪار آهي. هن جي ڪهاڻين ۾ زندگي آهي. سندس ڪردارن وٽ مقصد آهن، جستجو آهي، ويچار آهن، سوچ آهي، حوصلا آهن، عزم آهي، ۽ هو زندگيءَ سان پيار ڪن ٿا. ڀلي جو اها زندگي ڪيتري زهر جهڙي به ڇو نه ٿي پوي؛ پر هو زندگيءَ سان پيار بلڪ عشق ڪن ٿا. زندگيءَ سان پيار جي ڪهاڻيءَ جو لکجڻ موت کان وڏو حادثو آهي. تاريخدان اهو ٻڌائيندو آهي ته "فلاڻ دور ۾ هيئن ٿيو هو." فلسفي ان جو سبب ٻڌائيندو آهي ان "ٿيڻ" جي پويان ڪهڙا ڪارڻ هئا؛ ڪهاڻيڪار ۽ شاعر نه صرف رونما ٿيل واقعن جي معروضيت کي لفظن جي تيز ۽ تکي ڌار سان ڇهن ٿا بلڪ انهن واقعن جو آڳر، پيڇو، اثر، نتيجا ۽ ايندڙ دور جي امڪاني پيچ ڊاهه کان به آگاهه ڪن ٿا. ان جي ڪري تخليقڪار کي تاريخدان توڙي فلسفي کان مٿانهون سڏيو ۽ سمجهيو ويو آهي.

تاج بلوچ لکيو هو، "تخليقي عمل، اصل ۾ فرد جي اندر کان ٻاهر، سفر جو نالو آهي. قلمڪار انساني فطرت جي بيتابين ۽

تضادن جي ادراڪ ڪانپوءِ ئي قبولڻ جوڳو بڻجي ٿو. ۽ لکيل حرف کي وقار بخشي ٿو. سول سوسائٽيءَ ۾ سڃاڻپ ۽ خاص رتبي تي پهچڻ لاءِ جاکوڙي ٿو. هن جي سڃاڻپ ۽ اعليٰ پَدُ اصل ۾ انجي سماج جي لاهين چاڙهين جو عڪاس هجي ٿو. روايتي سنڌي ڪهاڻي/افسانو ننڍي ڪنڊ ۾ بالزاڪ، موپاسان، چيخوف، اوهينري، منشي پريم چند ۽ ٻين وڏن لکارين جي تسلسل ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو. نادر بيگ مرزا پهريون ڪهاڻيڪار آهي جنهن ڪهاڻيءَ جي نيٽ ورڪ ۾ فني باريڪين ۽ جزئيات جي اهميت کي اجاگر ڪيو. ۽ سنڌي سماج جي اٿل پٿل کي نمايان ڪيو. ۽ هڪ نئين انداز سان پنهنجي معاشري جي هاڪاري ۽ ناڪاري قدرن کي چٽيو."

نادر بيگ مرزا کان بادل جمالي تائين سنڌي ڪهاڻيڪارن جي چڱي خاصي فهرست بڻجي ٿي، پر انهن ڪهاڻيڪارن جو انگ ٿورو آهي، جن پنهنجي ڊڪشن، اسلوب، ٻولي، مڪالمن، موضوعن، منظرنگاري، ٽريٽمينٽ ۽ پيشڪش جي آڌار پنهنجي الڳ سڃاڻپ جوڙي آهي. بادل جمالي انهن ٿورڙن ڪهاڻيڪارن مان آهي؛ جن جي لکڻ جو انداز، ڊڪشن، ٽريٽمينٽ ۽ پيشڪش الڳ آهي. گهڻو ڪري هو ڪهاڻيءَ کي هورڙيان هورڙيان ڪلائيمڪس طرف کڻي وڃي ٿو. جنهن سبب سندس ڪهاڻيون گهڻو ڪري ڊگهيون هونديون آهن. جنهن لاءِ بادل جمالي لکيو آهي ته "ڪهاڻيءَ جي ڊيگهه ۽ ويڪر کي ڪنٽرول ڪرڻ ليکڪ جي وس ۾ نه هوندو آهي. ڪهاڻي وڻ جي مثل هوندي آهي. ڪي وڻ قد ۾ ننڍا ۾ ٿلها ۽ ويڪرا هوندا آهن، جيئن انب جو وڻ، ٻير جو وڻ، ٻيا وري ٿلهاءِ ۾ سوڙها، اوچائيءَ ۾ تمام ڊگها هوندا آهن، جيئن بيد مُشڪ جو وڻ. ڪهاڻيءَ کي زوريءَ گهٽي، ننڍي ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي، ته اها ٻندري، گُڏِي ۽ ڊيندڙي ٿي پوندي. ان جو قدرتي حُسن مارجي ويندو."

بادل جمالي جي هن پئراگراف مان لڳي ٿو ته هو ڪهاڻيءَ کي "بونساءِ" ڪرڻ جي حق ۾ ناهي. هر 'جينئن' تخليقڪار ڪنهن به قسم جي "بونساءِ" جي خلاف ئي هوندو. "بونساءِ" عالمي ادب جو موضوع آهي. بونساءِ هڪ ٽيڪنيڪ آهي، جيڪا 1970ع ڌاري جاپان ۾ شروع ٿي، جنهن تحت وڏن وڻن جون پاڙون ڪٽي ڪتري انهن کي ننڍڙين ڪونڊين ۾ رکيو ويو ۽ ٻڙ، ٽالهي، سرينهن ۽ نم جهڙا اجگر وڻ به ڊيندڙا ٿي ڪونڊين ۾ قيد ٿي ويا. اخلاق انصاري "بونساءِ" ڪهاڻي لکي فرد جي وجود جي نفسياتي قيد

خاني ڏانهن اشارو ڪيو هو، ۽ بادل جمالي جي متئين پئراگراف ۾ "ڪهاڻيءَ جي بونساءِ" ڏانهن اشارو آهي، جيڪا ڳالهه بادل جمالي جي ڏاهپ جو دليل آهي. منهنجي سامهون بادل جماليءَ جون 9 ڪهاڻيون آهن. جن جا عنوان هي آهن.

1. امان وڏي
2. ارڏايون عشق جون
3. پرينءَ جي پڳهار
4. پُلصراط جو سفر
5. منل هليو ميلي تي
6. پلانڊ
7. نفيس خواب ريشمي خواهشون
8. گُري گُوندر ول جي
9. چونئري تي چٽنگ

هنن مان هر ڪهاڻي هڪ 'ماسٽر پيس' آهي. هر ڪهاڻيءَ جا ڪردار زندگيءَ سان پيار ڪن ٿا. هر ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ڪائنات آهي. جنهن جي پنهنجي سونهن آهي، رنگ آهن، حسن آهي، خوشبوءِ آهي، ۽ مهڪار آهي. بادل جمالي جي ڪهاڻين جو ٻيو مجموعو "سنگرام" به هو، جنهن ۾ ڪل 13- ڪهاڻيون ڏنل هيون. جن ۾ 1- ٻورو گلاٽي، 2- نباهه، 3- جيون جي زنجيرن ۾ جڪڙيل شخص، 4- سمنڊ تي وسندڙ ڪڪريءَ ۾ ڪتل اڪيون، 5- سڪون جي تلاش، 6- ويچارو انسان، 7- گهگهه اونداهيءَ ۾ ڪسجي ويل ٿارچ، 8- نوابي، 9- خواب نٽا نيٽن ۾ ماپن، 10- سنگرام، 11- هلندي هلندي، 12- هو جيڪو ستري نه سگهيو، 13- ڪُتيرو.

سنگرام جي پهرين ڪهاڻي 'ٻورو گلاٽي' ٻهراڙيءَ جي ماحول ۾ لکيل آهي. بلڪ جيڪڏهن ائين چئجي تڏهن به غلط ڪونه ٿيندو ته ٻهراڙيءَ جي ماحول جي ڪهاڻيءَ کي جتي نسيم کرل چڏيو هو؛ اتان بادل جمالي اڳتي کنيو آهي. ساڳي ٻوليءَ جي حسناڪي، ساڳيو مڪالمن جو مها ساگر، ساڳي ڳوناٽي منظر نگاري پر پيشڪش الڳ، لهجو الڳ، ٽريٽمينٽ ڌار. بادل جماليءَ ڳوناٽي ڪهاڻيءَ کي جدت عطا ڪئي آهي. ساڳيءَ ريت سندس ٻي ڪهاڻي خفتي به ڪمال جي ڪهاڻي آهي. جنهن ۾ رڇ ڪتي جي ٻچ جو احوال ڏنل آهي، ۽ ڪتي جي تعريف ٻڌڻ ڪانپوءِ شاهه صاحب اهو ڪتو وٺڻ لاءِ ان جي مالڪ دلو لوهر وٽ وڃن ٿا، پر خفت جي اصولن جي خلاف ڪتو جو ملهه

لڳائين ٿا جنهن تان دلو لوهر ڪاوڙجي پئي ٿو ۽ سندس غير موجودگيءَ ۾ شاهه پنهنجي ڪمدار لاهوتيءَ سان گڏ لوهر جو ڪتو ڪاهي ٿا وڃن تہ دلو لوهر بندوق کڻي سندن پويان لڳي ٿو ۽ ڪاوڙ ۾ اچي ڪتي تي فائير ڪري ان کي ماري ڇڏي ٿو. بادل جماليءَ جي هيءَ ڪهاڻي "خفتي" نسيم کرل جي "پهرين مراد" جو نئون جنم آهي. جنهن ۾ هو چوريءَ جي پوري مينهن کُهي پيري تي آيل پاڳين کي ڪارائي ٿو. پر مينهن جي چوري نئو باسي جو اها سندس "پهرين مراد" يعني پهرين چوري هئي. اهي چوراڪاري جا اصول هئا؛ جن تي نسيم کرل قلم کنيو هو. "خفتيءَ" ۾ بادل جماليءَ ڪتن جي شوقينن جي اصولن جي ڳالهہ کي مرڪز بڻايو آهي؛ هو ڪتو ماري ڇڏي ٿو، پر پئيسن عيوض ڪتو نٿو ڏئي. بادل جي ڪهاڻي پورو ڳلاڻي بہ ڪلاسيڪل ڪهاڻي آهي؛

"فيصلي جي خبر مون کي ڪانهي. باقي تو تہ مڪڻ مان وار ڪڍي ڇڏيو! ٽن هزارن جي اٺ جا ٽي هزار پُنگ ٻڌي ويٺو آهين- ٽي هزار ڏيئي مالڪ نئون اٺ نہ وٺي اچي."

اها لوڪ ڏاهپ آهي، اها ڳوٺاڻي دانائي آهي، جنهن ڏانهن بادل جماليءَ اشارو ڪيو آهي.

منهنجي سامهون بادل جماليءَ جي پهرين ڪهاڻي "امان وڏي" ڳوٺاڻي ماحول جي هڪ ڪلاسيڪل ڪردار تي لکيل آهي. اهڙا ڪردار سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ اڄ بہ موجود آهن؛ جيڪي سراپا نيڪي آهن. هن ڪهاڻيءَ جو هيءُ ڊائيلاگ زندگيءَ جي پرپور حسناڪي ۽ باوقار موت جو دليل آهي.

"رب منهنجا، موت بر حق آهي، مرڻ کان انڪار ڪونهي، مالڪ سائين، هڪڙو منهنجو عرض ضرور اگهائجانءِ، مون کي اِن ڳُڙدن واري بيماريءَ کان بچائجانءِ!!"

هن جملي ۾ لڪل زندگي، خودداري ۽ وقار لاءِ انسيت اهڙئي محسوس ڪري سگهي ٿو؛ جنهن باوقار طريقي سان زندگي گهاري هوندي. هن ڪهاڻيءَ جو مرڪزي ڪردار "امان وڏي" سموري خاندان جي مخالفت توڙي ناراضگي برداشت ڪري بہ هڪ اگهي جي مدد ڪري ٿي. اهو جذبو ئي اصل ۾ زندگيءَ سان پيار ۽ انسانيت جي مرندڙ تصور ۾ صورِ اسرافيل آهي. هن ڪهاڻيءَ جو مرڪزي ڪردار "امان وڏي" پنهنجي شفيق، ٻاجهاري، نيڪ ۽ انسان دوست طبيعت سبب سموري ڳوٺ ۾ مشهور آهي. هوءَ پلي پار جي زيارت لاءِ گڏ ڪيل پئسا ڳوٺ جي هڪ

عورت جي مريض پٽ جي اعلاج لاءِ ڏئي ڇڏي ٿي، توڙي جو ان تي سندس پٽ، ننهرون ويندي ڏيئرون بہ ڪاوڙجن ٿيون، پر هوءِ غريب جي مدد ڪري ٿي. حقيقت ۾ وڏي ثواب جو ڪم اهوئي آهي تہ ڪنهن جي جان بچائي وڃي. اهو هڪ ڪائناتي سچ بہ آهي تہ خدا کي پنهنجي مخلوق تمام گهڻي پياري آهي، ۽ تصوف ۾ تہ "الخلق عيال الله" يعني مخلوق خدا جو خاندان آهي؛ تائين چيل آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ انسان دوستيءَ جو هڪ اهڙو مثال قائم ڪيل آهي، جنهن تي عمل ڪري انسانيت کي عظمت جي معراج تائين پهچائي سگهجي ٿو. ڪهاڻيڪار پنهنجي فن وسيلي انسانيت جي اهڙي خدمت جو درس ڏئي سچ تہ سماج کي نئين رستي تي آڻي ٿو، جنهن ۾ فلاح ۽ بهبود آهي. بادل جمالي اهڙي ڪهاڻي لکي جس لهڻو. هن درست انداز ۾ هڪ ڪلاسيڪل ڪردار کي ڪهاڻيءَ ۾ آندو آهي.

سندس ٻي ڪهاڻي "ارڏايون عشق جون" بہ ڪمال جي آهي. هر جملو ڪوٽ ڪرڻ جهڙو آهي،

"ڇا محبت بہ گهُري وئبي آهي سر؟ محبت کي تہ پنهنجي الڳ لينگويئج هوندي آهي. اکين جي پُتلين مان، ساهن جي ٻي ترتيبيءَ مان، بدن جي ٻي چينيءَ مان ۽ چپن جي ڇُر پُر مان ان کي پڙهي ٿو سگهجي. بشرطيڪ، ايتري گهرائيءَ ۾ وڃڻ جي ڪنهن ۾ صلاحيت بہ هجي!"

هيءَ ڪهاڻي بنيادي طور تي شهري ڪلچر جي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ پي ٽي وي ۾ نوڪريءَ لاءِ لکت جو امتحان ڏيڻ لاءِ ايندڙ ڇوڪريءَ کي ٿوري دير سان پهچڻ امتحان هال ۾ پهچڻ تي اتان جو انچارج امتحان ڏيڻ جي اجازت نٿو ڏئي تہ امتحان ڏيندڙن مان هڪ نوجوان اٿي بيهي ٿو ۽ دليلن سان انچارج کي مجبور ڪري ٿو تہ هو ڇوڪريءَ کي امتحان ۾ ويهڻ ڏئي ۽ آخر هو ان کي اجازت ڏئي ٿو. ڇوڪريءَ کي ان جو اهو عمل وڻي ٿو ۽ هوءِ سندس ٿورا مڃڻ چاهي ٿي پر هو پيپر ڏئي هليو وڃي ٿو؛ پر آخرڪار هوءِ پنهنجي محسن کي ڳولهي لهي ٿي. ساڻس ملي ٿي، سندس خيالن کان متاثر ٿئي ٿي، ساڻس شادي ڪرڻ گهري ٿي. پر سماج جو طبقاتي فرق سامهون اچي ٿو. آخر شينا(ڪهاڻيءَ جي هيروئين) جو پروفيسر پيءُ هنن شرطن تي نڪاح ڪرڻ تي راضي ٿئي ٿو تہ،

1 شاديءَ لاءِ ڪابہ روائتي خوشي ڪانہ ملهائبي، ڄڃ ڪانہ ايندي.

2 گهوٽ سان گڏ، نڪاح لاءِ فقط مولوي ۽ ٻہ شاهد ايندا.

3 نڪاح، رات يارهين ڪان پوءِ لوڊشيڊنگ دوران ٿيندو. ڪابہ روشني نہ ٿيندي."

سب شرط مڃجن ٿا. پر نڪاح پوڻ ڪانپوءِ پروفيسر ڪي دل جو دورو پوي ٿو ۽ نڪاح پڙهندڙ مولوي ئي سندس نبض چڪاسي "اناالله" پڙهي ٿو.

فڪري لحاظ کان هيءَ ڪهاڻي سماج ۾ موجود طبقاتي فرق تي زبردست تنقيد آهي. بلڪ "سوڪالڊ وڏماڻهائپ يا وڏ گهرائي" تي چٿر آهي ئي پر هن ڪهاڻيءَ ۾ اهڙي رويي جي شڪست به ڏيکاريل آهي، جيڪا ڪهاڻيءَ کي مٿي ڪڍي ٿي.

ڪهاڻي "پرينءَ جي پڳهار" هڪ درد ڪٿا آهي. جنهن ۾ بادل جمالي درد کي پوکيو آهي. جيڪو پڙهندڙ جي دل ۾ هوريان هوريان ڦٽي ٿو ۽ آخر درد جو درخت بڻجي پڙهندڙ کي پنهنجي ڇانو ۾ ويهاري ڇڏي ٿو. هيءَ ڪهاڻي پڙهندي ڪيئي پيرا اکين جون پنبڻيون پنيون آهن هيءَ هڪ اهڙي نوجوان جي ڪهاڻي آهي. جيڪو متاثرڪ پاس آهي. ۽ شهر جي ڪنهن اسپتال ۾ گارڊ آهي، هو اسپتال جي هڪ نرس سان اکيون چار ڪري ويهي ٿو، پر ڳوٺ سندس پيرسن پيءُ ماءُ ۽ ڀينرون سندس رستا ڏسن ٿيون ته هو ايندو ۽ ڪجهه ڏيندو ته جيئن گهر جو گاڏو گڙي. هو ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڳوٺ اچي ٿو، پر پيءُ کي گهٽ پئسا ڏئي ٿو ۽ ابتو ڪاوڙ ۾ ڪو طعنو به ڏئي ٿو وڃي، جنهن تان دل شڪستو ٿي سندس پيءُ اهي پئسا هڪ خط سان گڏ سندس ئي ٿيلهي ۾ رکي ٿو ڇڏي هو جڏهن شهر پهچي ٿو ته ٿيلهي ۾ پئسن خط به ڪيس ملي ٿو؛ جنهن جو لفظ لفظ درد جي دانهن آهي. "پرين پٽ ٽن مهينن کان پوءِ خير سان آيو آهين. اسان اهو وقت هڪڙو هڪڙو ڏينهن ڳڻي، تنهنجي انتظار ۾ گذاريو آهي. اسان جي لاءِ تون "انڌي جي لٺ" آهين. معصوم ٻارن وانگر، هر ڳالهه ۾ توڏانهن ٿا ڏسون توکان ئي ٿا گهرون...... اڄ خبر پئي ته اسان جي ڪري تون پنهنجين خواهشن جي نڙيءَ تي لت ڏيو بيٺو آهين. ننڍين ننڍين شين لاءِ به پاڻ کي سڪائين ٿو. اسين توکي ڳجهن وانگر پٽيندا ٿا رهون.....!! اهو ٻڌي، سچ پچ ته اسان پنهنجي نظرن ۾ ئي ڪِري پيا آهيون. بيشڪ تون اسان کي پالين ٿو. ڪارائين پيئارين ٿو. تنهنجو اهو احسان لاهي نٿا سگهون. پر پٽ، احسان جي بدلي، ماءُ پيءُ کي پادر ۾ پاٽي ته نه پيئار.....!!! دل تي پٿر رکي، تنهنجي ڏنل رقم، واپس ڪيون پيا. پلي تون پنهنجا شوق پورا ڪر. عمده وڳا پاءِ، پلا بوٽ پاءِ، ٽچ موبائل ڪٺي گهر. اِها غربت، بک ۽ بيماريون ننڍي لاڪون اسان کي ورثي ۾ مليون آهن، پيا اِنهن سان ڳڻ ڏيندا سون. شال سدائين سکيو ستابو هجين، ڪڏهن ڪوسو

واڳ نہ لڳي ٿي. اسان جي دعا اِها اٿئي پرين. فقط تنهنجو بابا.“ نوجوان خط پڙهي ترت ڳوٺ موٽي ٿو پيءُ کان معافي وٺي ٿو، پيءُ پٽ کي راضي ڏسي ان ٿي ڏينهن سندس سوٽ سان شادي ڪرائي ٿو ڇڏي جنهن ۾ هو راضي تہ نہ هو، پر انڪار نہ ڪري سگهيو. ڪهاڻي پنهنجي اصل ڪلائيميڪس يعني ”درد جي معراج“ تي ان وقت پهچي ٿي جڏهن اها ڇوڪري پنهنجا ڏينهن پورا ڪري سُور ڪائي ٿي ۽ نوجوان کي شهر مان موڪل نٿي ملي جيئن تيئن ڪري موڪل وٺي هو جڏهن ڳوٺ جي اسپتال ۾ پهچي ٿو تہ سندس گهرواري غلط آپريشن يا ڊليوري جي ڪنهن بي ڪامپليڪيشن سبب فوت ٿي وڃي ٿي ۽ آپريشن ڪري ڪڍيل ٻار بہ گذاري وڃي ٿو. پر پئسا پورا نہ ڏيڻ سبب اسپتال جي انچارج کين لاش نٿي ڏئي. نوجوان پئسا انچارج کي ڏئي ٿو ۽ چويس ٿو، ”آئون“ زينب جو مڙس آهيان مئڊم. هي اوهان جي بل جا باقي پئسا...پئسا ڳڻي ”نيڪ“ ڇڻي مئڊم دراز ۾ رکيا. هو وڃڻ لاءِ مڙيو تہ پويان آواز آيس:

”انتهائي لاپرواھ ۽ غير ذميدار ماڻهو آهيو اوهين ڳوناڻان...... مريضہ کي اٿجاڻ داين هٿان پَٿائي. ڦَٿائي، مرٿينگ ڪري پوءِ ڪٺي ٿا اچو اسان وٽ . تہ هاڻي بچايوس، وقت تي پهچايوس ها، تہ بچي نہ پوي ها؟ جڏهن پالي نہ ٿا سگهو، تہ پوءِ ڄڻيو ڇو ٿا...اوهان بلڪل درست فرمايو آهي مئڊم.. اسان ۾ ٿورو بہ شعور هجي ها، تہ پنهنجيءَ عورت کي ڪنهن ساک واريءَ اسپتال ۾ داخل ڪرايون ها، جتي ماءُ سان گڏ ٻار بہ بچي پوي ها. اسان وڏي بيوقوفي ڪئي، جو ڪوس گهر کي اسپتال سمجهي، پنهنجي مائيءَ کي ڪاسائيءَ حوالي ڪري، هٿن سان مارايوسون......!هو ڳالهہ پوري ڪري، هليو بہ ويو. پر مئڊم اجان تائين دروازي ۾ اکيون وجهي، بي حس و حرڪت ويٺي رهي. جهڙوڪر ڪنهن ڪانئس ڇُرڻ پُرڻ واري طاقت ڦُري، کيس بي جان بت بنائي ڇڏيو هجي...!“

حقيقت ۾ هيءَ هڪ وڏي ڪهاڻي آهي، ڇاڪاڻ تہ هيءَ غريب طبقي جي هر گهر جي ڪهاڻي آهي. هڪ رپورٽ موجب اسپتالن ۾ دير سان پهچڻ ۽ ڊليوري ڪامپليڪيشن تحت هر سال رڳو سنڌ ۾ هڪ لک ٻارن مان 224 ٻار يا انهن جون مائرون ڊليوري ڪامپليڪيشنس جي ڪري موت جي منهن ۾ هليون وڃن ٿيون، بلوچستان ۾ اهو انگ 298 آهي. بادل جمالي نہ صرف هڪ اهڙي مسئلي تي ڪهاڻي لکي آهي، بلڪہ ان جا سبب پڻ ڄاڻايا آهن، جن مان لڳي ٿو تہ هو هڪ سجاڳ ڪهاڻيڪار آهي، جيڪو نہ صرف ڪهاڻيون لکي ٿو بلڪہ هو سماج جو گهرو اڀياس پڻ ڪري ٿو.

بادل جمالي جي ڪهاڻي "پُلصراط جو سفر" بہ ڪمال جي ڪهاڻي آهي. جنهن ۾ هڪ ڳوناڻو پنهنجين نياڻين کي تعليم ڏيارڻ واسطي ڪين ڪراچيءَ ۾ سيٽل ڪري ٿو ۽ هو پاڻ سعودي عرب وڃي ڪمائي ٿو. هن جون ٽي نياڻيون آهن جن مان ريشم سينيءَ کان ننڍي هئي. جيڪا هنڌ هنڌ "چائلڊ سيڪس ابيوز" جو شڪار ٿئي ٿي. ڪٿي ڪيس ڪلاس فيلو تنگ ٿو ڪري تہ، ڪٿي مولوي تہ ڪٿي دڪاندار ۽ ڪنڊيڪٽر. هوءَ اهي سڀ شڪايتون اچي پنهنجي ماءُ کي ڏئي ٿي، جيڪا کيس سمجهڻ بدران ابتو مٿس ئي الزام ڌري ٿي ۽ پنهنجي وڏيءَ ڌيءَ کي چوي ٿي:

"مائي هن جون ڏانهون ڏڍي ڏڍي، منهنجا تہ ڪن پچي پيا آهن. اهڙي پڙهائيءَ کان تہ جهالت ڀلي. جو ماڻهو گهر ۾ عزت سان تہ ويٺو هوندو."

جيڪا کيس ورندي ڏئي ٿي تہ:

"اِها تہ هن جي سچائي آهي جو هر ڳالهہ تو تائين پهچائي ٿي. توڪانــواءِ ڪهڙا هن جا چاچا ماما هتي ويٺا آهن، جيڪي هن جو داد ڪندا؟ تون تہ هن کي شاباشي ڏي، جو وڙهي جهڙي بہ پنهنجي آبرو بچائي ٿي اچي. اڄ ڪلهہ تہ ٽي ويءَ تان، اخبارن ۾، معصوم ٻارڙين سان ٿيندڙ زيادتين جون خبرون روز ٿيون اچن، جن مان ڪيترين کي قتل بہ ڪيو ٿو وڃي. معصوم ٻارڙيون، صبح شام ڏڪندڙ قدمن سان پُلصراط تان سفر ڪري، علم حاصل ڪرڻ اچن وڃن ٿيون. ۽ گهر پهچڻ تائين ساهہ مُٺ ۾ هوندو اٿن، تہ خبر ناهي ڇا ٿئي!"

هيءَ بہ هڪ سماجي حقيقت تي ٻڌل ڪهاڻي آهي: جنهن ۾ سماجي پستيءَ ڏانهن اگر ڪنئي وئي آهي تہ فرد معاشي ۽ سماجي مسئلن سان منهن ڏيندي ڏيندي ايڏو تہ ٿڪجي پوي ٿو جو هو پنهنجي ذميوارين کي وساري ويهي ٿو. هن ڪهاڻيءَ ۾ نياڻين جي نفسياتي، اخلاقي توڙي جنسي مسئلن تي مدبرانہ انداز ۾ قلم کنيو ويو آهي. هن موضوع تي بادل جماليءَ جي هن ڪهاڻيءَ کان اڳ شايد ئي ڪنهن قلم کنيو هجي. "چائلڊ سيڪس ابيوز" هڪ عالمي مسئلو آهي. دنيا جي ادب ۽ آرٽ ۾ ان تي گهڻو ڪم ٿيو آهي، پر سنڌيءَ ۾ ان تي تمام گهٽ لکيو ويو آهي. بادل جمالي ان ٻرندڙ اشو تي دانشمندانہ انداز ۾ قلم کڻي علم ۽ قلم جي حرمت کي وقار بخشيو آهي.

هن ڪتاب ۾ موجود هڪ ٻي ڪهاڻي "منل هليو ميلي تي" آهي، جيڪا هڪ درد جو داستان آهي. منل ٻن معصوم ٻارڙين جو پيءُ آهي، جيڪو ماءُ

سان رهي ٿو جو ڪين سندن پيءُ گهران ڪڍي ٻي شادي ڪري ڇڏي آهي. هو ڳوٺ جي پرسان لڳندڙ ساليانِي ميلي تي وڃڻ جي خواهش ۾ ڀهريان ڳوٺ مان نڪرندڙ گاڏي تي سوار ٿيڻ جي ڪوشش ڪري ٿو، پر وٽس ڪرائي جا پئسا ناهن ۽ هو گاڏيءَ جو پويان پنڌ ڊوڙندو وڃي ٿو. جيسيتائين ڪچو رستو هو تيسيتائين ته هو گاڏي جي ڪڍ ڊوڙي ٿو. پر پڪي روڊ تي ايندي ئي گاڏي تيزي، سان نڪري وڃي ٿي ۽ هو سهڪندو سهڪندو پيرين پنڌ ميلي تي پهچي ٿو. مٿل وٽ ڪجهه به نه هو ان ڪري هو ڪابه شئي خريد نٿو ڪري سگهي ابتو ڪڏهن رانديڪن جي دڪان تان ته ڪڏهن مٺائيءَ جي دڪان تان ته ڪڏهن وري سرڪس تان دڙڪا ٻلڪ مار کائي ٿو. ميلي تي ئي هو پنهنجي پيءُ کي ويڳڻ پائرن سان گڏ مٺائي کائيندي ڏسي ٿو. پر سندس پيءُ هٿ جي اشاري سان ئي کيس پري رهڻ جو چوي ٿو ۽ پيءُ جي اهڙي رويي جو ڏک ڪٿي هو اڳتي نڪري وڃي ٿو. هو ميلي ۾ موجود هر لمحي هڪ ڪرب مان گذري ٿو. آخر مايوس ٿي واپس موٽي ٿو ۽ سوچي ٿو:

"ماڻهو ڏس ته شيون وٺن پيا، کائن پيا، گهر لاءِ به ٻڌرائن پيا. آئون پري کان ڏسي ڏسي، اندر ۾ ڪتر ٿيندو رهيس. هيڏي ساري ميلي مان، پيو ته نهيو، پنهنجي معصوم ڀيڻن لاءِ، نديڙي گڏي به نه آڻي سگهيس..."

گهر ۾ پهچندي ئي نندڙيون ڀيڻيون کيس چنبڙي پون ٿيون، جيئن تيئن ڪري هو انهن کي دلاسا ڏئي مطمئين ڪري ٿو ۽ ماءُ کي زور ڏيڻ لاءِ چوي ٿو جو هو گهڻو ٿڪجي پري ٿو ۽ کيس بخار اچي وڃي ٿو. ڪهاڻي جي پڄاڻي يا انتها ڏاڍي ڏکوئيندڙ آهي. بلڪ سچي ڳالهه اها آهي ته هيءُ ڪهاڻي پڙهندي الائي ته ڪيترا ڀيرا اکين جون ڀنبڻيون پسيون آهن. درد جي اهڙي چٽي تصوير ڪڍڻ تي بادل جمالي جس لهڻو.

"بخار ۾ ٻرندڙ پٽ کي زور ڏيندي هٿ سندس پيرن تائين پهتا، ته ڦلوڪڻ جي تازن زخمن تي نظر پوندي ئي، هانءُ ڦسي پيس. ڏوڙيل پيرن تي چميون ڏيندي، هوءُ پاڻ به سڏڪن ۾ ٻڏي ويئي..."

بادل جي اڳئين ڪهاڻي "پلانڊ" پڻ هڪ خوبصورت ڪهاڻي آهي؛ جنهن ۾ هڪ ننڍڙو ٻارڙو پنهنجي نندڙي ڀيڻ سان گڏ هر هفتي لڳندڙ پڙيءُ تان موٽندڙ گاڏين ۾ پنهنجي پيءُ کي ڳولهي ٿو، جيڪو ڪين نٿو ملي، ڇاڪاڻ ته سندن پيءُ جو سعوديءَ ۾ ايڪسيڊنٽ ٿيو هو، جنهن کي اتي ئي دفنائي ڇڏيو هئائون. پر ٻارڙي کي ان حقيقت جي خبر نٿي ٻڌائي وڃي. آخر هڪ موالي کيس ٻڌائي ٿو ته تنهنجو پيءُ واپس نه ايندو جو اهو

پڙي، تي ويو ئي نہ هو هو تہ مڪي ۾ ايڪسيڊنٽ ۾ فوت ٿي ويو ۽ ھن
کي اتي ئي دفنائي ڇڏيائون. ٻارڙو پنھنجي ننڍڙي پيءَ سان گڏ ڏک ۾
وڃي وڃي ٿو ۽ گھر اچي پنهنجي ڏاڏي کان حقيقت معلوم ڪري ٿو:
جيڪو ڪيس چوي ٿو موالي ڪوڙ ٿو ڳالهائي. جنھن تي ٻارڙو پاڻ ئي ذهن
۾ سوچي ٿو تہ پوئي پڪ سندس پيءُ کي ان موالي، قتل ڪيو آهي، ۽ هو
ان جو پلاند موالي کان وٺڻ لاءِ گھران ننڍڙي ڪھاڙي کڻي ٿو ۽ هوٽل تي
ويٺل موالي تي وار ڪري ٿو. جتي سندس مامون ڪيس جلدي، ۾ سنڀالي
وٺي ٿو ۽ کڻي وٺي ٿو ۽ ڪيس چوي ٿو،
"هي ڇا ڪيو ائٿي چريا.....!"
رياض دڙڪو ڏيئي جوجي، کي چيو.
"هاڻي پوليس اچي ٻڌي کڻي ويندئي."
"پوليس چو ٻڌندي ماما، مون ڪو جهيڙو تہ ڪونہ ڪيو."
"پو، موالي، کي رت ۾ ڳاڙهو ڪنهن ڪيو؟"
"الائجي، مون تہ پنهنجي جاني بابا جو پلاند ڪيو آهي...!!!"
هن ڏاڍي اطمينان سان جواب ڏنو.
هن ڪهاڻي، ۾ پڻ هڪ درد ۽ ڪرب آهي. جنهن کي بادل جمالي،
تمام خوبصورت انداز سان بيان ڪيو آهي.
سندس ڪهاڻي "نفيس خواب ريشمي خواهشون" آهي; جيڪا پڻ
بهترين ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ هڪ هندو ڇوڪري، جو مسلمان ڇوڪري
سان پيار ڏيکاريو ويو آهي، جيڪي پاڻ ۾ شادي ڪرڻ چاهين ٿا. پر سماجي
بندشن سبب شادي نٿا ڪري سگهن ۽ انجلي جا والدين راتو واه هن جي
شادي هڪ غريب پڪوڙائي سان رڳو ان ڪري ڪرائين ٿا جو اهو هندو
هو، ۽ انجلي سان پيار ڪندڙ ڪامران بلوچ مسلمان هو. انجلي ۽ ڪامران
جي وچ ۾ معصوم پيار جنم وٺي ٿو،
"ڪامران رازداري، واري انداز ۾ پڇيس:
"پوءِ ڇا ڪندي ڀڳوان کان ڇا گهريو ائين؟"
"منوڪامنا." هن بہ ساڳئي رازدارانہ انداز ۾ چيو.
"منو ڪامنا؟ اها ڪهڙي شيء آهي؟"
"من جي مراد."
"اڇا، من جي مراد...... اُن ۾ ڇا؟"
"اهو ڀڳوان ۽ انسان جي وچ ۾ سيڪريٽ آهي، جيڪو ڪنهن ٻئي
سان شيئر ڪري نٿو سگهجي."

هيءَ ڪهاڻي بنيادي طور تي سماج ۽ مذهب جي وچ ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ اهڙي صورتحال جي ڪٿا آهي، جنهن جو شايد اڃا ڪوبہ حل ناهي آيو. اهڙو حل هن ڪهاڻيءَ ۾ بہ موجود ناهي. ڇاڪاڻ تہ بادل جمالي بنيادي طور تي "سوشل ريئلزم" جو ڪهاڻيڪار آهي ان ڪري هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪا بہ تبليغ، تبصرو يا نتيجو ناهي ڏنو. مون اڳ بہ لکيو هو تہ وڏا ڪهاڻيڪار ڪهاڻين جي نتيجي ڪي پڙهندڙن تي ڇڏيندا آهن. بادل جمالي لاشڪ تہ وڏو ڪهاڻيڪار آهي، جنهن لڳ ڀڳ هر ڪهاڻيءَ جو نتيجو پڙهندڙ تي ڇڏيو آهي.

سندس ٻي ڪهاڻي "ڳري ڳوندر ول جي" بہ انتهائي خوبصورت ڪهاڻي آهي؛ جنهن ۾ هڪ عورت ڪي ٿاڻي تي گرفتار ڏيکاريو ويو آهي، ۽ اتي شاهنواز نالي هڪ شخص جيڪو اتان جي ٿاڻيدار جو دوست آهي اهو اچي ٿو ۽ عورت ڪي ٿاڻي ۾ بند ڏسي ٿاڻيدار کي چوي ٿو تہ عورت ٻارن ٻچن واري ٿي لڳي ڇڏيوس تہ وڃي ٻارن سان ملي، جنهن تي ٿاڻيدار عورت ڪي اهو چئي ڇڏي ٿو ڏي تہ اها عورت آهي تہ ڏنڏي واري پر اوهان جي سفارش تي ڇڏيونس ٿا. هو ان عورت ڪي لفٽ ڏئي ٿو ۽ ڪيس حيدرآباد مان ڪوٽڙي اسٽاپ تائين پنهنجي گاڏيءَ ۾ ڪٺي اچي ٿو. رستي تي عورت ڪيس پنهنجي درد ڪٿا ٻڌائي ٿي تہ سندس مڙس پناڻ هو، جيڪو بہ ٽي سال اڳ وانا پنهنجي ماءُ سان ملڻ ويو هو، پر اتي مارجي ويو آهي، ۽ هوءَ ٽن نياڻين سان گڏ ٻڪن ۽ ڏکن ۾ رهي ٿي. عورت ڪي لفٽ ڏيندڙ شاهنواز ڪوٽڙي اسٽاپ تي ڊراپ ڪرڻ وقت ڪجهہ رقم ڏئي ٿو ۽ ڪيس ڪراچي اچڻ جو چويس ٿو. اها عورت ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ شاهنواز سان ملڻ لاءِ ڪراچيءَ اچي ٿي. اتي اچي ڪيس معلوم ٿئي ٿو تہ سکيو ستاب شاهنواز اڪيلو ٿو رهي ڇاڪاڻ تہ سندس گهرواري ڪنهن ڳالهہ تان ناراض ٿي ڪائنس خلع وٺي پنهنجي اڪيلي ننڍڙي ڪائنات ڪي بہ ساڻ وٺي هلي وئي آهي. ان عورت ۽ شاهنواز جي وچ ۾ ويجهڙائي ٿئي ٿي ۽ اها عورت ٻي ڀيري پنهنجين ٻارڙين ڪي بہ عيد جي شاپنگ لاءِ ڪراچي وٺي اچي ٿي. جن مان ننڍڙي نياڻيءَ ۾ شاهنواز پنهنجي ڪائنات ڪي ڳولهي لهي ٿو ۽ آخر هو ان عورت سان شادي ڪري پيءُ جي شفقت کان محروم ٻارڙين کي پيءُ جو پيار ڏئي ٿو. هيءَ ڪهاڻي بہ درد جو هڪ داستان آهي، جنهن ۾ بادل جمالي پنهنجي ڪهاڻيءَ جي ڪردارن کي درست معنيٰ ۾ درد مان نڪرڻ جو گس ڪڍي ڏئي ٿو. حقيقت ۾ ڪهاڻيءَ جي ڪردارن کي ڪهاڻيڪار جڏهن ڪنهن ڏيڻ مان ڪڍي جڏهن سنئين دڳ يا خوشيءَ جي

واٽ تي آڻي ٿو تہ هو جهڙوڪر سماج جي بهتريءَ ۾ پنهنجو حصو داخل ڪري ٿو. اهڙا ڪهاڻيڪار اصل ۾ "سوشل ريفارمسٽ" هوندا آهن. باڊل جمالي پنهنجين ڪيترين ئي ڪهاڻين ۾ سوشل ريفارمسٽ ٿي ڪري سامهون اچي ٿو.

ڪهاڻي "چونئري تي چڻنگ" وري هڪ اهڙي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ 'ٿور جاتي'/اقليت جي ماڻهن تي مقامي وڏيري جي ظلم ڪي موضوع بڻايو ويو آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ منظر نگاري ۽ ٻولي ڏاڍي خوبصورت آهي. خاص طور ڪهاڻيڪار ميگھواڙن جي ڏاٽڪي ٻوليءَ ۾ جيڪي مڪالما لکيا آهن انهن جو جواب ناهي. اهو هنر اسان جي گهڻن ڪهاڻيڪارن کان موڪلائيندو ٿو وڃي تہ جنهن ڪردار جي هو ڳالهہ ڪن ٿا ان جي ٻولي ۽ لهجو ان ڪردار لاءِ لکن. ڪجهہ سال اڳ انور ڪاڪا اهڙي ڪهاڻي لکي هئي جنهن ۾ هن ميگھواڙن جي ئي ٻوليءَ ۾ انهن جا ڊائيلاگ لکيا هئا. هاڻي هتي باڊل جمالي هن ڪهاڻيءَ ۾ ساڳي طرح انهن جي ئي ٻوليءَ ۾ سندن ڊائلاگ لکيا آهن. جيڪو هڪ سٺو ۽ سهڻو آرٽ آهي. نہ تہ عام طور ڪهاڻيڪار ائين نٿا ڪن: ان جو هڪ سبب اهو بہ آهي تہ اسان جا گهڻا ڪهاڻيڪار سماجي لسانيات کان واقف ناهن، ان ڪري هو صرف ادبي ٻوليءَ ۾ ئي ڪهاڻيون لکن ٿا. هوڻڻ تہ ائين گهرجي تہ جنهن بہ ڪردار جي ڳالهہ ڪجي: اها ان ڪردار جي پنهنجي ئي لب ۽ لهجي ۾ ڪجي. باڊل جماليءَ وٽ اهو هنر اوس موجود آهي. هن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ پاسي ڏاٽڪي ٻولي آهي تہ ٻئي پاسي منظرن جي سونهن بہ ڪمال جي آهي، مثال، "ٻئي ڳڏجي تازو پوڪيل ووٽن جي فصل جو جائزو وٺڻ لڳا.... ڪڙن جي ٻنهي پاسي، ڳرانٽ جيڏا ساوا ٻوٽا هوا ۾ جهومندي، ائين لڳي رهيا ها، ڄڻ ٻاراڻي اسڪول جا معصوم شاگرد، هٿن ۾ ننڍڙيون سايون جهنڊيون کڻي، ڪنهن سياسي ليڊر جي آجيان لاءِ قطارون ڪري بيٺا هجن...!! صحتمند ٻوٽن کي ڏسي، راموءَ جي دل بهار ٿيڻ لڳي." باڊل جمالي جهڙوڪر لفظن کان ڪئميرا جو ڪم ورتو آهي. لفظن ۾ بيان ڪيل منظر پنهنجي ڀرپور حسناڪيءَ سان اسان جي سامهون اچي وڃي ٿو. هن ئي ڪهاڻيءَ ۾ طبقاتي نظام تي ڀڻ جلهہ ڪئي وئي آهي: جيئن:

"سوچ تہ سهي، پنهنجي ڪاڪي ٻراج واري مُلڪ ويندي. ٻجلي ٻاريندي، گئس تي پچائيندي، ڪٽڪ ڪائيندي، نَل جو پاڻي پيئندي، لارين ۾ گهمندي، ان کان وڌيڪ ڀاڳ ڪي ڇا کپي؟ هتي جا ڏکار سدائين اسان ڀوڳيا آهن. آلين ڪاٺين سان ڳڏ ٻريا آهيون، ڊورن، ڪتن ۽ ڳڏهن سان ڳڏ

ڏبي جو پاڻي پيتو سون. ڏيءُ جو بخت وريو آهي، تہ خوش ٿيءُ، تہ تنهنجي ڪاڪي سڪيي ستابي زميندار گهر ۾ وڃي پيئي." سماجي طور هر ماڻهو سکيو ستابو رهڻ چاهي ٿو. پر اهو سک ڪڏهن ڪڏهن سندس ڏک بہ بڻجي وڃي ٿو. جيئن هن ڪهاڻيءَ ۾ ٻڌايل آهي. انهن ئي ميگهواڙن جا پنجاهہ ايڪڙن تي بيٺل فصل وڏيري جي اک ۾ ڪنڊو بڻجي لڳن ٿا ۽ مور جو بهانو بڻائي هو سندن گهرن کي باهہ ڏياري ابتو مٿن ئي ڪيس ڪري ٿو. جنهن ۾ هن ڳوٺ جا چڱا جهلجي ٿا پون. سماج جي بي حسيءَ کي هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪيڏي نہ خوبصورت انداز ۾ پيش ڪيو ويو آهي. لاشڪ بادل جماليءَ وٽ لفظن جا خزانا آهن، هن وٽ افسانن جا انبار آهن، هن وٽ پيشڪش جا مختلف رنگ ڍنگ آهن. ۽ هن وٽ ڪهاڻين ۾ حقيقت پرڻ جو هنر آهي.

اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ بادل جماليءَ جي هر هڪ ڪهاڻيءَ جو پلاٽ، ٻولي، منظرنگاري توڙي مڪالما تمام گهڻا خوبصورت آهن. هو ٻوليءَ جو شاهہ ڪاريگر آهي.

بادل جمالي جي ڪهاڻين جون ڪي خاص خوبيون آهن، جيڪي گهڻو ڪري عام ڪهاڻيڪارن ۾ ناهن. هو ڪهاڻيءَ کي بلڪل آخري نتيجي تائين نٿو کڻي وڃي. بلڪ نتيجو پڙهندڙ تي ڇڏي ڏئي ٿو. اهو هنر وڏن ڪهاڻيڪارن وٽ هوندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجن پڙهندڙن کي گمراهہ ناهن ڪرڻ چاهيندا، بلڪ هو سندن عقل ۽ شعور جي سطح مٿانهين رکڻ چاهين ٿا. ان ڪري ئي ڪهاڻيءَ کي نتيجي تائين پهچائڻ کان اڳ پاڻ ڪهاڻيءَ کان ڌار ٿي وڃن ٿا. ساڳيو هنر ڊاڪٽر رسول ميمڻ ۽ اخلاق انصاريءَ جي ڪهاڻين ۾ بہ آهي. بادل جماليءَ جون اڪثر ڪهاڻيون ڊگهيون آهن، جن ۾ هو گهڻو ڪري منظرنگاري ۽ مڪالمن تي گهڻي توجهہ ڏئي ٿو. بادل جمالي سنئون سڌو ڪنهن نظريي تحت نٿو لکي پر سندس اڪثر ڪهاڻيون سماجي حقيقت نگاريءَ جي زمري ۾ اچن ٿيون. ۽ امر لغاريءَ موجب اهي ڪهاڻيون "ايڪو ڪرٽسزم" لاءِ وڌيڪ 'ريسپانس' ڏين ٿيون؛ جيڪو سچ بہ آهي. هو ڪهاڻين جي منظر نگاريءَ ۾ ڳوناڻو ماحول، آبهوا، پکي پکڻ، ٻوٽا، وڻ ٽڻ، جانور ۽ موسمون کڻي اچي ٿو. جن تي "ايڪو ڪرٽسزم" تحت گهڻو ڳالهائي سگهجي ٿو. هو ٻهراڙيءَ جي حسناڪين کي جنهن انداز ۽ خوبصورت ٻوليءَ ۾ بيان ڪري ٿو اسان جي سامهون نسيم کرل جون ڪهاڻيون اچي وڃن ٿيون. ٻهراڙيءَ جي حسن کي نسيم کرل جتي ڇڏيو هو اتان بلڪ ان کان بہ اڳيان بادل جمالي ان حسن، سونهن،

دلربائي ۽ دلفريبي کي ڪنيو آهي، ۽ ان کي نئين ٻولي ۽ لهجو عطا ڪيو آهي. بادل جمالي زندگيءَ جو ڪهاڻيڪار آهي، سندس اڪثر ڪردار جيئڻ ڪارڻ جستجو ۽ جدوجهد ڪن ٿا ۽ پنهنجو حيلو، وسيلو ۽ وس هلائي زندگيءَ ۾ آسانيون پيدا ڪن ٿا. توڙي جو موت جو خوف به سندن آسپاس ئي آهي، پر هو ان مان به زندگيءَ جي چٽنگ دڪائي وٺن ٿا. هو ٻوليءَ جو ڪاريگر آهي، ۽ هر ڪردار کي ان جي گهربل ٻولي ۽ لهجو عطا ڪري ٿو. سندس ڪهاڻيون پڙهڻ ڪان پوءِ اهو احساس ٿئي ٿو ته هو، جيڪو به ڪردار تخليق ڪري ٿو نفسياتي طور تي هو ان ڪردار جي گهرائي ۾ وڃي ان ۾ زم ٿي وڃي ٿو؛ اهڙيءَ ريت اهو ڪردار سندس حصو بڻجي وڃي ٿو. اهڙين ئي خوبين جي ڪري بادل جمالي ڪهاڻيءَ ۾ پنهنجو الڳ مقام جوڙيو آهي. هو سنڌي ڪهاڻيءَ جي تاريخ ۾ پنهنجي لاءِ الڳ سڃاڻپ جوڙي چڪو آهي. اميد آهي ته سندس ڪهاڻين جو هيءُ چوٿون ڪتاب پڙهندڙن، لکندڙن توڙي نقادن جو ڌيان ڇڪائيندو ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ کي هڪ نئين رخ ۾ وٺي ويندو. جتي ڪهاڻي پنهنجي ڪلاسيڪي هيئت ۾ هوندي به جديد بڻجي پئي آهي.

ڊاڪٽر ڦُلُو 'سندر' ميگهواڙ

# ڍاٽڪي ٻولي ۽ ان جو لوڪ ادب: مختصر جائزو

ٿر، پنهنجي سماجي ۽ فطري پس منظر ۾ هڪ منفرد خطو آهي. جتان جي فطري سونهن. جنهن ۾ تمام وڏيون واريءَ جون ڀٽون ۽ صاف سٿري اڇڙي واريءَ جون ڊيهون، پنهنجي ڪک ۾ ڀانت ڀانت جا وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا، جن تي پاڙيندڙ وري قسمين قسمين جانور، پکي ۽ ٻي جيوت.

تاريخي طور تي هي خطو اوپر کان اولهه ۽، اولهه کا اوپر ويندڙن جي لاءِ لنگهه بڻيو رهيو آهي، ته ڪيترن ئي سياسي لاهن چاڙهن ۾ مختلف ذاتن، قومن ۽ حملو ڪندڙن لاءِ توڙي، سنڌ يا آسي پاسي جي ٻين پاسي جي رهاڪن جي دشمن کان لڪڻ بچڻ جي پناه گاهه پڻ رهيو آهي. انهيءَ لنگهه ۽ لڪڻ جي نتيجي ۾ مختلف علائقن ۽ خطن جي مختلف ذاتين ۽ قومن مان ڪي ماڻهو اتي ئي مستقل طور ترسي پيا ۽ ٿر ۾ مختلف مذهبن، ثقافتن، ٻولين ۽ نسلن جي صدين جي ميل جول سان هڪ منفرد سماج جڙي پيو. انهيءَ صدين جي سفر ۾ جيئن مختلف مذهبن، ثقافتن، ٻولين وارا ماڻهو اتي ايندا رهيا. اڳ ۾ موجود رهاڪن نون ايندڙن جي هر شيءِ جو احترام ڪيو، ۽ ايندڙن پڻ آديواسين جي هر سماجي عنصر جي عزت ڪئي. مذهبي ڏڻ گڏجي ملهائڻ لڳا، ۽ هڪ ٻئي ۾ ضم ٿيڻ لڳا، ۽ آهستي آهستي هڪ جهڙا ٿيڻ لڳا. مختلف مذهبن جي ظاهري بندگي ۽ عبادت ڏسڻ ۾ ته الڳ الڳ آئي ٿي، پر رواداري، ماڻهپو، انسانيت جا گڻ سيني ۾ نفسياتي طور ساڳيا ۽ هڪ جهڙا رهيا. انهيءَ ميل جول ۾ ثقافت جي ٻوليءَ واري پهلوءَ کي ڪير به جڪڙي قابو ڪري نه سگهيو ۽ ٻوليون هڪ ٻئي ۾ ضم ٿينديون ويون ۽ نتيجي ۾ هڪ الڳ ۽ نئين ٻولي ٺهي پئي؛ بلڪل اهڙيءَ طرح، جيئن مختلف ننڍيون ننڍيون ڌارائون گڏجي، هڪ وڏي نديءَ جنم ڏين ٿيون؛ اها ٻولي آهي، ڍاٽڪي. انهي ڳالهه جي ثبوتي مختلف محققن، جن ڍاٽڪيءَ تي لکيو آهي، انهن جي لکتن

مان ملي ٿي، تہ وري ڍاٽڪي ٻوليءَ جي لوڪ ادب ۾ ڪم آيل لفظن ۾ ٻولين مان بہ. ڍاٽڪي ٻولي هڪ قديم ٻولي آهي. ڍاٽڪيءَ پنهنجي جاگرافي، پنهنجي ثقافت، پنهنجي تاريخ، پنهنجا آواز، پنهنجا لفظ پنهنجون گرامري خصوصيتون، پنهنجو لوڪ ادب، پنهنجو ادب آهي. سماجي لسانيات جي سائنس موجب هِن ٻوليءَ جو پنهنجي سماج ۽ اُن جي ثقافت سان گهرو ۽ اونهو ناتو آهي. انهيءَ جي ادب، خاص ڪري لوڪ ادب ۾ انسان جي شعوري ارتقا، ذهانت ۽ ڏاهپ جا تمام وڏا گُڻ سمايل آهن. جيڪي انهيءَ سماج جي اجتماعي سوچ ۽ نفسيات جي عڪاسي بہ ڪن ٿا. لوڪ شاعريءَ جا ڪي نمونا هيٺ ڏجن ٿا.

(سوائيا)

چنَدَڻ کَهہَ هوُن ٻاونو، مانهانجي پٽر سين پريت،
هُون گسان او نين گسَئہ، ٻلپڻ ڪيسي ريت.

(چندن جو وڻ چوي مون ۾ ٻاونجاهہ گڻ آهن، منهنجي پٽر سان محبت آهي، هوا لڳڻ سان پٽر سان لڳي لڳي آئون گسجان پر پٽر نہ گسجي، ٻلائي جي اها کهڙي ريت آهي.)

چندڻ ڪا چٽڪا ڀلا، اور لڪڙن ڪا ڀارا،
چَتر ڪي گهڙي ڀلي، مورک ڪا جمارا.

(چندن جي ڪاٺي جو ذرڙو ڀلو، ٻين ڪاٺين جو اجايو بار،، داناءُ ماڻهو سان گهاريل هڪ پل بہ هلي، مورک سان پوري عمر بہ اجائي.)

هنسا توُن ڪين آمڻ ڏومڻو، ڪين اونڌي چونچ جهُڪا،
ڪا تانهانجي جوڙي بِڪري، ڪا سِرمر سُڪا.

(اي هنس! تون چو اداس آهين، چو اونڌي چُهنب جهُڪائي اٿئي، يا تہ تنهنجي جوڙي ٽٽي آهي، يا وري سمنڊ سُڪو آهي.)

نڪو مانهانجي جوڙي بکري، نڪو سِرمز سڪا،
اٽِجاڻ سين پريت لڳي، اُس ڪا سوچ لڳا.

(نہ ئي منهنجي جوڙي ٽٽي آهي، نہ ئي سمنڊ سُڪو آهي، اڻ ڄاڻ سان محبت ڪيم انهيءَ جو سوچ لڳي آهي.)

هنسا سِرمَر نہ جوڙيئہ، سِرمَر ڪَڙوُئو هو،
جيِلر جيِلر، پٽڪڻ سين، تِنان ڀلو نہ کَهہ ڪو.

(اي هنس! سمنڊ نہ ڇڏجان، پلين سمنڊ ٻاڙو هجي، ڍٻن ۾ منهن هڻڻ ۾ پنڪڻ سبب تو تي ڪير بہ پلو نہ چوندئي)

هنسا نان سِرمَر گهٽا، پوپ گهٽي پَمريس،
سگهڙان نان ساجن گهٽا، ديس توڙي پرديس.

(هنس پکين لاءِ سمنڊ گهٽا، پوترن لاءِ گل گهٽا، سگهڙن لاءِ سڄڻ گهٽا، اُهي چاهي ديس ۾ هجن چاهي پرديس ۾.)

ڪنتا رک ڪرڪو، هرڻ ڪيسا گيهہ ڪاءِ،
اڪ ٻنيڙئہ، لُوٺان جهَڙَءِ تُريان آگر جاءِ.

(اي منهنجا ڪانڌ! همت ڪر، ڏس نہ هرڻ ڪهڙو تہ نج گيهہ ڪائي، اڪ ڪائيندو آهي ۽ لوءِ (اُنهاري جي گرم موسم ) پيئدنو آهي.)

## ڳُوڙها

(نوٽ: ڳوڙهو هڪ مشڪل منظوم صنف آهي، جنهن جي هر هڪ لفظ جو اونهو پس منظر آهي، ڳوڙهن جي لفظي ترجمو ڪرڻ مشڪل آهي. ڊيگهہ کان بچندي، اهي ڳوڙها بنا ترجمي جي انهيءَ مقصد لاءِ شامل ڪجن ٿا تہ، انهن ڳوڙهن جي ٻولي ڍاٽڪيءَ ناهي بلڪہ گجراتي، هندي، سنسڪرت، مارواڙي ۽ ڍاٽڪي سيني ٻولين جو ميلاپ آهي.)

هر هرو ئو پانپٽري، هاري چتر سجاڻ،
پُر را باهيا موتي نپجين، نيڻ ڪرين ليڏاڻ.

گهَ گوڙهو ٻگ اوجرو، ٻَهہ گيندان ڪي ساٿ،
ناري نان اونرلو، ڏينهن نہ اترءِ رات.

ڳُوڙهہ رنگ رو گرامٺو، ٽِريا موٽو چاس،
چڙهئہ سين پَچَئہ اُترءِ نين، چَٺ نين ٻارهہ ماس.

ڏڍِ سُت لي، ڪَر پَر ڏَريو، اپنئہ سُت ڪاج،
ڪاسر سُت پَرِ گهٽيو، گهَٽنت گهَٽي جاءِ.

مانجهاري وَک وَکٽو، سو وَک ميري پاس،
مِير پَربت سين جوجهٽو، ساسوُ کول کُماڙ.

.....................

لَٽکنت لوُنبِ لِلاڙ، اوران ري ڏات،
اُپرو پَٽي ڇڏي، کيوُن چلي اڌ رات.

.....................

پوم سُت رپ ہولِيو، تو سُت ڏني پُٺ،
سُوِ سارنگ تِلِ گِرهيو، جڏهون آئي اُٺ.

.....................

تِلک نينِ جُونٽو تِلِن کو، رنگ پر رَهي نين ريڻ،
ماٺک لَڙ جوُٽي نين، اجان بہ کاجر نيڻ.

.....................

مَن کَهہَ ري ميرهي چڙهان، پَگ ڏي پاوريان،
راڻہ باگهَنہ سين باتين کران، گر ڏي ہانهيڙيان.

.....................

کُکڙيا تون کين کَرِ گهايو، مانجهَوَ گرتي رات،
مانان لاگو ري ٿانان لاگَسہ، راڻہ باگهَنہ ٽو بيراگ.

.....................

آوو باگهجي بري، ڏک کاپ ڏوڏ، هارا،
ڦوُل جاسين جهَڙي، واس نين واگهجي.
باگهَنہ بنا سوُننو کوٽڙو، جائي ڏهاگڻ نار،
امل، کسُونہو هوُٺا ستا، تون گيو مولاوڻ هار.

.....................

ست سنگت سين ہڏيا ہَڏہ، جهاڙ اوٺ کي گهاس
رجت سنگت منڊکي کر، ہڏيا کي ناس.
سارنگ تر چوڌري، کَهيو ٿُميٺو ڏيس،
سنمپت هُنہ تو گهر پلا، نين تاٺين پلي پرديس.

.....................

سارنگ لي سارنگ کوُن چَليو، سُمهو سارنگ تاهہ،
جي سارنگ نان سڏ ڏيان، تو مک رو سارنگ جاءِ.

.....................

سارنگ لي سارنگ کوُن چَلي، پُٺ مين سارنگ پرپوُر،
اگ مين سارنگ هلمِلءِ، پان ٿوڙي گهر ڏور.

••

## ڏئُوئا

ڏئُوئو ڏسُونو بيڏ، سمجھُو نان سالھ گھٹو،
ڍِڏئُوئو چڏاوءِ ڏيس، جوگِي ٿي جاوو پٹ.

(ڏئُوئو ڏھون علم آھي، سمجھدار ماٹھو لاءِ صالح آھي ۽ جيڪڏھن ڪو ڏئُوئو سمجھي ويو تہ ھو پنھنجو ديس ڇڏي جوڳين وانگر پيو پٺڪندو.)

سوکٹ سٹک ناھين اُپجٹ کو.

(پئسي واري ماٹوکي سک ناھي ايندو، مگٹھار کان ڪنھن ڪم جي اميد نہ ھوندي، جيڪڏھن پاٹي ولوڙڻ مان مکڻ ھاصل ٿئي تہ ڪير بہ رکي مانيءَ نہ کائي.)

بيسي ڏُھئہ بَکري، ييچي ڏُھَئہ اُٹ،
جيکو واءُ لِڳٹ، اوُئہ نان ڏِجَئہ پُٹ.

(بڪريءَ ويھي ڏوھجي، ڏاچي کي بيھي ڏوھجي، جيڪو لڳي واھ تنھن کي ڏجي پُٹ.)

پڙھڻ، ترڻ، تير ھٹڻ، چوٿي گھوڙئہ سواري،
نئيئہ ھونتئہ سکيو، تو واھ، نينتاٹين پَچَئہ اَھَئہ کُواري.

(پڙھڻ، ترڻ، تير ھٹڻ ۽ چوٿين گھوڙي سواريءَ نئيپڻ ۾ سکجي تہ واھ نہ تہ پوءِ سکڻ خواري آھي)

کَرسان کَرِ سان کَم بِگڙِ سٹ، کَڙھسان، کَڙھسان ڏُدَ بگِڙسَٹ،
پَڙھاسان پُڙھاسان پوُت بگڙسٹ، کَڙِسان کَڙِسان کيت بگِڙِسَٹ.

نار بگڙسَٹ پَر گھرسين.

(کنداسين کنداسين چوندو رھڻ پر کم نہ کرڻ سان کم بگڙندو، کڙھنداسين کڙھنداسين چوندو رحڻ پر نہ کڙھڻ سان کير بگڙندو، پڙھائينداسين پڙھائينداسين چوندو رھڻ پر نہ پڙھائڻ سان پُٹ بگھرندو، کيڙينداسين کيڙينداسين چوندو رھڻ پر نہ کيڙڻ سان کيت بگڙندو، عورت بگڙندي پرائي گھر وڃڻ کري.)

ڏيئو يَلوئيجہ ڏوکڙو، ليئو پلو نين لاک،
کوڙو پلوئيجہ کوکٹو، سچي پلي نين ساک.

(ڪنهن کي هڪ رپيو ڏيڻ ٻه پلو، پر لک روپيا وٺڻ ٻه سنو ناهي نڪ ۾
وجهڻ وارو ڪوڪو ٻه ڪوڙو ئي پلو پر ڪنهن جي ساک ڏيڻ پلي ناهي
چاهي اها سچي چو نه هجي.)

بار هي ٻُڌ نين آئي، تيرهي تيج نين ٿيو،
پچيسي نه پَڙپڙيو، تو اوُنه ري وات مَتي جو.

(بارهن سالن جي عمر تائين عقل نه آئي، تيرهن سالن تائين نوُر نه آيو،
پنجويهن سالن جي عمر ۾ جذبو نه آيو، ته انهي ماڻهو جون راهون نه ڏس.)

ٻولي ڄڪڻ ري ٻنڌ ڪوٻهين، مرم ڪونهين من مين،
ڇلو مَتي سنگ اوُنه رَنه، ڇَڏِسَنه پَرها ٻَن مين.

(جيڪو ماڻهو پنهنجي زبان تي قائم نه آهي، ۽ دل ۾ رحم نه آهي انهي
سان گڏ نه هلو، هو ڪڏهن اوهان کي جهنگ ۾ (مشڪلاتن ۾) رولي
ڇڏيندو.)

مورک مَت اجاڻ، سمجهايو، نين سَمجهَنه،
پاڻي منجهه پاڻ، پجَنه تو هي نين پيڏنه.

(مورک بي سمجهه اڄاڻ سمجهايو وڃي ته ٻه نه سمجهي، پاڻي اندر وينو
آهي، پُسي پيو ، پر پاڻي جذب نه پيو ڪري.)

نَو نيجا پاڻي چڙهَنه، پٿر سين پيڏنه ڪور،
سنگت ٻچاري ڪيا ڪَرِنه. جيرا رڏا پيا ڪنور.

(نو نيزا پاڻي چڙهي وڃي ۽ پٿر وانگر ذرو ٻه پاڻي جذب نه ڪري. انهي ۾
سنگت ويچاري چا ڪري؟ جنهنجو من پٿر هجي.)

بارهي گائوئي، ٻولي پلٽنه، پنجي پَلٽنه وڻ راهه.
رُت آوي، ساڪان پلٽين، لڇ نين پلٽين لاکي.

(بارنهن ڪوهن ٻولي بدلجي، پکي بدلجن وڻ راهه جي بدلڻ سان موسم
اچڻ تي ساڪون (شاهديون) بدلجن پر لاکيڻن ماڻهن جا لڇڻ نه بدلجن.)

سُٺِيا سَهي پر سمنڌا ناهين، مَنيا نهين من کا موهه.
پارس لگ ٻُهتا، پر رهيا لوهه کا لوهه.

(ٻڌو ته سهي پر سمجهئين نه دل جو دلدل نه مٽيو. پارس تائين پڳا پر رهيا
لوهه جا لوهه)

پارس پَئيسَنه پار، سو مڻ لوهه ڪنچن ڪرنه.

(پارس پٿسي ڪان وڏيڪ اهم آهي. جو سؤ مڻ لوهه جا سونا ڪري ڇڏي.)

پارس رُڻُ پرتاب. سين، ڪنچن ٿئي تلور.
تين ئي مٽيا ناهين: ڪار، ڏار، اهنڪار.

(پارس جي تابسان تلوار سون ته ٿي وئي، پر انهيءَ جا ٽي بدلجڻ، ڪار، ڏار ۽ اهنڪار نه مٽيا.)

مارها تو من ڪي پلي، اور ڪاٺ ڪا پارا،
جي مارها مين گڻ هٿه. توڪيا، بيچڻه مٿهيارا.

(تسبيع ته من جي پلي باقي ڪاٺ جو وزن آهي، جيڪڏهن تسبيع ۾ گڻ هجن ها ته پوءِ مٿهارو چو وڪڻي ها.)

مارها تو ڪاٺ ڪي پلي، جنه وچ هي سُوت،
مارها مين توگڻ بهت، ڦيرڻ وارا ڪپُوت.

(تسبيع ته ڪاٺ جي پلي جنهن جي وچ ۾ سُٽ، تسبيع ۾ ته گن گهڻا آهن، پر ڦيرڻ وارو ڪپوت آهي.)

ڪُنپو پاگو ڪاچ ڪو، من پاگو وڻ ڪوڻ.
موتي پاگو بينڌ تنه سنڌو نين لاگنه سيڻ.

(ڏک لڳڻ سان شيشي جو ٽٽڻ، گتي لفظ سان من جو ٽٽڻ، سوراخ ڪندي موتي جو ٽٽڻ 7 دوست جي وڇڙڻ وغيره ڪي جوڙ نه لڳي سگهندو.)
(من، موتي، شيشو ۽ ٿان: ٽٽڻ ڪان پوءِ جڙي نٿا سگهن، گوري اڳيان مهبوب گڏفري پيو وجي جڻ واٿهڙو پيو وجي، انهن سيني ڳالهين جو پهريون ڏيان رکجي.)

ٿي ساچا موتي سيپ ڪا، مي چان هير ڪٽي،
ٿي ٿارو من ڪانو ڪرو، مارو چُنه رام ڏٽي.

(تون سپ جو سچو موتي آهين، آئون ته واري جي ڪٽي آهيان، تون پنهنجو من مضبوط ڪر باقي منهنجو خدا مالڪ آهي.)

يُون يوُن مَت ڪَر يَمري، ٿانرو مدگر مُوئو نين جاڻ،
باندا اوٿي چوُنسين، اگنه ري ياڻ.

(يُون يُون نه ڪ ر يؤنري تنهنجو محبوب مئل نه جاڻ، جيئن صبح جو سج نڪرندو هو آزاد ٿي تو سان ملندو.)

چِنتيا سين چِترائي گهٽڻ، ڏک سين گهٽڻ سَرير،
پاپ سين لِڇمي گهٽڻ، ڪَهي گيا داس ڪبير.

(پريشاني ڪرڻ سان عقل گهٽجي، ڏک ملڻ سان ماڻهو جسماني ڪمزور ٿئي گناهه ڪرڻ سان پئسو گهٽجي چئي ويو ڪبير داس.
سَت سَنگت هر يگت، ڪَبُوئي نين نرفر هو،
چندڻ پاس روکڙا، سوبِي چندڻ.
(سچي دوستي، خدا جي عبادت ڪڏهن به بي فل ناهن هوندا، چندن وڻ جي ويجهو بيٺل بيا به وڻ چندن ٿي ويندا آهن.)
چندڻ اگو بنباسد ، رونڪي ٻڌي آس،
بَنس اگو بَنباس، تڏهين ٺرڪڻ لاگي بَنباس،
پهيل اُجارڻ ڪُر، آپرو، پيڇي ساري بَنباس.

(جڏهن جهنگ ۾ چندن جو وڻ پيدا ٿيو ته بين عام ٻوٽن ۽ وڻن ۾ هڪ آس پيدا ٿي، جڏهن بانس جو وڻ پيدا ٿيو، جڏهن سڄي جهنگ ٺرٺلو مچي ويو، ڇاڪاڻ ته پهرين پنهنجو نسل سارين پوءِ ٻي سڄي جهنگ.)
چوڪي پرينت چڪور ڪي، چاندا نهين مانڻ،
اس ڪي او جانِڻ، اپٽي توڙي نياٽا.

(سچي محبت چڪور جي چنڊ نہ مڃي، هُن جي هو ڇاٽي هن ڪي هميشہ توڙ نباٽئي آهي.)
گڻ اوگڻ ري گر نهين، نهين نگري مين نياءِ،
گُر ڪر هيڪ ٻاءِ، روُهي ٻلي راجيا.

(گڻ ۽ اوگڻ جي ڪابہ تميز ناهي نہ ئي نگري ۾ انصاف آهي. گُڙ ۽ ڪڙ هڪ قيمت تي، انهيءَ ڪان جهنگ ٻلي راڄيا.)
مَن مَرَڻ مايا مَرَڻ، مَر مَر جائڻ سَرير،
آسا تِسنا ڏُوني ماري، نانڪ پَيو ڦڪير.

دُرُو پيئو، پَهَلاج پيئو، پيئو رَوي داس، ڪبيرڻ سنت ايسو پپئو، اجان پيئڻ ري آس.
(ڏارو پيتو، پهلاج پيتو، روي داس بہ پيتو پر ڪبير داس اهڙو پيتو جو اڃا پيئڻ جي آس رهجي آئي.)
نام ڪبير، جات جُلاهو، ڪانسي را مين واسي.

(نالو ڪبير، ذات جلاهو ڪانسي جو آئون رهندڙ.)

ڪبير ڪُتا نين ڌارَئہ، ڏوُنئہ واتين ڏُڪ،
ڪاوڙيا جڏهن ڪرِ ڙسَئہ، ريڌا چَٽَئہ مُڪ.

(ڪبير ڪتو نہ ڌارجي ٻنهي ڳالهين ڏک ڪاوڙندو تہ چڪ هڻندونهندو تہ مون چٽندو.)

انيتي سين راج گيو، ڪُورئَب گيا ڪنس،
انِيتي سين راٿو راون گيو، تيج گيو بنس.

(ناانصاف سان حڪومت وئي ڪنس پڻ سڀ ڪمائي وئي ناانصافي سان راٿو راوڻ تباهہ ٿيو ۽ چمڪ وئي بانس جي.)

پر ناري ري پريتڙي، پنچ پرڪارن ڪاءِ،
ڌن هارئہ، جوبن گهٽئہ، اپران ري پريت جاءِ،
جيئتہ ڪائہ ڪارجو، مُئہ نرڪ لي جاءِ.

(پرائِي مائِي جي محبت پنج شيون تباهہ ڪري: ملڪيت، جواني، پنهنجن جي محبت، جيسين جيئرو هوندو تيسين رت پيئندي، ۽ مرڻ پڄاڻان نرگ (دوزخ) ۾ وٺي ويجي.)



**نصير سومرو**

# شاعريءَ جو رومانس

ادب جون تخليقي صنفون تہ شاعري، ڪهاڻي ۽ ناول ئي شمارجن ٿيون پر ناٽڪ، سفرنامو، آتم ڪٿا، خاڪہ نويسي، تحقيق، تنقيد، ۽ ڪالم نويسي بہ ادبي ڪاوشون آهن. ڪالم نويسي، تحقيق ۽ تنقيد کي ثانوي ادب چيو وڃي ٿو، جيتوڻيڪ اهو مرتب ڪيل ڪي ادب سهيڙ، سڏار ۽ اوک ڏوک جي مرحلن مان گذري عمدو ۽ اثرائتو گهاڙيٽو اختياري ٿو، پر ان سپر اسٽرڪچر جي تخليقي انفرا اسٽرڪچر تي بيٺل هوندو آهي. دليل، نقطي نظر ۽ فڪري سٽاءَ جي اپٽار شعوري هجڻ سبب خارجيت جون گهرجون تہ پوريون ڪن ٿيون پر منجهن جذبي ۽ احساس جو فقدان رهي ٿو. جذبي ۽ احساس جي جانبدارانہ، آزادانہ ۽ جمالياتي اپٽار داخليت جي نت نين وادين جوسئر ڪرائي ٿي. اهوئي سبب آهي جو ادب جو ڳاٽيٽو داخليت ۾ ٿئي ٿو.

سنڌي شاعري جون ٻوليءَ جيان پاڙون گهڻيون پڪيون ۽ پختيون هونديون آهن. ڪيترين بہ حالتن جي ڦير گهير آئي، شاهي محل ماڙيون ڊهي پٽ ٿي ويون پر سنڌي ٻولي ۽ شاعري جون ڏياٽيون جلي ۽ جرڪي رهيون آهن. اها ساهن ۾ سانديل مٽي جي مهڪ آهي، جياپي جي ضمانت سنڌو جل آهي، انڊس ويلي جي تهذيب ۽ خوشحالي جو رومانس آهي جنهن جي آبياري شاعر رضاڪارانہ طور ڪندارهن ٿا. جيئن بڙ، يا پپر جون پاڙون اونهيون ۽ گهڻيون پکڙيل ٿين ٿيون جنهن ڪري پيو ڪو وڻ انهن ويجهو اسري نہ ٿو سگهي، تيئن شاعري جي چيڪي مٽي احساس جي پاٽيٺ ۾ اهڙي تہ ڳوهيل آهي جو مٽس انيڪ ٻولين جو اثر پيو تڏهن بہ منفرد مزاج کي برقرار رکيو. هيءَ انفراديت ئي شاعري جورومانس آهي جيڪو ادب ۽ آرٽ جي بچاءَ، ڦهلاءَ ۽ ڦلار ۾ ڪردار ادا ڪري ٿو.

ابلاغ جي ڊجيٽل ذريعن جي مقداري ۽ معياري واڌ ويجهہ سان

شاعري جي ڦهلاءَ کي بہ وڏي هٿي ملي آهي. هوئنئن شاعري ڪنهن مخزن، اخبار ۽ ڪتاب ۾ جڏهن شايع ٿئي، انتظار ڪرڻو پئي ٿو پر سوشل ميڊيا تي شاعري (ڪچي/ پڪي) اپ لوڊ ڪري فوري فيڊ بيڪ ورتو وڃي ٿو. هن وقت عام توڙي خاص ماڻهو فيس بوڪ تي ويهي ٿو. ان ڪري شاعر جي ڪلام جي پذيرائي بہ سرحدي بندشن کان ماورا دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ٿئي ٿي. اشاعت ذات جورومانس تخليقڪارڪي متحرڪ ۽ فعال رکي ٿو. جهڙ گهڙيءَ ۾ رابطو، ماضيءَ ۾ ممڪن هو تہ اهو ڏند ڪٿائن جي اهڙين ڪردارن سان منسوب هو. داستانن ۾ ڪردار گهڙي، گهربل نتيجا پئي ڪڍيا ويا، ماورائي سهي، پر تخليقي هئا. سو تخليق ايتري اڳاٽي آهي، جيترو اڳاٽو خود انسان آهي. هيءَ انساني ذهانت آهي، جنهن کي ڪتب آڻيندي، انسان هڪ ڪائنات اندرڪئين نئون ڪائناتون جوڙي ورتيون. طبيعات جا اصول دريافت ڪيائين، نت نئين ٽيڪنالاجي ذريعي پيداوار سان بازارون سجائي ڇڏيائين. سوشل ميڊيا ايڪيهين صدي جي آن لائن بازار آهي.

اوائل ۾ شاعري جي سڪو زباني ڪلامي روايت (Oral Tradition) وارو چالو هو، هن وقت شعر لکجي ٿو. شاعر لکڻ سان گڏ ڪمپيوٽر تي ٽائيپ بہ ڪري ٿو. هي ضمني پورهيو بہ شعر کي ٺاهڻ (Making)، هيئت ڏيڻ (Shaping) ۽ اُٿت/ سنوار سدّار (Treatment) جو ضمني پورهيو بہ شاعر ڪري ٿو.

انٽرنيٽ هڪ روشندان آهي. منجهائنس روشني اچي ٿي، هوا اچي ٿي تہ احساس جي سوڙهہ ختم ٿئي ٿي. ڪٿي بہ هجي، انسان ساري دنيا جي انسانن سان جڙي وڃي ٿو. اهو جوڙڻ جو ڪم اديب، شاعر، آرٽسٽ، عالم ڪري رهيو آهي. نيٽ جو روشندان ڪشادو آهي. ڪڏهن اتر لڳي ٿو، ڪڏهن ڏکڻ! جو روشندان جي ڀن پاسن مان، هڪ ٿڌن علائقن ڏانهن کلي ٿو، ٻيو گرم علائقن ڏانهن. سائبيريا ۽ الاسڪا جهڙن اتر قطب جي ويجهو انهن هنڌن کي ڏسڻ جو موقعو ملي ٿو، جتان جي جاگرافيائي بيهڪ سبب ڪن مهينن تائين، سج ئي نہ ٿو ابري. اتان جي هوا مان هڳاءُ ملي ٿو. هي سائنس جي بدولت ئي هڪ هنڌ ويهي دنيا جون رونقون ڏسي سگهجن ٿيون. سائنس شعور آهي، شعور ۾ دليل آهي، دليل ۾ آفاقي سچائي آهي، پر سچائي شاعريءَ ۾ بہ آهي. سائنس جي سچائي ثابت ٿي چڪي تڏهن دريافت جي شڪل ۾ آڏو آئي، البت شاعريءَ ۾ سچائيءَ جي ڳولا لاشعور

ذريعي ٿئي ٿي. سچائي جيڪا اجا دريافت نہ ٿي هجي. ادب ۾ ٻئي شيون ملن ٿيون. شعور وارو دليل آهي تہ لاشعور وارو جذبو بہ آهي. ادراڪ جي تڪميل ۾ ٻئي عنصر گهرجن، جو انساني دماغ جي ساخت اهڙي آهي. چئبو تہ همہ گيريت جي تقاضا اها آهي تہ سڀ شيون گڏ گڏ ڪٺي هلجن. شاعري جي اندلٺ ۾ سڀئي رنگ ملن ٿا. سڀئي رنگ ملي جڏهن باغ جيان هڪ وحدت جونماءُ ڪن ٿا تہ اهو نماءُ خارجيت ۾ ثقافتي قوت (Cultural Force) ۽ داخليت ۾ قوتِ حيات (Vitality) جو روپ ڌارين ٿا. اچو تہ هاڻي شاعري جا گوناگون رنگ ڏسون! احمد سولنگي جو شعر آهي تہ:

مجذوب جي پيرن جي پازيب ٿيان آئون،
درويش! نگاهن سان هڪ وار نهاري ڇڏ.

پهرئين سٽ، "مجذوب جي پيرن جي پازيب ٿيان آئون" ۾ خواهش (urge) اڀري ٿي تہ ٻي سٽ خواهش جي تڪميل آهي. ڪڏهن هڪ سٽ بہ ڀرپور معنيٰ ڏيندي آهي. هي شعر ڏسو تہ:

تخليق ۽ خالق ۾ تفريقَ نہ آ ڪائي،
هي پاڻ پناهن جو جسمن تان اتاري ڇڏ.

مصرع اوليٰ، "تخليق ۽ خالق ۾ تفريقَ نہ آ ڪائي" معنيٰ جي تشنگي پوري ٿي وڃي ٿي، مصرع الثاني محض تفصيل اٿس.

شعر ۾ جدت نئين حسيت سان اڀري ٿي. جيئن سج اڀري ٿو تہ ٻاڪ مان تازگيءَ جو احساس جنم وٺي ٿو. رات جي اوندهہ ختم ٿئي ٿي، ننڊ جاڳ ۾ بدلجي ٿي. پکي لون ٿا، مکڙيون ٽڙن ٿيون، پونئر گلن مان واس وٺن ٿا. چوڌاري ڇهچٽو ڏسي دل باغ باغ ٿئي ٿي. وايو منڊل ئي بدلجي وڃي ٿو. نئين حسيت جي شاعرا روبينہ ابڙي جو تخيل آهي تہ:

وري مقتلن مان اُٿيو هُل آ،
نئون سنڌ ۾ ڪو ٽڙيو گُل آ.
ڪٿي نيڻَ ڏسُ ڪيڏي ڦلواري آ،
وٺيو توکي هڪڙو ئي چو ڦُل آ؟
خُدا پي هُيو حيرتن ۾ ٻُڏل،
هي ڪهڙي بشَر جي نئين پُل آ.

شاعريءَ جي جماليات جو هڪ عنصر حسنِ تضاد آهي. تضاد ۾ لکل سچائيءَ تان پردو کڄي ٿو. آئر ناٿن شاهي جا هينئيان بہ شعر ذڪر

ڪيل خوبيءَ وارا آهن:

هرهڪ ڪاريءَ راتِ جي ڪُڪِ مان،
ٻڃي باڪَ اُپرندو آهيان.
ڏاڍن کان ڏرُ ناهي ٽيندو،
ڏٻرن کان مان ڏرندو آهيان!

پل، قافيا مانوس هجن، پر اُٿت ۾ لفظ لفظ سان ٺهڪي ته سوچڻ تي مجبور ڪندو. تجنيس مان موسيقيت اُڀري ته تجربو آئڙندو. اياز گل جو غزل ٿا پڙهون، جنهن ۾ هم آواز اکرن ۽ هم قافيہ لفظن جي تڪرار مان موسيقيت کي اڀاريو ائس:

سوچون ساريون هارايل سردارن جيان،
خواب پيا ها پيرن ۾، تلوارن جيان.
کلندا، روئندا، ٻُڏندا، ڪجھ چوندا ٻہ نيٺ،
چو سمجهو ٿا ماڻهن کي، ديوارن جيان.
جيون جي هن موت سمان خاموشيءَ ۾،
تنهنجا نرمل نيڻ لڳن ٿا نعرن جيان.
ڏک جي ڪاري رات هئي چوڌاري ۽،
تنهنجا منهنجا لڙڪ ٿي ٽمڪيا تارن جيان.
رات سڄي مان جاڳي ڏينهن ڪندو آهيان،
جڏهن ٻہ لڳندي آهين، دنيا وارن جيان.

طبيعت موزون هجي ته شعر سولائيءَ سان ٺهي ٿو. آمد چئون، يا آورد، آهي ارادي جو ڦل! رعب وجهڻ لاءِ، يا گهٽائيءَ جي ويساهہ مطابق فني صلاحيت کي غيبي قوت چوندا آهيون. جڏهن ته موزونيت، پرپور ڪيفيت ڇانئجڻ آهي. اها ڪيفيت ڪل وقتي ٻہ ٿئي ٿي، جزوي ٻہ. يعني، ڪيفيت ڪڏهن جهڙ ڦڙ وانگر، ڪڏهن سانوڻ جيان رهي ٿي. اسلو ٻڌائيندو ته هڪ ئي ڪيفيت ۾ شعر چيل آهي، يا الڳ الڳ ڪيفيتن ۾. ازخود ڪيفيت نہ هوندي ته شعر فطري سونهن کان وانجهيل لڳندو. وزن جي گهرج پرتي لفظن سان ٻہ پوري ٿيندي، پر ان ۾ لئي نہ هوندي. غلام نبي گل (ٻرڙو) جا هي شعر ڏسو، ته ڪيئن لفظ لفظ سان ٺهڪي ٿو:

هرڪو پنهنجو پتو پيو ڳولي
زندگي راند چڻ رمي آهي

ٿوري احساس جي تپش گهرجي
برف سينن تي وئي ڄمي آهي.

"زندگي راند ڇڻ رمي آهي"."برف سينن تي وئي ڄمي آهي" ۾ نئين حسيت ملي ٿي، رچاءُ ۾ فنڪاراڻو اٿس. فنڪاراڻو اظهار، ذات جو ٿي اولڙو نہ، پر منجهس ماڻهپي جي همہ گيريت هوندي آهي، تڏهن تہ هر مڪتبِ فڪر وارو قاري شعر ما حظ وٺي سگهندو. ڪن نقادن جو خيال آهي تہ غزل جڏهن ٻُڌي واهہ واهہ ۽ آهہ آهہ از خود زبان تي اچي تہ غزل ڪامياب چئبو. ٻڌندڙ ڪي ڪورونا هجي تہ هُو غالب لاءِ ۾ چوندو، "غزل ايئن سهي لکبو آهي". معنيٰ، غزل ڪيس ئي لکڻ اچي ٿو. اها نرگسيت چئجي، يا ٻيو ڪجهہ! جيڪڏهن مير تقي مير جي لفظن ۾ چئي تہ:

مستند ہے میرا فرمایا ہوا

علامہ اقبال تہ پاڻ تائين پهچي ٿو تہ:

تیری تعبیر میں مضمر تھی اک صورت شرابی کی

غلام نبي گل ٻرڙي جي لفظن ۾ تہ:

ڪٿي مون ڳالهہ لک جي آ
نہ تو سمجهي تہ ڪک جي آ

گل صاحب ڪهاڻيون لکيون، ناول لکيا، اردو شاعري بہ ڪئي، اردو شعري مجموعو ڇپيل اٿس. تجربا گهڻا ڪيائين، پر بنيادي طور شاعر آهي. سائين جو پٽ اعجاز ٻرڙو منهنجو مهراڻ يونيورسٽيءَ ۾ ڪلاس فيلو هو. هُو اڄا پاڪستان اسٽيل ۾ آهي، مان ڇڏي آيس. هن گهڻو لکيو، سٺو لکيو. جميعت الشعرا جو ميمبر رهيو تہ سنڌي ادبي سنگت شاخ قنبر سان بہ لاڳاپيل هو. اياز جاني سنگت ۾ فڪر ۾ ترقي پسنديءَ سان سلهاڙجي ويو. اياز جاني سان منهنجي ملاقات اعجاز ٻرڙي جي معرفت ٿي.

غزل جون ڪي فني گهرجون آهن، جيڪي پوريون ڪرڻيون پون ٿيون. اهو هڪ صنفي سانچو آهي. وائي، ڪافي، نظم، گيت، هائيڪو مختلف صنفن جا سانچا آهن. رقص جا جيئن قسم آهن، راڳ جا سر آهن. چوڻ ۾ رقص - رقص آهي، راڳ - راڳ آهي. سانچي اندر رهندي فڪري

گهرجون پوريون ڪرڻيون پونديون. نظم ۾ نثري نظم ۽ آزاد نظم جو صنفي تجربو آئڙي ٿو، غزل ۾ نہ. جڏهن تہ فڪر "تغزل" جي چاشني آهي. تغزل جي معاملي ۾ تجربا مختلف ملن ٿا. اهو ارتقائي سفر آهي جنهن جي منزل بہ سفر آهي، پر مسلسل. گهڻا عنصر آهن، جهڙوڪ وقت، هنڌ ۽ شاعراڻو مزاج، مشق سفر جا سونهان آهن. ان ڪري ڏسنداسين تہ شيخ اياز جهڙي مجيل شاعر جي غزل جا اسلوبي رنگ گهڻا نظر ايندا. صحبت بلوچ جو غزليہ رنگ ساڳيو ئي آهي. ڪيس اجا ارتقا جا مرحلا طئہ ڪرڻا پوندا. هي بہ، تہ غزل ۾ هر شعر الڳ معنيٰ ۽ مفهوم ۾ چئي سگهجي ٿو، پر ڪيفيتي انداز ۾. هڪ ڪيفيت ۾ جيئن غزالا، يعني هرڻي جنهن تان غزل تي نالو پيو، ٽپ ڏيندي آهي تہ وڪ تڪي، ڊري، گهڻ وڌ اونچائي جي آئوٽ لائين ڊوڙ جي ڪيفيت چئبي. خوف مان پڄڻو پئيس، تہ وڌ ۾ وڌ رفتار سان ڊڪندي، جو جان بچائڻ لاءِ آخري حدون اورانگهي ويندي. ڪيفيت اها بہ آهي، آخري حد اورانگهڻ واري! صحبت جي غزل جو بند بند جدا خيال جو اظهار آڇي ٿو. حالانڪ مسلسل غزل ۾ وحدتِ اثر زبرو ٿئي ٿو. ان ڪري تہ ڪيفيت جي هڪ ئي ٽڪريءَ تي چڙهندي چڙهندي، چوٽي سر ڪرڻ جو موقعو ملي ٿو، بجاءِ ڪڏهن هڪ ٽڪريءَ تہ ڪڏهن ٻئي تي.

هڪ ٽڪري جي صورت ۾ رڳو چڙهڻو پئي ٿو، هيڏي ڪڏهن ٽڪري تي چڙهڻو، ڪڏهن لهڻو پئي ٿو. ڪيفيت جي اُڀار ۾ چڙهاءُ اُتار (ascending/ descending) ۾ لهڻو تنهن کي پوندو جنهن چڙهي چڙهي چوٽي سر ڪئي هجي. صحبت بلوچ سميت اسان جهڙن اڀرندڙ شاعرن کي چڙهڻو ئي چڙهڻو آهي. چڙهڻ ئي چڙهڻ ۾ ساهي پٽي سگهجي ٿي پر بيهي رهڻو ناهي. غزل مسلسل لکڻو پئي ٿو، جيئن ڪيفيت سباءِ بڻجي پئي.

دادوءَ جي پياري دوست بلوچ صحبت علي جو هڪ غزل تڪ تور لاءِ مليو آهي. بلوچ صحبت رسمي تعارف جو محتاج ڪونهي. دادو ۾ وڪالت ڪري ٿو. سکيو ستابو آهي. هُو وڪالتي ڪتاب تہ پروفيشنل گهرج آهر پڙهي ٿو، پر دل جي ڏک ڏک جي لئي شاعراڻي اٿس. ان ڪري شعرگوئي وندر اٿس تہ ضمير جي آواز کي لفظائو روپ ڏيڻ بہ. نثر جو شئو ليکڪ آهي. نثري ڪتاب مارڪيٽ ۾ موجود آهن. سرچ ڪجن تہ نيٽ تي پڙهي سگهجن ٿا. وقتن بوقتن شاعري فيس بوڪ تي دوستن سان شيئر ڪندو آهي. ساڻس دوستيءَ جو مک حوالو ادبي رفاقت آهي. سنڌي ادبي سنگت ڪراچي شاخ جو بہ ٽي ڀيرا سيڪريٽري رهيو، اهو نہ وسرندو تہ پنهنجي سيڪريٽري شپ دوران ادبي تنقيد جي موضوع تي ناميارِي نقاد

اڪبر لغاري ڪان شاندار ليڪچر ڪرايو هو. پهريون مشاعرن، ڪانفرنسن ۽ تنقيدي ويهڪن جون پيرائتيون رپورٽون ڇپبيون هيون. اها ادبي تاريخ آهي، جيڪا ڇپجڻ سبب ئي لائبريريءَ جي زينت بڻجي ٿي. شاگرد، محقق، اڀرندڙ شاعر، اديب لاءِ ڇپيل مواد دستاويزي حيثيت رکي ٿو. سو بلوچ صحبت جي شخص مان شخصيت بڻجڻ ۾ نه پل! پروفيشنلزم جو دخل ڪليندي هجي، پر اسان لاءِ سندس ادبي سڃاڻپ مقدم آهي. هن جو غزل ٿا پڙهو:

غزل جو ذڪر نه ٿيو، اڃو نه پڙهون:

زماني جا چڻ هُو خدا ٿي ويا هِن،
اڪيلو ڪريِ هُو، جُدا ٿي ويا هِن.
نه احساس هُن کي ٽڪي جو ٿيو هو.
اسان لاءِ لمحا سزا ٿي ويا هِن.
پلا ڪنهن کي روئي ٻڌايون ڪهاڻي،
وهي نير توتان فدا ٿي ويا هِن.
نه گُل ڪوئي لائي هي ڳوڙهان کو اگهندو،
وڏي جوش جذبا صدا ٿي ويا هِن.
اسان بس نماز آ پڙهي نينهن جي ۽،
حقيقي هي سجدا قضا ٿي ويا هِن.
اص ڏرتي اوهان جا ئي مقروض آهيون،
پلي حق ڀين جا ادا ٿي ويا هِن.

سنڌ جي سياح الطاف شيخ جو ليک، بعنوان: ”تخلص وارا ڪجھ اسانجا شاعر“ پڙهيم ته:

”اهو به ضروري ناهي ته هر شاعر لاءِ تخلص ضروري آهي. تاج بلوچ، تنوير عباسي، نعيم دريشاڻي، ريٽا شهاڻي، نند جويري، امداد حسيني، شمشير الحيدري، عنايت بلوچ ۽ هدايت بلوچ جهڙا ڪيترائي وڏا شاعر آهن، پر هنن جو ڪوبه تخلص ناهي، پر ڪي صحبت بلوچ وانگر پاڻ کي اڪيلو، مسافر، راهي ويندي سنڌي، فدا، پرديسي (بلاول)، پياسي (پيرل)، مسڪين (جهان خان ڪوسو)، هالائي (انور، سوز)، مورائي (راشد، بشير) سڏائين ٿا... الخ“

الطاف شيخ بلوچ صحبت علي کي ”صحبت بلوچ“ لکيو آهي. تاج بلوچ، عنايت بلوچ، سميع بلوچ، هدايت بلوچ، بيخود بلوچ، ٻيا شاعر نالي ۽ سندن قوميت سان مشهور آهن، هُونءَ ذاتيون الڳ الڳ اٿن. هي ”بلوچ“

سيئي نالي پنهنجي نالي سان لکندا آهن، ۽ صحبت صاحب نالي کان پهريون لکندو آهي. بلوچ صحبت علي واري سيڪاٽپ کي ڇپيل ڪتابن ۾ برقرار رکيو اٿس. شاعري ۾ جدا نالو بطور تخلص به لکجي ٿو. جيئن شاعريءَ ۾ ”صدا لاشاري“، انشري ڪاوشن ۾ ”اي بي لاشاري“، يا شاعر ”سقراط سيتائي“، صحافي ”شبير سومرو“. شاعراڻو نالو صحبت بلوچ لکڻ ڪپيس. ان ڪري ته شاعراڻو نالو مختصر ٿي رکجي ته پلو!

روايت تسلسل آهي جيڪو ماضيءَ کان منتقل ٿيندو حال تائين پهچي ٿو. جدت انهيءَ تسلسل جي تڪميل ڪري ٿي. سچ ساڳيو، ايامن کان اڀري ٿو، اُلهي ٿو. اُلهي، يعني ظاهر ۾ لهي ٿو، پر لهي نٿو، اکڙين کان اوجهل ٿئي ٿو. شفق جي عالم ۾ سانجهه اداسي جا رنگ ڇڻي ٿي. اوندهه ڇانئجي ٿي، ته من به اداسيءَ جو اجرڪ اوڍي ٿو. پهر پهر جي ڪيفيت الڳ الڳ احساس اڀاري ٿي. سانجهه، انڌيرو، باک، لاٽ جا لقاءَ روز ساڳيون ڪيفيون اڀارين ٿا ته نيون ڪيفيتون به طاري ڪن ٿا. غزل جو بند بند، نئون احساس آڇي ٿو. نديون، سمنڊ، ڍنڍون، پهاڙ، گليشئر ۽ رڻ پٽ ساڳيا آهن، ڪين عمر جي الڳ الڳ پيڙهي ۾ ڏسبو ته نئون احساس جاڳي پوندو. فڪر سان به لاڳو آهي.

هتي ڪجهه شعري اسمن تي تنقيدي راءِ ڏجي ٿي. گوهر شيخ جو غزل آهي:

هِتي ئي پرين، پـاڻُ هَيري وجين هان،
نئين درد جي تون نـه ڏيري وجين هان.
اسانجي ڪَنڊن سان ڪرين هان گُذارو،
پَـراون گُلن جي نـه پَيـري وجين هان.
وڇـوڙي مَهـل ماٺ هونـدي مَرڪُ آ،
وضاحت نـه آڏو وَڪيـري وجين هان.
رڳـو ڇيڙهه هاڻي ڇَڳـون ٿو ڇپـاڙي،
هٽي ميڻ، هڪڙي ته پَيري وجين هان.
اسان سينڌ جا هُون ڪڏهن ڪان سوالي،
ڦٽي ڪا اسان تي به ڦيري وجين هان.

مطلع جي مصرع ثاني: ”نئين درد جي تون نـه ڏيري وجين هان“ ۾ تلميح (ڪنايو/ اشارو) ڪتب آندو اٿس. نئين درد جو ”ديرو“ اشارو ڪري ٿو ”نئون ديرو“ نالي شهر ڏانهن. رمز ۾ گهمائي ڦيرائي ڳالهه ڪبي آهي. اهو فن غير معمولي صلاحيت وارو نبائي سگهي ٿو. ذڪر ڪيل سٽ ۾ رمزيه

.كلام جي سونهن خود ڳالهائي رهي آهي.

پڇاڙڪي بند ۾ جماليات جي عالمانه (academic) وصف ملي ٿي.

شعر هن ريت آهي ته:

اسان سينڌ جا ھُون ڪڏھن ڪان سوالي،
ڦٽي ڪا اسان تي به ڦيري وجين هان.

ڦٽي ڏيڻ سان بي ترتيب وارن ڪي ترتيب ۾ آڻبو آهي. ان ڪري ته ...ار سهڻا لڳن. وارن مان سونهن جي شاهدي ملندي آهي. "بي ترتيب مان ترتيب ۾ اچڻ سان جماليات جنم وٺي ٿي". لوھ کي مقناطيسي بڻائجي ته لوھ ۾ لوھ ڏانهن ڪشش پيدا ٿيندي. گوهر شيخ پنهنجي شعر ۾ ڪشش کي اپارڻ ۾ سوڀارو ڏسجي ٿو.

غزل جا شاهڪار بند به پڙهون ٿا:

وچــوڙي مَهــل ماٺ هونـدي مَرڪُ آ،
وضاحت نه آڏو وَڪيــري وجين هان.

رڳــو چيڙھ هاٺي چڳـون ٿـو چبـاڙي،
هٽي ميٽ، هڪڙي ته ڀيري وجين هان.

هيٺئين شعر ۾ چيڙھ، چڳون، ميٽ جهڙا لفظ هم آهنگيءَ ۾ استعمال ڪيل آهن. شهرن ۾ ميٽ جي خبر نئين ٽهيءَ کي شايد ئي هجي. ان ڪري ته هُو شيمپو استعمال ڪن ٿا. اسان ٻاراٽي وهيءَ ۾ ميٽ استعمال ڪيو هو.

وچــوڙي مَهــل ماٺ هونـدي مَرڪُ آ،

هيءَ سٽ ته ضرب المثل ٿي پاسي. وچوڙي مهل ماٺ ميٺ ۾ گهاءُ برداشت ڪرڻ اعليٰ ظرف جو مظاهرو آهي. فني طور، "مَرڪُ" ۾ ڪ تي پيش آهي جنهن سبب وزن فعولن بدرن فعو بيهي ٿو، جيڪو فعولن هئڻ گهربو هو. بهرطور گوهر شيخ پنهنجي غزل ۾ ثقافتي ٻولي استعمال ڪئي آهي.اهو تجربو اتساهڪ چئبو. جيئن اماوس ۾ اوچتو چنڊ اڀري پئي، شعر ۾ به مانوس تشبيهن، ڪناين جي ندرت سان شعريت اڀري پئي ٿي. شعريت ئي جماليات آهي.

شڪيل احمد جو نثري نظر آهي. ساڻس منهنجي پهرين ملاقات محراب پور (ضلع نواب شاهه) ۾ ٿي هئي. بيهر سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ مليا سين. ٽيچرس هاسٽل ۾ دوست نويد سنديلي جو مهمان هيم. آءُ نثري

نظم ۽ آزاد نظم جو قائل آهيان، بس! ايترو چوندس، جيڪو ڪاوش دنيا ۾ ڇپيل هڪ مضمون ۾ چئي چڪو آهيان ته:

"جيڪو شاعر پابند شعر چئي ٿو، سو نثري نظم ۽ آزاد نظم به لکي ته قبوليو ويندو".

نظم وجد ۾ آئيندڙ ( Ecstatic) شعري صنف آهي. ڪيفيت آور خيال، ماورائي دنيا جو سئر ڪرائي ٿو. صاحبِ ادراڪ (شاعر) نظم ذريعي هڪ نئين دنيا دريافت ڪري ٿو. هن صنف جو شمار بصيرت واري فن (Visionary Art) ۾ ٿئي ٿو، جيڪو رومانوي شاعريءَ جو خاصو آهي.

نظم جون ڪجهه سٽون هن طرح آهن:
تاريخ مدي خارج دوائن
۽ ڪريل گهڙيالن جا ڍير آهي
اسان جو اڄ
ڪالهه گذري چڪو آهي
ماضي ئي اسان جو مستقبل بڻجي چُڪو آ
اسان موت وٽ مسواڙي آهيون
اسان وٽ ڪوڙو وقت آهي
جيڪو ڪٿي ڪپي ئي نه ٿو
ان ڪري اسان خريد ڪرڻ کان معذور آهيون
وڻ اداس روح آهن
جن ۾ ويرانيءَ جا جن
واسو ڪري ويٺا آهن
انسانن جون دِليون
انن جي پاڇولن جيان رڙنديون ٿيون وڃن
اکين جي قاتل بورين مان
ڳوڙهن جو ان وهندو ٿو رهي
پئي پئي خواب گُسا ئي ويا آهن
مهانگا بيڙيون ڪپائي
اُٿ خريد ڪري رهيا آهن
وقت چريائپ جي رفتار سان اڳتي پوئتي ڊوڙي رهيو آهي
دل جي ديوار تي
وهمي ڪرڙيون چنبڙي پيون آهن

هر ڪنهن وٽ قانوني جواز آهي
ته اهو ٻئي کي ماري سگهي ٿو
هر ڪنهن وٽ آسماني اجازت نامو آهي
ته اڳيون واجبل قتل آ.

شڪيل جو نظم بنا عنوان جي آهي. نظم ۾ گهڻا نظم سموهيا اٿس. اهو معلق نظم آهي. گهڻي روشنيءَ ۾ اکيون نه ڏسي سگهن، اهو اوندهه ۾ نه ڏسي سگهڻ جي برابر آهي. انگريز شاعر، وليم بليڪ جا ٻه نظم، هڪ رڍ (The Lamb) ٻيو چيتو (The Tiger) مشهور آهن. جا ته پيٽ ڪئي اٿس. رڍ معصوميت جي علامت، چيتو چيري ڦاڙي کائڻ جي دهشت، ۽ ٻنهي جو خلقڻهار هڪڙو ئي. جانور ته ٻئي آهن، پر ٻنهي جي فطرت الڳ الڳ.

نظم ۾ ابهام، ماورائيت، اڻ ڇٽائي پل هجي پر منجهس رس هجي ته جيئڻ مزو اچي. ظاهري اک، يعني بصارت سان ته سڀڪو ڏسي ٿو. شاعر صاحبِ بصيرت ٿئي ٿو. بصيرت (vision) ۾ اندر جي اک سان ڏسبو آهي. شڪيل احمد ۾ اها صلاحيت آهي. بصارت به اٿس، بصير به اٿس. مثال طور:

"تاريخ مدي خارج دوائن
۽ ڪريل گهڙيالن جو ڍير آهي"

مٿيون ٻه سٽون به نثري نظم چئجي، ته وڌاءُ نه ٿيندو.

ٺلهي ليکي ڳڻيم ته نظم ۾ 62 سٽون آهن. پهرين سٽ هيئن آهي،"ڪريل گهڙيالن جا ڍير آهي". "جا" جي صورت ۾، "ڪريل گهڙيالن جا ڍير آهن" لکبو - يعني، "آهي" بدران "آهن". "جو" جي صورت ۾ "ڪريل گهڙيالن جو ڍير آهي" لکبو.

نظم جي گهرج آهي ته فڪر شروع کان پڇاڙيءَ تائين آبشار جي هڪ ئي وهڪري وانگر ربط ۾ هجي. ربط سان وحدتِ اثر نکري پئي ٿو.

نئين شاعري، "نئون تجربو آهي". اهو تجربو جيسين هٽي هنڌ ڪري، انتظار رهندو ته ڪڏهن ٿو شڪيل پنهنجي حدِ ادراڪ تائين قاريءَ کي پهچڻ ۾ سهڪاري ٿئي.

نظم جي سِحر ۾ آهيان. ڪنن ۾ ڪڙڪا به ٻڌهن ٿا، سهٽيءَ کي سڪ به آهي. سڪ ۾ ته ناممڪن ممڪن ٿيو پئي. تارو ناهيان، تڏهن به سنتوءَ ۾ گهڙيو آهيان. لڏندڙ لمندڙ لهرون ته پينگهي جي لوڏ ياد ڏياري

اثر. لوڏ جو هيٺ مٿي ٿيڻ سان حرڪت واري بدلجندڙ سگهه مان لئي ايري ٿي. چڪيل، تاثيل رڱون ڊريون ٿي آهنگ ۾ اچن ٿيون ته اڪين جا در ٻيڪڙجي وڃن ٿا. ٻاهرين دنيا جي وٺ وٺان ڪان ڏيان هٽي وڃي ٿو. هي ادبي نظريو ته ادب اهڙي پناهه گاهه جو ڪارج پورو ڪري جت چڪ تاڻ گهٽجي، نه ڪي تهائين وڌي. خيال طرحين طرحين ته ايندا آهن، جيئن هوا ۾ برقي مقناطيسي لهرون موجود آهن، پر اهي جهٽي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ لاءِ خاص مشيني اوزار گهرجن. ريڊيو تان آواز نشر ٿئي ٿو. ٽيليويزن تان نشر ٿيندڙ پروگرام ڏسي به سگهجي ٿو، ٻڌي به سگهجي ٿو.

شاعر ۽ عام ماڻهوءَ جي مشاهدي جي صلاحيت ۾ ايترو فرق آهي، جيترو ڪاٺ ۽ ٽامي جي پٽيءَ ۾ ٿئي ٿو. ٽامون بهترين بجليءَ جو پسرائيندڙ (conductor)جڏهن ته ڪاٺ بجلي گذرڻ ڪان روڪيندڙ (insulator) آهي. نفاست ۽ ڳرائپ مان چونڊ ڪبي ته شاعري نفاست سان ڀاڪرين پوندي.

مزمل سائر جي شاعري جڏهن پڙهيم ته بجليءَ وارو ڪرنٽ محسوس ٿيم. نظم ۾ اهو نظر ايندو ته شاعر ڪنهن سان مخاطب آهي. جيئن سندس هن نظم ۾ مخاطب پڌرو آهي:

"ٻُري تندَ تنهنجي اُجاتيءَ اڳن،
پٽائي، سڄَي ڏيهه تنهنجي لڳن.

حزب الله آءِ سومرو

# ٺن ميمن جو پختو شاعر _ قربان گل

اسان جي پياري دوست امراقبال قربان گل جي شعري مجموعي جي مهاڳ ۾ هي لفظ تہ "تنوير عباسي صاحب چوندو هو تہ شاعري ٽي مير گهرندي آهي. مشاهدو، مطالعو ۽ مشق. هڪ شاعر وٽ مشاهدي جي لاءِ "التي اک" هئڻ لازمي آهي. ڪجھ مطالعي لاءِ سليڪٽو هئڻ گهرجي (ڇاڪاڻ تہ محدود حياتي ۽ محدود وقت ۾ محدود ڪتاب ئي پڙهي سگهجن ٿا... ها "مشق" جي سلسلي ۾ وٽس ايتري قدرت ضرور هئڻ گهرجي تہ اڏامندڙ لفظن کي جهٽي، ڪنهن شعر جي صورت ۾ مخصوص فارميٽ ۾ ڪپائي بيهاري سگهي. انهن سڀني ڳالهين کي ڳڏائي سڏائي مان جڏهن ٿريا قربان گل جي شاعريءَ جي مسودي کي پڙهان ٿو تہ محسوس ٿو ڪريان تہ ڪيئن انهن ٽنهي "ميمن" کي پرپوريت ۽ چٽائي سان ماڻڻ لاءِ اجان گهڻو جهد ۽ گهڻا جتن ڪرڻا آهن. (ص:10)

اهي لفظ پڙهڻ بعد مون سوچ ڪئي تہ ڪتاب مشاهدي، مطالعي ۽ مشق مان ڪنهن ۾ بہ ڪا خصوصيت نہ ٿو رکي تہ پڙهجي؟ خلوص مان مليل تحفو مون وقتي طور رکي ڇڏيو پر خلوص مونکي پڙهڻ تي مجبور يو. ڪتاب پڙهڻ بعد مون کي پنهنجي پياري دوست امراقبال جي راءِ سان سهمت هجڻ تان هٿ ڪڍڻو پيو. ڪتاب ۾ ٽنهي ميمن مشاهدي، مطالعي ۽ مشق کي جڳهي خاصي حيثيت مليل آهي. سڀني ميمن جا ڀرپور مثال موجود آهن. هن بند ۾ جا مشاهدو هي:

هتي تہ هي ڪاروبار آهي
رڳو ٿئي ٿي مٽا ڏکن جي. (ص: 43)

دنيا ۾ هڪ ٻئي کي ڏک ڏنا ٿا وڃن، اهو هن دور جو خاص الميو آهي. هر طرف عالمي ليول ي انسانن تي بم وسايا وڃن ٿا. گوليون هنيون ٿيون وڃن. ملڪن تي قبضا ڪيا پيا وڃن. معاشي پابنديون هڻي ماڻهن کي بک ماريو ٿو وڃي. مقامي ليول تي ڇا نہ ٿو ٿئي انسان ٽڪرا ٽڪرا ڪيا وڃن پيا. ڊرل مشينن سان جسم ۾ سوراخ ڪيا وڃن ٿا. معصوم ٻارڙين/ ٻارڙن تي بہ جنسي تشدد ڪيو پيو وڃي. قربان گل دنيا جو مطالعو ڪري ٻڌايو آهي تہ سڄي دنيا ۾ ڏکن جو ڪاروبار پيو هلي ماڻهو هڪ ٻئي کي ڏک ڏئي رهيا آهن.

هنن سٽن ۾ چا تہ مطالعو آهي :

قلم سان ايندا رهن ٿا انقلاب،
تنهنجي اک آهي رڳو هٿيار ۾. (ص: 48)

قلم جي عظمت قرآن پاڪ ۾ چوڏهن سئو سال اڳ هن طرح ٻڌائي وئي آهي:

ن ـ والقلم و ما يسطرون. (سورت القلم: 1 +2 )

ترجمو: قلم جو قسم ۽ ان جو قسم جيڪي لکن ٿا .

الله پاڪ قلم ۽ ان جي لکڻ جو قسم کڻي ٻڌايو تہ قلم سان وڏا ڪم ٿين ٿا. قلم ڪلڪ، پين ئي نہ آهي پر هر لکندڙ شئي قلم آهي. پرنٽ ميڊيا تي لوهہ جا اکر لکن پيا. هاڻي انٽر نيٽ جي دور ۾ بٽڻ ۽ آواز لکي ٿو. ان صورت ۾ بٽڻ ۽ آواز قلم بڻجي ويا آهن. ان قلم چمڙي تي لکيو، ڪاغذ تي لکيو ۽ هاڻي اسڪرين تي لکي ٿو پيو. انهن لکتن دنيا ۾ ماڻهن لاءِ مختلف علم لکي پهچايا. ان سان سماجي، سائنسي ۽ مذهبي انقلاب آيا. قربان گل انهن انقلابن جي ذريعن جو مطالعو ڪيو ۽ پوءِ ٻڌايو تہ فقط هٿيارن سان انقلاب نہ ايندو آهي. قلم ۽ پڙهڻ سان بہ وڏا وڏا انقلاب ايندا رهن ٿا ۽ آيا آهن. قربان گل جي پڪي مطالعي جي شاهدي سندس شاعري ڏئي پئي.

مشق جو هي حال آهي جو لکي ـ لکي هو غزل ننڍي بحر ۾ لکي ٿو. ننڍو بحر مشق ڪان سواءِ هٿ نہ ايندو آهي. مان اهو ڪو نہ چوندس تہ سندس شاعريءَ ۾ فني خاميون ڪونہ آهن پر اهو سندس مشق جو ڪمال آهي جو سندس غزل اڪثر طرح ننڍي بحر ۾ لکيل آهن. ننڍي سٽ ۾ وڏي ڳالهہ ماپائڻ فني خوبيءَ جو وڏو مثال آهي. سندس قافيا بہ اڪثر نوان ۽ سٺا آهن. سندس ڪتاب ۾ ڪيتريون علامتون، تشبيهون ۽ استعارا ڪم آيل آهن. جن تي جدا جدا مقالا لکي سگهجن ٿا سي پڪي مشاهدي ۽ مطالعي جي تہ شاهدي ڏين ٿا پر مشق يا فن جي پلي هجڻ جي بہ شاهدي ڏين ٿا ۽ تنهي ميمن تي تمام گهڻو ۽ سٺو مواد موجود آهي آخر ۾ سندس مطالعي جي شاهدي تي مقالي جو اختتام ڪندس تہ:-

سنڌ سڄي هيرن ڪاڻ،
مورک! توکي ناهي ڄاڻ،
ارغون ۽ ترخان بہ هئا،
هي بہ آهن اڄ سڀاڻ. (ص:50.)

# نئدي ڪنڌ جو يگانو شاعر سرڪش سنڌي

جديد سنڌي شاعريءَ جي اهم حوالي سرڪش سنڌيءَ جو اصل نالو: عبدالمجيد پٽ مولوي عبدالله چانديو هو. سندس جنم ڳوٺ ٻلي پوٺا سيتا وليج ضلعي دادو ۾ پهرين آڪٽوبر 1840ع تي ٿيو. سرڪش سنڌي 27 ڊسمبر 1961ع تي تعليم کاتي ۾ استاد طور مقرر ٿيو. هن شاعريءَ جي شروعات 1954ع کان ڪئي. هن جو پهريون ادبي نالو ”مجبور واراهي“ ۽ وقت جي وهڪري ۾ هي نالو به گهڻي وقت تائين قائم نه رکي سگهيو. بعد ۾ ادبي تخلص ”پاور سعد واهي“ ۽ ٿوري ئي ڏينهن کان پوءِ ”سرڪش سنڌي“ جي ادبي نالي سان سڃاتو ويو. سرڪش سنڌي مذهبي شاعري به ڪئي آهي، ۽ هن جي ادبي حلقن ۾ انقلابي شاعر طور پختي سڃاڻپ جڙي. جڏهن هن سنڌ جي اشوز تي ڀرپور انداز سان شاعري ڪئي. هن جي واين ينيٽ ٻاري چڏيو.

> اپ جي ڪاري منهن تي ريڪا ڳاڙهي، نيري پيلي ايندي
> پوءِ ته ڪا تبديلي ايندي.

يا

> منهنجي ڏيهه جي مٽڙن مارن سانُ رکيو جنهن وير
> پوندس ڪاريهر تي پير.

ادبي حوالي سان آئون ان نتيجي تي پهتو آهيان ته سرڪش سنڌي بنيادي طور تي علم عروض جو شاعر رهيو آهي، غزل گوئيءَ جو انداز، وٽس منفرد ۽ انرادي لهجي وارو شاعر آهي.

سرڪش سنڌي جا غزل به ترقي پسند ۽ قوم پرست راڳين شوق سان ڳايا. ڪنهن هڪ اڌ غزل جو مطلعو نه هجي ته نه هجي. باقي اڪثر غزل با مطلعا ۽ بامقطعا آهن. غزل جي فن کان هو چڱيءَ طرح واقف هو، عالم گهراڻي جو فرد هو، تنهن ڪري علم عروض تي ڪيس عبور هو.

سرڪش سنڌي غزل کي غزل جي ٻوليءَ ۾ رچي راس ڪيو، وٽس

اڪثر غزل مسلسل غزل جي فني پيرائي ۾ تا.اچن، جيئن استاد بخاريءَ
ڪي گهڻو ڳايو ويو آهي، ايئن سرڪش سنڌيءَ ڪي ڪونہ ڳايو ويو آهي،
جيئن تہ غزل گائڪي جي صنف آهي، ان ڪي ايتري انداز ۾ ناهي ڳايو
ويو. سرڪش سنڌي جو قومي طبقاتي نظريو مضبوط ۽ دل پذير هو،
پهريان وٽس جمهوري قدر ڪثرت ۾ ها، پر پوءِ صرف قومي ۽ طبقاتي
ڌارا ۾ هليو.

سرڪش سنڌي جو غزل:

ساري جڳ کان پاسيرا ٿي پيار ڪيوسي،
پوءِ بہ جڻ دنيا جي دل تي بار ڪيو سي.

چنڊ! اڄوڪي رات نہ پنهنجون پورِ اکيون،
ورهين جي ويرانن کي گلزار ڪيو سي.

تاساريل هن روح جي تاس لهڻ چاهيم،
وڏندي ويئي جيئن پئي ديدار ڪيو سي.

گهايل ڏينهن جا گهاوَ ڳڻي کو ڏيکاري،
هيءَ حياتي ڏنڊ ڏبي، اقرار ڪيوسي.

پرهہ جي پنبڻين سامهون آيو سنڌو جيئن،
پنهنجي چاهہ جو ٿانءُ ڪٿي تمنّار ڪيوسي.

ڪيئن بچي خوشبوءِ هوا جي چغلين کان،
اوتي ڪير ڪٿوري ۾ ويچار ڪيوسي.

"سرڪش" جڻ تہ گلاب اکين ۾ پوکيا ٿي،
سِيني پاڻهي سمجهيو ڪِٿ اظهار ڪيوسي.

سرڪش سنڌي ۽ سندس محبوبا جا ويچار جهڙا بہ ها، پر عشق جو
احوال ۽ مُشڪ جي ڪٿوري ڪٿي ٿا لڪي سگهن. سماجي قانون ڏاڍو
پيچيدا ۽ پروس هوندا آهن. ماڻهو پيار جي پرچار ۾ چريا ٿي پوندا آهن،
پيار ۽ محبت جي دنيا جهڙوڪر ماڻهن جي مٿي تي پهاڙ ڪڙڪائي
وجهندي آهي، تونٽي جو اهو سچو مامرو ماڻهن جو نہ هوندي بہ ماڻهن لاءِ
مسئلو بڻجي ويندو آهي. ڪنهن جي پيار تي هروڀرو بہ ماڻهن جو مَنُ
ڪُرڪي پوندو آهي ۽ پيار وارن جا پَرَ ساڙي، انهن جي اڏام ۾ عشق جا

ڏُشمن ٿي بيهندا آهن. پيار جون ڳالهيون ڪرڻ، غزل جي پهرين گهرج آهي، سرڪش جو پيار ۽ پيار جو اظهار هڪ عجيب مامرو بڻجي ويو.

چنڊ! اڄوڪي رات نہ پنهنجون پور اکيون،
ورهين جي ويرانن کي گلزار ڪيوسي.

چنڊ چڪورن ۽ چاهت وارن جو همراز ۽ هر خيال آهي. جيڪو پنهنجي چانڊوڪيءَ جي چانڊاڻ سان ساٿن گفتگو ڪندو رهندو آهي. ڪيئي ورهين جا ويچار بحث هيٺ ايندا رهندا آهن. چنڊ ڪنهن جو راز فاش ناهي ڪندو. پيار بنان هي جڳت جهان ورهہ وارن لاءِ ويرانو آهي، جي ان سرزمين تي ڪي بہ ڏڙڪندڙ دليون چاهينديون تہ اهو ويرانو واقعي گلزار بڻجي ويندو.

تاسارِيل هن روح جي تاس لهڻ چاهيم،
وڏندي ويئي جيئن پيئي ديدار ڪيوسي.

سرڪش سنڌي جي غزل جي ٻولي بہ ڪاڇي جي ڳيرن واري آهي. جيڪي پياس ۽ تاس جي دامن ۾ جيون گهاري رهيا آهن. پيار کي ڪڏهن بہ پورو ڪرڻ جو دم هن پيار وارن جي وس ۾ ناهي رهيو. پيار جي ازلي اُڃ ڪنهن ٿي اُجهي، پيار هڪ مسلسل خواهش جو ازلي اسم آهي، غزل جي محبت ڀري ايجاد بہ اها اُڃ نہ ٿي اجهائي سگهي.

گهايل ڏينهن جا گهاوَ ڳڻي ڪو ڏيکاري
هيءَ حياتي ڏنڊ ڏبي، اقرار ڪيوسي.

پيار تي پهرن ۽ بندش جا گهرا گهاوَ سڄو اندر پُرڻ جيان چاڻي ۽ چَلڻي ڪري ڇڏيندا آهن. اهي احساس جا اڻ ڳڻيا ڏک ڪير ٿو واڇي ۽ جاچي سگهي.

سرڪش سنڌي سندن ڳڻپ جي ان حسابي سُڃاڻ پائي تي نہ صرف پنهنجي، پر محبوبا جي زندگي بہ تاوان ۾ ڏيڻ لاءِ تيار آهي ۽ وعدو ٿو ڪري. سرڪش سنڌي جو هي مسلسل غزل يا غزل در غزل پنهنجو تفسير پاڻ آهي.

پرهہ جي، پنبڻين سامهون آيو سنڌو جيئن،
پنهنجي چاهہ جو تانءُ ڪٿي نمتار ڪيو سي.

هن بند ۾ "سرڪش" ۽ محبوبا جو من پرچي ٿو وڃي، اهو تشبيهہ

جو نيم ۽ نمونو صرف سرڪش سنڌي جي پُڪي پوي ٿو. اندر ۾ سنڌو ۽ جيان پريل هجي لڙڪ به نه لڙي، غزل جي گفتگو ۾ اهڙي گوناگونيت ۽ انفراديت ڏاڍي معنوي اڇوت پائيءَ واري آهي. جنهن ڪي شايد ڪنهنجي ڇهڻ جي سگهه سوين پيرا سوچيندي سُن تي ويئي هُجي.

ڪيئن بچي خوشبوءِ هوا جي چُغلين کان،
اوتي ڪير ڪٽوري ۾ ويچار ڪيو سي.

پيار جي پرچار ڪي سرڪش سنڌي خوشبو جي پيتا ڏيندي، چُغل خور ماحول جي ڇَنُ پَڇَڻُ ڪي هوا سان مشبهه بنايو آهي، واقعي ڪير ڪان اجرو پيار اندر ۾ اوتيندي، ويچار ڏارا ۾ اچي ٿا وڃن. بقول سرڪش سنڌي جي.

سرڪش سنڌي جو هي غزل عشق ۽ حسن جي گڏيل سفر جو منڙو نانءُ آهي. جنهن غزل جي ٻولي ۽ فن کي جَرڪايو ۽ مرڪايو آهي.
غزل جو مقطعو.

”سرڪش“ چڻ ته گلاب اکين ۾ پوکيا ٿي،
سيني پاڻهي سمجهيو، ڪِٿ اظهار ڪيوسي.

عشق جا اوجاڳا ۽ ڳاڙهيون اکيون، پيار جو پهريون قلم پوکي اکيون نارڻ ۽ اهڙا ڪيئي اڻ ڇيا ويچار هن مقطعي ۾ سمايل آهن.

سرڪش سنڌي سنڌي شاعريءَ جو اهم نانءُ آهي، هن جي ڪم تي فخر پوري سنڌ ڪري ٿي. حياتيءَ جي آخري ورهن ۾ سرڪش سنڌي کي ڪينسر جهڙي موذي مرض ڪمزور ڪري ڇڏيو. 05 مارچ 2012ع تي هي ڪوي سنڌ امڙ جي گود ۾ ازلي آرامي ٿيو.

سرڪش سنڌي جا هيٺيان ڪتاب سندس جيئري ڇپجي پڌرا ٿيا هئا.

- درد دل 1984ع (شاعري)
- امن آب حيات 1987ع (شاعري)
- پيار ۽ آزادي 1990ع (شاعري)
- سنڌو ڳائي ٿي. 2000ع (شاعري)
- سمنڊ، چوليون ۽ ٽهڪ 2003ع (شاعري)
- جوٺيون جيءَ جهان جون. آتم ڪٿا 2007ع (نثر)
- جوٺيون جيءَ جهان جون. آتم ڪٿا 2009ع (نثر)

- زندگيءَ جي گونج 2010ع (شاعري)

سرڪش سنڌي جي شاعريءَ جي مطالعي ڪان پوءِ هيءَ راءِ صاف ٿي چئي سگهجي ٿي ته:

- شاعري جي فني علم ڇند وديا ۽ علم عورروض جي شاعرائين صنفن ۾ لکندڙ شاعر آهي.
- وائي ۽ غزل جو پختو شاعر آهي.
- سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن تي لکندو رهيو آهي. جنهن جي ڪري سرڪش سنڌي کي قومي شاعر جو لقب مليو آهي.
- رومانوي شاعري ۾ به هن پاڻ موکيو آهي.
- شاعرائي ٻولي ۽ شاعرائي فن تي عبور رکندو هو.

***

# قمر شهباز جي شاعريءَ ۾ وجوديت جو فڪر

فرد جڏهن پنهنجي هجڻ تي سوچيو تہ هن کي پنهنجي وجود جو پتو پيو. پنهنجي موجودگيءَ جو احساس ڪيس ستائڻ لڳو ۽ وجود جي گهرجن کان ڪيس آگاهہ ڪندو رهيو. ”وجوديت هڪ اهڙو فيلسوفياڻو رنگ آهي جنهن ۾ پاڻ سڃاڻڻ ۽ فرد جي داخلي برتري ۽ اتم پڻي جي ڳالهہ علامتي تناظر ۾ پيش ڪئي وڃي ٿي. وجوديت نہ صرف هڪ هاڪاري سرگرميءَ فلسفو آهي پر اهو هڪ ”عملي دائرو“ (Practical Ring) يا سرڪل پڻ آهي جنهن ۾ اچي انسان ڪيترين ئي اهم جبلتن سان مهاڏو اٽڪائي ٿو. ۽ انهن جبلتن جي آڌار پاڻ سڃاڻڻ ۽ پاڻ مڃائڻ جي ڪيترن ئي مرحلن مان گذري نيٺ پنهنجي وجود ۽ وجودي سگهہ کي مڃائي ٿو. جڏهن انسان کي پنهنجي هجڻ جو احساس ٿيو تہ هن پنهنجي وجود کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پاڻ کان سوال ڪيو تہ ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي؟ سندس ان سوال ۾ اهو امر بحرحال موجود هو تہ هو ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. پاڻ سڃاڻڻ لاءِ مختلف مرحلن مان گذري فرد پنهنجي سمجهہ ۽ ڏاهپ جي آڌار پنهنجو وجود يا ”موجود هجڻ“ طئي ڪري ورتو.

وجوديت واري فلسفي هيٺ فرد پنهنجي اهميت تلاش ڪري تقدير جي فلسفي کي رد ڪري ٿو، هن جو خيال هوندو آهي تہ هو پنهنجي سگهہ جي آڌار ڪوبہ عمل ڪري سگهي ٿو، لحاظ تقدير پڻ هو پاڻ لکي يا مٽائي سگهي ٿو. اهو وجودين جو خيال آهي. چاڪاڻ تہ ”وجودين جي سامهون انساني وجود ئي سڀ ڪجهہ آهي. سندن چوڻ آهي تہ انساني ڪائنات ڪانسواءِ ڪابہ ڪائنات ناهي، ۽ اهائي اصل ۾ انسان دوستي آهي. جنهن تحت هو انسان کي باور ڪرائين ٿا تہ انسان ڪانسواءِ ڪوبہ سندس لاءِ قانون نٿو جوڙي سگهي.“ اسان چئي سگهون ٿا تہ وجوديت انسان جي وجود سان گڏ ئي وجود ۾ آئي آهي. ٻين گهٽ لاڙن، خيالن، تصورن ۽ عنصرن وانگر وجوديت جو تصور بہ ان جي فيلسوفياڻي حيثيت ۾ اچڻ کان گهڻو اڳ موجود هو. ڪرڪيگارڊ اهو پهريون فيلسوف هو جنهن کي

وجوديت جو باني تصور ڪيو وڃي ٿو: هوپنهنجي فلسفي لاءِ چوي ٿو تہ ڪيس ڊپ آهي تہ ڪائنس پوءِ سندس فلسفي کي غلط رنگ ۾ ڏنو ويندو، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو سندس فلسفي کي سڌن ۾ سمجهڻ جي ڪوشش ڪندا جڏهن تہ سندس فلسفي کي سمجهڻ لاءِ عقل کان وڌيڪ تخيل ۽ وجدان جي ضرورت آهي. قاضي قيصر الاسلام پنهنجي مشهور ڪتاب فلسفي جا بنيادي مسئلا ۾ ڪريڪيگارڊجي ڪتاب "Either/Or" جي حوالي سان زندگي کي ٽن مرحلن ۾ ورهايو آهي. "هڪ فرد جمالياتي ڪيفيتن مان گذري اخلاقياتي عالم ۾ پهچي ٿو ۽ پوءِ روح جي ابديت جي ڳولها ۾ لڳي وڃي ٿو. فرد پنهنجي وجودي حيثيت سبب ڪائنات ۾ موجود ٻين وجودن سان ٽڪراءُ ۾ تہ اچي ٿو. پر پنهنجي عقل ۽ علم جي آڌار ڪامياب ٿي وڃي ٿو.ڇاڪاڻ تہ ڪائنات ۾ انسان اهو واحد وجود آهي جيڪو پنهنجي گهرجن کي ڄاڻي ٿو، ٻين وجودن جي گهرجن کي ڄاڻي ٿو ۽ پنهنجي توڙي ٻين جي ڀلي لاءِ ڪجهہ ڪري ٿو.

وجوديت بحيثيت سماجي تحريڪ جي موجود حالتن جي بر خلاف هئي.

"Existentialism" is an intrinsically reactive movement of thought.

يعني وجوديت بنيادي طور تي هڪ ردعمل طور اڀري آيل تحريڪ هئي. ۽ اها تحريڪ انسان ذات جي ڀلي لاءِ شروع ڪئي وئي جو سارتر جهڙي ماڻهو چيو هو تہ وجوديت ئي اصل ۾ انسان دوستي آهي .

ڊاڪٽر غفور ميمڻ پنهنجي ڪتاب "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر" ۾ لکي ٿو:

"وجوديت انسان کي ماورائي هستي (Transcendent)سان ملائي ٿي... انسان انهيءَ وقت صحيح معني ۾ انسان ٿيندو جڏهن انهيءَ جو رشتو ماورائي هستيءَ سان ڳنڍجي ويندو ۽ وجودي نقطہ نگاهہ سان انسانيت جي معراج تي پهچي ويندو."

ڪنهن بہ لاڙي يا ٿيوري جو اصل ڪم انسان ذات جي ڀلي سان سلاهاڙيل هئڻ گهرجي، اهڙيءَ ريت انسان ذات جي آزادي ۽ آجپي لاءِ وجوديت واري نظرئي ڀرپور ڪم ڪيو ۽ عملي ميدان ۾ انسان جي ڀلي لاءِ جاکوڙيو ويو، خاص طور جنگين دوران موت جي شرح وڌڻ ڪري فرد ويڳاڻو ٿيو تہ وجوديت واري نظرئي ئي ڪيس پنهنجو ڪندي آٿت ڏني. ۽ سارتر وجوديت واري تحريڪ کي انسان دوستيءَ جي جو نالو ڏئي ان تحريڪ ۾ نئون روح ڦوڪيو.

فرد جي جاکوڙ، انسان ذات جي ڀلي لاءِ پيچ ڊوڙ، پريشاني، ڳڻتي ڳاراڻو،

ويڳاڻپ سپ وجودي فڪر ۾ اچي وڃن ٿا. هتي اسان قمر شهباز جي شاعريءَ مان وجودي فڪر سان سلهاڙيل شاعري جو جائزو پيش ڪيون ٿا.

وڪري ويندا گيت خوشيءَ جا، وڇڙي ويندا يار،
پل پل تنهنجو پيار ڏنگيندو، ساعت ساعت سار.

ترڪي ايندءِ ترَ تي آنسوُ، روئندين زارو زار،
منهنجون يادون بنجي ايندءِ، دل تي غم جو بار.

ياداشت وجوديت جو هڪ وڏو موضوع آهي، هونئن تہ فرد مزاحمت، محبت ۽ بڪ وسيلي پنهنجي وجود سان ويجهڙائي قائم ڪندو آهي، پر ڪنهن جي يادگيري پڻ وجود سان ويجهي اچڻ جو وڏو سبب هوندو آهي. ڇاڪاڻ تہ ياد سان ماڻهو پنهنجي ذهني لاڙي ۽ خواهش جي ويجهو ٿيندو آهي، ۽ اهڙي خواهش ڪنهن جي پيار جو سگهارو دليل هوندو آهي . قمر شهباز جي شاعريءَ ۾ ياد جو موضوع تمام گهڻو آهي هو پنهنجي بيتن توڙي واين ۾ ياد ڪي ڀرپور موضوع بڻائي ٿو.

توکي ياد ڪري، او منڙا، اکڙيون ڀرجي آيون،
منهنجون اکڙيون ڀرجي آيون.
رات پُني آ، ڀيج پني آ، تو لئہ آس لڳايون-
اکڙيون ڀرجي آيون.
سي ڪينءَ سپناڏسنديون، جي تنهنجي گهورن گهايون-
اکڙيون ڀرجي آيون.
يادون منهنجون يادون ناهن، تو جيئن ٿيون ڀرايون-
اکڙيون ڀرجي آيون.
صدين جو آ ساٿ، منا، سو پل ۾ ڪينءَ پلايون-
اکڙيون ڀرجي آيون.
پل پل پنڪن منهنجي من ۾ يادن جون پرڇايون-
اکڙيون ڀرجي آيون.

ياد ڪنهن بہ فرد جي نفسياتي ڪيفيت تي اثر ڇڏي ٿي ۽ نتيجي طور ڪنهن خوشگوار لمحي جو ذهن تي تري اچڻ سبب فرد پنهنجي وجود تي هڪ وڻندڙ لهر محسوس ڪري ٿو. اها اهڙي لهر آهي جيڪا فرد کي پنهنجي وجود سان جوڙي رکي ٿي.

چاڻان ٿو تون منهنجو ناهين،
ڪنهن جي ٻانهن ۾ ٿي ڪِلندين:
چئه، ٻيهر پوءِ ڪاٿي ملندين؟

شام جڏهن شمشان ٿي ويندي،
جيءَ ۾ جوالا بنجي جلندين:
چئه، ٻيهر پوءِ ڪاٿي ملندين؟

اکڙين جي آڱڻ تي مُرڪي،
خوابن جي خوشبو ٿي گهلندين
چئه، ٻيهر پوءِ ڪاٿي ملندين؟

يادن جي وادين ۾ پيهي،
موهه منجهاران مرڪي ٽلندين
چئه، ٻيهر پوءِ ڪاٿي ملندين؟

جنهن سان پيار هجي ان وجود جو ڪنهن ٻي سان سلهاڙجي وڃڻ ۽ من ۾ ان سان ٻيهر گڏجڻ جي اميد جو اپرڻ ۽ شام جي وقت جو شمشان ۾ تبديل ٿيڻ، يادن جي وادين ۾ ان وجود جو ٻرڻ ۽ ذهن ۾ خوابن مان خوشبوءِ جو اچڻ، موهه مان محبوب جو مرڪي ٽلڻ وغيره جهڙا استعارا هڪ نئين وجودي آهنگ ڏانهن اشارو ڪن ٿا. ۾ ان سموري ڪٿا ۾ فرد پاڻ ذميوار آهي. چاڪاڻ ته وجوديت ”فلسفي جي دنيا ۾ اُپريل هڪ نظريو، جنهن مطابق هن بي معنيٰ دنيا ۾ انسان آزاد ۽ پنهنجن عملن لاءِ پاڻ جوابدار آهن. هڪ تحريڪ جي حيثيت ۾ ان جو زور انفرادي و جود جي داخلي مسئلن، انفرادي آزادي ۽ انساني نفسياتي وارتائن جي سندس سماجي روين تي پوندڙ اثرن جو تجزيو ڪرڻ هو. ان تحريڪ اڻويهين ۽ ويهين صدي عيسويءَ جي ڪيترن ناميارن ليکڪن تي اثر ڇڏيو. ڪريڪيگارد، هيڊگر، بوبر مارسل، ڪافڪا، ڪامئو ۽ سارتر وغيره هن تحريڪ جا روح رواں رهيا آهن. وجوديت جي فڪر ٻي عالمي لڙائيءَ ڪانپوءِ تباهه ۽ پڙپانگ ٿيل يورپ ۾ تمام گهڻي شُهرت ماڻي ۽ جنگ جي نتيجي ۾ ماڻهن منجهه پيدا ٿيل مايوسي ۽ بيزاريءَ جي جذبن جي ادب ۽ ٻين شعبن ۾ ڀرپور عڪاسي ڪئي.“

هن نظم ۾ قمر شهباز اداسيءَ جي تصوير ڪي هن طرح بيان ڪري ٿو.

التجا

جڏهن تنهنجي رنگين محفل ۾ سائين،
اداسيءَ جي تصوير بنجي مان آيس،
ڏکاري ڇڏين ها — ڏکاري ڇڏين ها!

خاموش راتين ۾ هڪ سوال بنجي،
خوابن ۾ تنهنجي، ٽپي جي مان آيس،
تون ماري ڇڏين ها — تون ماري ڇڏين ها!

يادن کان منهنجي جي ڇرڪي اٿين ٿو،
تصور جي تهه ۾، لڪي جي مان آيس،
وساري ڇڏين ها — وساري ڇڏين ها!

جوان تنهنجي محفل سدائين آ سائين،
فقط سُرڪڙيءَ لئه، سِڪي جي مان آيس،
پياري ڇڏين ها — پياري ڇڏين ها!

شاعر جو پنهنجي محبوب کان اهڙي التجا ڪرڻ ته ”آئون جڏهن تنهنجي رنگين محفل ۾ اداسيءَ جي تصوير بنجي آيو هئس ته ان وقت مونکي محفل مان اٿاري ڇڏين هان، يا جڏهن آئون خاموش راتين ۾ سوال بنجي تنهنجي خوابن ۾ آيو هئس ته تون مونکي ماري ڇڏين ها، آئون جڏهن تنهنجي يادن جي تهن ۾ لڪي آيو هئس ته تون وساري ڇڏين ها، تنهنجي محفل ته سدائين اٿين ئي آباد رهڻي آهي، جيڪڏهن آئون اڃارو تو وٽ آيو هئس ته ٿورو مونکي به پيارين ها ته سٺو ٿئي ها،“ شاعر جي اهڙي التجا يقينن هڪ وجود جي مڪمل عڪاسي ڪري ٿي.

وري ياد آئين

وري ياد آئين، وري نيڻ نايا!
وانن تي ويهي مون جوت جلائي،
لکين لُڙڪَ پوئي مون مالها بنائي،
مون تولاءِ ساجن ڪيا سهج سايا:
وري ياد آئين، وري نيڻ نايا!

اهو گيت ڳائڻ جو ڳائي نہ ڄاڻين،
ڏکيو پيچ پائڻ، نباهي نہ ڄاڻين،
نہ ڄاڻئي تہ ڇو لڙڪ مون تي لڪايا:
وري ياد آئين، وري نيڻ نايا!

ٽُڙي گل ٽيا مکڙيون، مون توکي پڪاريو،
ڪڙيا ڪئي ستارا، مون ڇرڪي نهاريو،
اميدن جا ڏينڙا مون ٻاريا وسايا:
وري ياد آئين، وري نيڻ نايا!

مون کي ياد آهن مسرتّ جون پلڪون،
ڪنهين جي اکين ۾ ڏنيون چنڊ جهلڪون،
مگر اڄ خزان آ، اُداسيءَ جا سايا:
وري ياد آئين، وري نيڻ نايا!

اسان جون بهارون ڪنهين ريءَ نمائيون،
اميدن جون مکڙيون، بي موسم ڪُمائيون،
جي پنهنجا پرايا، پرايا — پرايا:
وري ياد آئين، وري نيڻ نايا!

گيت نما هن نظم ۾ قمر شهباز جن اداسين، اڪيلاين، اميدن جي مکڙين جي ڪومائجڻ، انتظار جي ڪيفيت، درد جي امنگ، سار جي خوشبوءِ جو ذڪر ڪيو آهي، اهو سمورو بيان وجودي واردات جو حصو لڳي ٿو.

مجموعي طور تي قمر شهباز جي شاعريءَ ۾ جتي جمالياتي، رومانيت ۽ فطري سونهن جو ذڪر ملي ٿو اتي وجوديت ۽ وجودي وارداتن بابت پڻ سندس فڪري نقطہ نظر پڌرو ٿي ملي ٿو. اهائي سندس شاعريءَ جي اصل سڃاڻ ۽ سونهن آهي.

اورنگزيب عاجز

# پير بخش خان عرف پيرل فقير جوڻيجو

سنڌ ڌرتي جي جڏهن بہ تاريخ کي پڙهجي ٿو تہ سنڌ اندر ڪيترين ئي پنهنجو نمايان ڪردار رکندڙ انيڪ شخصيتون نظر اچن ٿيون. جن پنهنجي دور ۾ اهم ڪردار ڇڏيو آهي، اهڙين ئي شخصيتن ۾ جوڻيجو قبيلي جو معزز شخصيت پير بخش جوڻيجو عرف پيرل فقير بہ پنهنجو ڏس ڏئي ٿو.

ڪنڊو واهڻ ڳوٺ تعلقي سکر ۾ واقع آهي هن ڳوٺ ۾ جوڻيجا اڪثريت سان رهن ٿا، هن ڳوٺ جي زميندارن ۾ علي بخش ولد پير بخش جوڻيجو پنهنجو الڳ مقام رکي ٿو، علي بخش جوڻيجو پنهنجي وقت جو سٺو زميندار رهيو آهي، خطن ۽ تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌ جي ڪيترين ئي وقت جي زميندارن ۽ معززن سان سٺا تعلقات قائم هئا. جن ۾ خان بهادر رسول بخش خان جوڻيجو مرزاپور، رئيس ڪريم بخش خان ناپر ڪوٽ ناپر ضلع شڪارپور، خانصاحب امير بخش خان مهر تماچاڻي، خان صاحب تاج محمد خان پٺاڻ باگڙجي وارو، ميان عبدالستار پيرزادو سکر وارو، آغا غلام صفدر خان پٺاڻ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو گادي نشين پير سيد شاهہ ڏنو شاهہ ڀٽائي ۽ سيد غلام حيدر شاهہ گادي نشين درگاهہ بلڙي شريف وارا اچي وڃن ٿا. جن سان تعلق جو احوال سندن لکيل خطن مان ملي ٿو. ان ڪانسواءِ وقت جي حڪمرانن ۽ ڪامورن سان بہ تمام سٺا تعلق هئا، جن جا لکيل دعوت نامہ ۽ راءِ وٺڻ لاءِ سڏ بہ رڪارڊ تي موجود آهن.

علي بخش خان جوڻيجو سن 18 آگسٽ 1964ع ڌاري ڇنڇر جي ڏينهن هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سندس قبر باگڙجي شهر جي قبرستان پير ظاهر زڪريا ۾ موجود آهي. ان کان پوءِ خليفو ڌڻي بخش پيدائش سن 1928ع ڌاري آهي. سندس پويان پڳ پهري پاڻ پنهنجي والد کان پرورش ۽ تربيت ورتائين. پنهنجي وقت جو سٺو زميندار رهيو. جيڪو اڄ ڪنڊو واهڻ ۾ ڀٽائي جو اوتارو آهي سو سندس ئي محنت جو نتيجو آهي. پاڻ جلد ئي پوءِ 2 رمضان المبارڪ 1392هہ مطابق 11 آڪٽوبر 1972ع ڌاري اربع

ڏينهن وفات ڪيائين. سندس تربت والد سان گڏ قبرستان ظاهر زڪريا ۾ آهي. پاڻ پيءُ جو اڪيلو پٽ هو ۽ سندس ٻه گهر هئا. پاڻ هميشہ مخدوم شاهہ عثمان قريشي جي درگاهہ جو عقيدتمند رهيو. هو عيد خاندان سميت وڏيري بلاول پيرزادو جن سان گڏ درگاهہ تي پڙهندو هو.

پير بخش خان ولد ڏٽي بخش خان هن خاندان ۾ سن 1942ع ڌاري پيدا ٿيو. هي صاحب گهڻو رخي شخصيت جو مالڪ هو. هي پنهنجي وقت جو شاهہ خرچ ۽ هٿ جو سخي زميندار هو. سندس شوق نوابن وانگر هئا. هميشہ وقت جي زميندارن وانگر بگي گهوڙو سواري لاءِ هيئيان رهندو هو. پاڻ سٺو تعليم يافتہ هو. سندس دوستن جو حلقو بہ وسيع هو. وقت جي سڀني زميندارن، ڪامورن، پيرن، فقيرن ۽ فنڪارن سان سٺا تعلقات هئا. زمينداري ڪانسواءِ ٻيو رخ بہ هو، پاڻ موسيقي جو ڄاڻو ۽ وقت جو سٺو شاعر بہ هو، سندس شاعري جا ڪيترائي ڪتاب پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ شايع ڪرايائين. جن ۾ بزم بهار سال 1981 ۽ غمگين دل سال 1968ع ۾ شايع ٿيل آهن. سندس شاعري ريڊيو پاڪستان تان فوزيہ سومرو ۽ جلال چانڊيو جي آواز ۾ ڳايل آهي. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

1. ڳنڍي نينهن ناتو نڀائڻ نہ آيو
   روئاري سڄڻ پوءِ ڪلائڻ نہ آيو.
2. نہ پاڻ آيا پرين نہ ڪوئي قاصد آيو
   الله ڄاڻي الائي ڇا هي سندن رايو.
3. محبت ڪڏهن بہ مرندي نہ آهي
   سڪن يا ڏکن ۾ سرندي نہ آهي

. پير بخش جوڻيجي اميري هوندي بہ فقيري اختيار ڪئي، فقيرن وانگر پنهنجي خيالات ۽ جذبات جو اظهار شاعري ذريعي ڪيو، نہ فقط شاعري پر پنهنجي خرچ تي ڪيترائي ڪتاب بہ شايع ڪرايائين. ان ڪانسواءِ ڀٽائي جي اوتاري جي ذميواري ۽ خلافت بہ سندس مٿان هئي. جيڪا پڻ سٺي نموني نڀايائين. هن ناياب گوهر آخري عمر ۾ ڪنڊو واهڻ ڇڏي وڃي خيرپور ميرس ۾ هڪ عام ماڻهو وانگر زندگي جا ڏينهن گذاريا. جنهن جو سبب پاڻ دل جو سخي ۽ بيوفا سنگت هئا. پاڻ سنہ 2001ع ڌاري خيرپور ۾ وفات ڪيائين پونئرن ۾ هڪ پٽ علي بخش عرف رمضان فقير ۽ ٻہ پائر قلندر بخش جيڪو هڪ سيبتو ۽ هڪ روشن خيال خانداني ماڻهو آهي ۽ سندس ٻيو پاءُ هادي بخش جيڪو پڻ استاد آهي. ڪنڊو واهڻ ۾ اڄ بہ رهن ٿا ۽ ڀٽائي جي اوطاق جي خدمت ڪن ٿا.

رزاق سھتو

# زھرا

ماءُ جي ھنج ۾ ننڍڙي زھرا رڳوننڍڙا نيڻ کڻي ماءُ کي پٺي ڏٺو. عمر ۾ رڳوھڪ سال، قدرت مٿس مھربان ڪان ھئي تڏھن تہ پيءُ ھڪ حادثي ۾ فوت ٿي ويو ۽ زھرا ۽ سندس ماءُ نوران کي زماني جي درياھ ۾ زندگيءَ جي ٻيڙي وچ وھڪري ۾ ڇڏي جھان ئي ڇڏي ويو. مٿان بيماريءَ ھٿي سندس ھڏ ئي چيڪائي وڌا ھئا. ڪيس الڪوپنھنجي ڏيءَ زھرا جوپنھنجي منھن پٺڪي ٿي

”ساھ جوسڳونہ ڇاٿا ڪڏھن ٽتندوم، ھيءُ ٻالڪڙي جھان جورڻ ڪئين جھاڳي سگھندي“.

اڪين مان لڙڪ وھي پيس. اگھڻ جي ٿي ڪيائين تہ قدمن جي وڏڻ جو آواز محسوس ڪيائين.سندس ڏيرخانڻ اچي مٿس بيئورڪوآوازڪوٽيءَ ۾ ٻُريو.

”ڀاڄائي — ھي ڪجھ ڪاڳرآھن.انھن تي تنھنجوآڱوٺولڳندو“.

”ڇاجا ڪاڳرآھن؟“

”عورتن کي مردن کان سوال ڪرڻ جوحق ناھي“.

”ڇوعورت جانور تہ ناھي جونہ ڳالھائي.؟“

”رناڻا جواب ٻڌڻ ڪون آيو ھان“.

” پوءِ ٻڌائين ڇونہ ٿوڪاڳرڇاجا آھن.؟“

”ادو تہ دنيا ۾ رھيوڪون ڪمھلومري ويو.چار ٻارا زمين جا آھن ٻيو تہ ڪرياءُ نکريڇي سوپنھنجي نالي زرعي زمين ٺوڪرايان ان ڪاڳرن ۾اھا ئي لکت آھي تہ تون پنھنجي مڙس جوحصروٺڻ نٿي چاھين سڀ ڏيرجي حوالي ٿي ڪرين“.

”ڇو— نياڻي جوائر ان جوڪوحصوپتي ناھي؟“

”ڀاڄائي ڪھڙيون ٿي ڳالھيون ڪرين. ٻلا ڇوڪرين جوبہ ڪوملڪيت ۾ حصوٿيندوآھي. ھجئي ھا پٽ تہ بيشڪ پنھنجي پائٽي کي سئو نہ لک پيرا ملڪيت جو حصو لکي ڏيان ھا“.

"نياڻيون اولاد ناهن هونديون ڇا.؟"

"توکي الائي ڪنهن اهي سبق پڙهايا آهن. ماڻ ڪري ڪاڳرن تي آڱوٺوهڻ نہ تہ پنهنجوءِ پنهنجي ڏيءُ جوخير نہ سمجھ ڪڍانو نہ ڪھاڙين منجھان".

نوران ڏيرجي ڏمڪي ٻڌي ڏڪي وئي. ڏيءُ زهرا کي سيني سان لڳائي ڇڏيائين. سندس زبان مان رڳو اهوجملو نڪتو

"آڱونوڪتي هڻنواتم"

خانڻ ڪيس ٻڌائيندو ويو ۽ نوران وئي آڱوٺا هڻندي.

زرعي زمين سرس هين پاڻ بہ پائرخانڻ وڏوهئو. سندس ننڍوڀاءُ حادثي ۾ فوت ٿيو تہ اها ڇئونپچون سرٻاڻن ۾ پئي هلي تہ خانڻ آهي لالچي ماڻهون ملڪيت جي لالچ ۾ ڪٽي ڀاءُ جوسرنہ ڪٽايوهجئين. اهڙي ٻابورنوران جي ڪنن تائين اچي پڳي هئي پر مُني بہ ماڻ مُني بہ ماڻ ڪا مزاحمت ڪري ها تہ ڪيس خبرهئي تہ سندس ڏيراثراثوق واروماڻهون آهي. سندس وجود ۽ ڏيءُ اڳ ئي خانڻ پاڻ تي بارسمجھي ٿو. ڪيس آس هئي تہ مڙس جي ملڪيت آهي ڏيءُ ۽ منهنجو گذر سفرسولوٽي پوندو پر ڪاڳرن تي آڱوٺوهڻي پنهنجي ملڪيت تان هٿ کڻي ڇڏيائين. نوران جي گھر۾ حيثيت هڪ نوڪرياڻيءُ واري ٿي پئي. خانڻ جي زال بہ ڪائونس سڄي گھرجوڪم ونندي هئي. نوران بيماريءُ ۾ ورتل هئي پرگھرجوڪم ڪارڪندي منهن تي گُھنج ڪان آڻيندي هئي. نوران مٿان ڏيرخانڻ جوڄبرجاري رهيو. سندس ڏيرياڻي ڪٽ ڪان هيٺ پير نہ لاهي ڪک پڇين ٻيٺو نہ ڪري تنهن هوندي بہ مٿس ڪاوڙجاڪڪر پيا گجندا هئا. ههڙي قسم جا جملا بازبٹجي جسم تان ماس پٽي وٺندا هئس.

"نياڻي آهين. مڙس کي کائي وئينءُ تڏهن تہ ويچارو حادثي ۾ مري ويو. رنڻ آهين منهنجي گھر ۾ نحوست ٿي ڦهلائين. مٿان تنهنجي اها نياڻي ڇوري زهري جمڻ سان ئي ندوري نڪتي. پنهي مان اڙي آهيان. ماڻهن جي مِهڻن جوخوف نہ هجي ها تہ ڪڏهوڪوگھرمان ڪڍي ڦٽوڪيانوَ ها."

نوران ڪئين ڀيرا گھرڪان نڪري وڃڻ جي ڪئي پرڏيءُ زهرا جي ڪري پيرگھرجي چائٺ ڪان ٻاهرڪون ٿي ڪڍيائين. ڏيءُ زهرا سان گڏ خانڻ جي ٻن پٽن ۽ هڪ ڏيءُ جي پرگھورلهڻي پوندي هيس. جيڪي دادلا هيا. خوشي جوڪو بہ ڏڻ اچي نوران ڪا بہ فرمائش ڪان ڪندي هئي. جيڪي

ملندوهئس قبول ڪندي هئي. زهرا ننڍي هئي ڪيس اهڙيون ڳالهيون ڪون سمجهه ۾ ايندويون هيون تہ ماءُ ڪان پڇندي هئي.

"امان چاچيءَ جا ٻارڪيڏا نہ سٺا ڪپڙا ٿا پائن ٿا مونکي بہ اهڙا لٽا وٺي ڏي نہ"

اهڙين ڳالهين تي نوران روئي پوندي هئي تہ زهرا جا معصوم جملاهوندا هئا.

"چو ٿي روئين امان. نہ رواڳتي ڪجهہ ڪان گهرندس".

زهرا سمجهہ پري ٿي وئي تہ ڪيس سموري ماجرا سمجهہ ۾ اچي وئي. هڪ ڀيري رڌڻي ۾ ٿانو پئي ملپائين تہ چاچي آيس.

"جود ڪرڪپڙا بہ ڌوئڻا ٿي گسرڪان ڪم نہ وٺ"

"چاچي ڪم ڪيان تہ پئي گسر چوڪندس."

"اڙي هيڏي چوري ورنديون ٿي ڏئين. شرم ڪرڪاڪڙو نہ ڪڍي چڏيانءِ"

ائين چئي زهرا کي زوردار چماٽ وهائي ڪڍيائين مٿووجي پٽ سان لڳس. چاچس هلي وئي هوءَ روئندي رهي. ماڻس جا بيماريءَ جي بسترتي هئي اٿي آئي. زهرا جي مٿي تي پيارپريوهٿ جورکيائين تہ اچي سڏڪن ۾ پئي سندس ڳوڙها رئي جي پلوسان اگهندي ماڻس چيس.

"انهن ئي ڏينهن ڪان پئي دنس تہ تنهنجي مٿان ظلم ٿيندي نہ ڏسان. بيوس ماءُ تولاءِ ڪجهہ بہ ڪري نٿي سگهي".

هنن پاڻ ۾ ڳالهايوپئي تہ خانڻ جي زال آئي چوڻ لڳن

"چا تي ڪٿي ماءُ ۽ ڌيءَ روج راڙولڳايوآهي. جڏهن ڏس نياڳيون پيون ٿيون سمڪن وري الائي ڪنهنجوسرڪٽنديون چپ ڪيوٿيون يا وجهان ڏنڊي ۾ هٿ".

نورا روئڻهارڪي لهجي ۾

"تون بہ ٻارن کي ٿي مارين ڪوڪهڪاءُ ڪر".

"زهري ٻار آ ڏکہ ٿي وئي آ ڪم ڪان ٿي ٽٽائي. مٿان وري پَرڻي ڪٽيس. چوري ڪم ڪان ڪيڏوٿي لنوائي".

"ڪان ٿي لنوائي سڄي گهرجوڪم تہ ڪري پئي".

"مائي تون ــ ڌيءَ جي پاس تہ ڪٽنديءَ ني هڪ تنهنجي بيماري مان بيو ان چوريءَ مان اڙيا آهيون".

ائين چوندي خانڻ جي زال هلي وئي.

ماءُ ڌيئر روندي پاڪرين پئجي ويو.

ماءُ جي پيرسنيءَ سبب گهرجوساروڪم زهرا پاڻ ڪندي هئي ۽ وقت بچائي ماءُ جي به سارسنڀال لهندي هئي. وقت تي دوا درمل ۽ ماني ويلي تي ڪرائيندي هئي. ماڻس صفا ڪمزورٿي وئي هئي. هلڻ ڦرڻ کان لاچارهئي .

خانڻ ڪجهه ڏينهن کان ٻاهرشهرويل هئوجتي سندس مائٽ رهندا هئا. زهرا گهرجي اڱڻ مان ٻهاري پئي ڪڍي ته خانڻ گهر ۾ داخل ٿيوسندس پرسان لنگهي ويوپرزهرا ڏانهن اک کڻي به ڪون ڏٺائين. ورانڊي ۾ جيئن ئي پهتو ته ڪيس سندس ٻه پٽ ۽ ڌيءُ چنبڙي ويون.خانڻ به ڪين ڳل لائي چمندورهيو. زهرا حسرت ڀري نگاهه سان ڪين ڏسندس رهي.خانڻ جي زال منهن تي مرڪ آڻي ٻاپوهه مان مڙس کي ڀليڪارڪيو. هي منظرڏسي زهرا کي پنهنجوپيءُ ياد اچڻ لڳوسوچڻ لڳي منهنجو به بابا زندهه هجي ها ته آنءُ به ساڻس انگل آرا ڪيان هان ڳل لڳي ڀاڪيون پايان هان. بابا سائين تنهنجي هجڻ سان سنسار سهٽولڳي ها پر تون ناهي ته هر شيءِ ڪوجهي ٿي لڳي. هتي امان ۽ منهنجوڪوئي حال پائي ناهي. ائين سوچيندي زهرا آسمان طرف سواليا نظرن سان ڏٺو. آسمان تي ڏور ڪا ڳجهه ڏِونڊِ جي ڳولا ۾ هئي.

زهرا جي ماءُ سخت بيماريءَ ۾خانڻ به سندس علاج طرف ڌيان ڪون ڏنونيٺ ڇڙي ڇڙي مري وئي. زهرا ماءُ جي پيرن کي پڪڙي روئي پار پئي ڪڍيا.

"او امان ڪنهنجي سهاري ٿي ڇڏي وڃين. مونکي به ساڻ وٺيوهل هتي توڪانسواءِ منهنجو ڪيرآهي. ڪنهن سان ويهي سورسليندس دل جون ڳالهيون ڪندس".

خانڻ لوڪ جي لڄ کان زهرا کي ڪوڙا دلاسا پئي ڏنا.

وقت جي پرواز تي ڪيرئوچاراڇلي قابوڪري سگهي. نوران جي جسم جومٽيءَ جوپنوڙووجي مٽيءَ سان مليو. سندس ڌيءَ زهرا ٻالڪ پڻ مان جوانيءَ طرف پيرسوري ورتا ته سندس هم عمر سئوٽ به جوان ٿي ويا. زهرا سونهه ۾ خانڻ جي ٻارن کان سرس جيڪا ڳالهه سندس چاچيءَ کي هڪ اک نه پائين زهرا مان وڌون پئي ڪڍندي هئي. زهرا سئوٽن جوپوروپوروخيال رکندي هئي. وقت تي ماني ڪارائڻ ،ڪپڙا ڌوئڻ پاڻي پيارڻ هرڪم سندس ئي ذمي هئو. گهرجي صفائي سٿرائي کان ويندي رڌ پچاءُ تائين ڪيس ئي ڪرڻوپوندو هئو. خانڻ جا پٽ به اچي جوانيءَ چڙهيا. زهرا کي محسوس ٿيوته خانڻ جووڏوپٽ سهيل ڪيس ڪڏهن اڪيلائي

جوفائدوونٿي تنگ ڪندي عجيب حرڪتون ۽ اشارا ڪندو هئو. زهرا ڪيس گاھ ئي نہ وڌو تہ هومچرجي پيو.ڪيس جنسي طور بہ هٿ چراند ڪرڻ شروع ڪئي زهرا ڪنهن کي دانهن ڏئي. پُل جي هيٺان گهٽوپاٽي وهي چڪوتہ زهرا مجبوري وچان چاچيءَ کي دانهن ڏني تہ سهيل تنگ ڪري ٿو. چانچس ڪاوڙ ۾ ڳاڙهي ٿي وئي چئي

"ڇوري منهنجي پٽ مٿان الزام ٿي هڻي مارپوي ڪا، جواني چڙهي ٿي تہ منهنجي پٽ تي غلا ٿي آڻين"

ڪيس سوٽي ڏيکاريندي چيائين

"خبردارجوٻڙڪ ٻاھر ڪڍي اٿي. چاچهن کي نہ خبرپئي ڪهاڙين مان ڪڍندئي."

"پوءِ ے سهيل کي سمجهاءِ نہ اهڙيون حرڪتون ڇوٿوڪري".

"ڇوري وات تي هٽي."

زوردار بہ ٽي سوٽيون چاچنس پٺن تي وهائي ڪڍيس تہ سهيل مار کائيندي زهرا کي ڏسي مرڪي رهيوهئو. ۽ زهرا دانهون پئي ڪيون زهرا وڏيڪ مار جي ڊپ کان پنهنجي ڪمري ۾هلي وئي سندس ڪمروري کهڙوهئو. هڪ ڇنل کٽ ، ٻہ پراڻيون رليون، هڪ وهاڻو ڪجھ ڪائڻ پيئڻ جان ٿانو، ڪمري ۾ رُڱھ مارڪائي کٽ تي اچي پاڻ ڦتوڪيائين سند پٺا سورڪان ڏُکي رهيا هئا.

خانڻ جي گهرشهرڪان سندس پري جا مائٽ آيل هئا سندن زرعي زمين خانڻ جي زمينن سان گڏ هئي جيڪي پنهنجي ٻني ٻاري جي سنڀال لاءِ خانڻ جي گهر ايندا رهندا هئا. گهر ۾ رونق لڳي پئي هئي زهرا ڪم ۾ جنبيل مهمانن جي ڪري مٿس ڪم جوبارسرس پئجي ويوهئو پرفرحانہ جا پنهنجي پيءُ ماءُ ۽ ڀاءُ سان گڏ آيل هئي سا سندس پرجهلوٽي پئي. ٻنهي ۾ ساهيڙپ وڌي وئي. زهرا ماني پچائڻ لاءِ اٽوپئي ڳوهيوجوفرحانہ وٽس آئي ڪيس چوڻ لڳي.

"گهرجوسڄوڪم ڪارڪٽي مٿي ۾ هيوائني. جيڏي مهل ڏس ڪنهن ڪم ۾ لڳي پئي آهين. مٿان ڪيربہ پيارجي نگاھ سان ڪون ٿوڏسئي چاچيءَ کي تہ هڪ اک بہ ڪان ٿي ڀانئجي سندس ڏي ڪٽ ڪان هيٺ پيرڪان ٿي لاهي پنجاھ جي نوٽ تي پيررکي ٿي هلي ۽ تنهجوسڳوچاچو بہ ماڻُ ڪون ٿوڏئي ۽ تنهنجا سئوٽ بي لڄا پيٽوڻا مانيون ڳرن نکي ڪائڻ جوافعال نکي ڳالهائڻ جي تميزچچلاڪنهن جاءِ جا

اٿو ڳوهہ تہ ماني مان ٿي پچايان."
زهرا ڌيمي لهجي ۾ چيو
"نہ ـ چاچي ڪاوڙڪندي".
"چوڪاوڙڪندي. الڪو نہ ڪر پاڻ جواب ڏيندي مانس".
ڳوهيل اٿوفرحانہ پاڻ ڏي سيري ماني پچائڻ شروع ڪئي تہ زهرا ياڄي چاڙهڻ شروع ڪئي. رڌڻي ۾ ڳالهيو بہ ڪندي فرحانہ چيس تہ
"ڪجهہ وقت لئہ شهرڳڏجي هل ڪي گهڙيون تہ سڪون جوساهہ کڻ".
"نہ ـ مونکي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي"
"پنهنجونٽي سمجهي ڇا".
"تون تہ ساهہ ۾ سانڍڻ جهڙي آهين چاچي ۽ چاچواصل موڪل ڪون ڏيندا انهن کي نٽي سجاڻي اٿوڪاوڙ ڪندا تہ زهرا ئي فرحانہ کي شهروني هلڻ لاءِ زورپريوهوندو. تون تہ هلي ويندي، هي منهنجو هڏ گڏ هڪ ڪري ڇڏيندا".
"ڇا توکي ماريندا بہ آهن."
" ڪون نہ ڪوبهانوناهي ڪٽيندا رهندا آهن".
"اوخدايا! وڏا ظالم آهن ويچاري چوري ڇنيءَ تي کهڪاءُ بہ ڪون ٿواچين"
"آهستي ڳالهہ چاچي ٻڌي نہ وني".
"پلي ٻڌي مان ڪوڊڄانس ٿي ڇا؟"
"توکي ڪجهہ ڪون چوندا منهنجي لاءِ ويل ٿيندو".
"واعدوڪر تہ شهرهلنديءَ موڪل وٺڻ منهنجوڪم آهي".
"جي موڪل ڏيندا تہ چونہ هلنديس".
"بس اهوڪم مون تي ڇڏي ڏي".
زهرا شهرپهچي سڪون جوساهہ کنيو. فرحانہ جي گهرياتين جي قرب سندس اندر ۾ خود اعتمادي ۽ محرومي ختم ڪئي. ويتر فرحانہ جوپاءُ ڪيس ڏاڍوپيائڻ لڳوهئو تہ مَنُ موج ۾ اچي ويوهئس ڪيس لڳو تہ زندگيءَ جون رونقون ۽ رنگينيون بہ آهن. شهرپرهي صاف سٿري بلي بلي ٿي نکري پئي هئي آئيني سامهون ايندي هئي تہ پئي آئيني ڪان سوال ڪندي هئي تہ مان ساڳي زهرا آهيان يا ڪا ٻئي ڇوڪري جوين جواحساس ڪيس هتي ئي ٿيوهئو. زهرا ۽ فرحانہ ڪمري ۾ ڪچهريءَ ۾ هيوجوفرحانہ جو پاءُ سليم ڪمري ۾ آيو. زهرا ڪيس ڏسندي ئي لڄاري ٿي وئي. ساهہ ۽ دل

جودهڪوتيزٿي ويس. سليم ڪرسيءَ تي ويهندي پيڻ سان مخاطب ٿيندي چيو تہ

"ادي لئبرريءَ ويوهيس ٿڪ ٿومحسوس ڪيان چانهہ تہ پياريم".

" اجهو ٿي چانهہ ٺاهي اچان".

فرحانہ اٿڻ جي ڪئي تہ زهرا بہ اٿي ساڻس هلڻ جي ڪئي پر فرحانہ منع ڪيس هوءَ هلي وئي تہ سليم ۽ زهرا اڪيلا ٿي پيا. ڪا ديرخاموشي رهي. سليم زهرطرف نهاريندي چيو

"توهان ايڏا خاموش ڇورهندا آهيوهتي تہ اوهان ڪي ڪا جهل پل ناهي ڪوبئوڪونهي خوش رهندا ڪيو".

زهراجي زبان تي ڪي من بارپئجي ويو چئو جو اٿلي.

"مونکي خبرآهي اوهان جي زندگيءَ ۾ سک گهٽ ڏک وڌيڪ آهن. توهان سڻا لڳندا آهيو تڏهن ئي ڪجھ گهڙيون ڪچهري ڪرڻ اوهان وٽ ايندوآهيان پر توهان رڳوچپ."

"ڇا ڪيان گهٽ ڳالهائڻ جي عادت پئجي وئي اٿم."

"ڪا ڳالهہ ناهي آهستي سڀ ٺيڪ ٿي ويندو."

فرحانہ سڀني لاءِ چانهہ ٺاهي ڪٿي آئي. چانهہ جودرو بہ هليو تہ ڪچهري بہ ٿي. سليم ۽ زهرا جي وچ ۾ حجابن جا پردا آهستہ آهستہ سرندا ويا. ويجهڙائپ وڌندي وئي. زهرا کي ڀهريون پيروزندگيءَ ۽ جيئري هجڻ جواحساس ٿيو نہ تہ چاچي جي گهر ۾ تہ سندس زندگي جانورجيان ٿي گذري جيون جي رونقن کان خالي خالي. فرحانہ جا ماءُ پيءُ بہ ڪيس گهڻوقرب ڏئي رهيا هئا. زهرا ۽ فرح رڌڻي ۾ هيون جوماني تيار ٿي تہ فرحان چيس

"ماني ڪٿي امان ۽ بابا جن کي ڏئي اچ."

زهرا ماني ٿري ۾ ڪٿي جيئن ئي ڪمري جي ويجهو پهتي تہ ڪيس فرحانہ جي ماءُ جوآواز ٻڌڻ ۾ آيو پاڻ اوٽ وٺي بيهي رهي.

"سليم جا پيءُ ڳالهہ ڪرڻي هيم توسان"

"چئو ڪهڙي ڳالهہ آهي".

"زهرا ڏاڍي سلڇڻي ڇوڪري آهي. ڪم ڪار ۾ پڻ وڏي ننڍي جوخيال منهنجي تہ دل ۾ گهري وئي آهي ڇونہ پٽ سليم جي لاءِ ادي خانڻ وارن کان زهرا جي سڱ جي گهرڪيون"

" ها ـ ادو خانڻ آهي ڪُهرو ۽ لالچي ماڻهون چيو ميڻدو الائي ڪونہ"

"چوڻ ۾ ڪوهرج ته ڪونهي"
"جيڪا تنهنجي مرضي."
ٿوري دير لاءِ خاموشي ٿي وئي ته زهرا ڪمري جودر ناڪ ڪيو ۽ پردو سيري ڪمري ۾ اندر هلي آئي. ماني ٽيبل تي رکيائين ته سليم جوپيءَ ڪيس اڳ کان وڌيڪ پنهنجائپ جي نگاهن سان پئي ڏٺو. زهرا لڄاري ٿي وئي ۽ پوئتي پير ڪيائين. رڌڻي ۾ آئي ته سندس ڪيفيت عجب هئي. دل جودهڪو تيز ۽ چهري تي خوشيءَ گاڏڙ تاثر هيس فرحانه ڪيس ڏٺو ته هوءَ به سوچ ۾ پئجي وئي. ۽ پڇي ويئس
"ڇا ٿيو."
"ڪجهه نه بس ائين ئي".
" ڇري مونکان ٿي لڪائين. تنهنجو مکڙوڪجهه ٻڌائي رهيوآهي".
" ڇيم نه ڪجهه ناهي".
ائين چئي زهرا وڏيون وڏيون وکون کڻندي فرحانه جي ڪمري ۾ هلي وئي ته فرحانه سوچڻ لڳي
"الائي امان ڪهڙي خوشيءَ جي خبر ٻڌائي اٿس جو ٻهڪي پئي. نيڪ آهي پياري ساهيڙي خوش رهي ويچاريءَ ڪوڙڏک ڏٺا آهن".
رات پهرين پهرءِ ننڊاکڙين اکين ۾ زهرا جومرڪز سليم ئي هئو.ڪيترائي سوال جن جاجواب وٽس ڪونه هئا منهنجوچاچو چاچي ڪڏهن به سليم جوٿيڻ نه ڏيندا. هووٽڻ لڳواٿم جيڪڏهن سليم جي لاءِ منهنجوسڱ چاچي جن کان گهريائون ته ويترمون لاءِ ويل وڏي ويندو. اهي چاهيندا ته سندن جوان ڌيءَ جي هٿي خوشحال گهر ۾ مڱڻي ٿئي. انسان جي وس ته ڪجهه به ناهي جيڪوقسمت ۾ هوندو سو ٿيندو. پورپچائڻ مان ڪهڙوهڙحاصل ٿيندو. الا! ڇاڪيان ننڊ به ته نٿي اچي نه ـ مئي الائي ڪهڙي رڻ ۾ رلهي وجهي سمهي پئي آهي. اڄ ننڊ اڄ هوءَ ننڊ کي سڏ ٿي ڪري. اڌ ننڊ اڌ جاڳ ۾ رات گذري وئي. ٽڪل بت سان اٿي فرحانه ڏانهن هلي وئي جا رڌڻي ۾ نيرن تيارڪرڻ ۾ رُڌل هئي .
زهرا ۽ سليم جي وچ ۾ پياروڌندو ويو ڪي قرب واريوڪچهريون به ٿيون. هڪ ڏينهن زهرا جو چاچواچي پهتو زهرا کي واپس پنهنجي ڳوٺ وٺي آيو. پرسليم جي محبت سندس پيروڪنيوگهرتائين اچي پڳي. گهرجوڪم ڪار ڪندي هروقت تن ۾ تانگهه سليم جي ئي هيس. رات جي خوابن جا منظرئي بدلجي ويا. هٿن تي ميندي لڳل پاڻ ڪنوار جي روپ ۾ سليم سان گڏ مينديءَ جي خوشبوءِ اڪيلائي جسم ۾ سياٽواپرندي

ئي خوابن مان حقيقت جي دنيا ۾ هلي ايندي هئي. ساروڏينهن ته گهرجي ڪم ڪار ۾ لڳي پئي هوندو هئي رات ٿي ڪيس پنهنجي پيارجوپساريئي ڪرائيندي هئي هو، گهڻوخاموش رهڻ لڳي هئي چاچيءَ جوظلم ته جاري رهيوپرڪنهن جي دل ۾ جاءِ جوڙڻ ڪانپوءِ ڪيس آئت ٿي پيوهئو ته سٺاوا ڏينهن اچڻ وارا آهن. زهرا ۾ آيل بدلاءَ ڪي سندس چاچيءَ محسوس ته ڪيو هئو ته جڏهن ڪان شهرڪان موٽي آهي چپ چپ ٿي رهي ماريانس ڪٽيانس، تڏهن به سڀ سهي ٿي وڃي ڪا ماجرا ضرورآهي. زهرا ڪي سڏ ڪيائين .

"اوزهري هيڏ ته اچ"

"جي چاچي اچان ٿي"

"ها جود ۾ اچ"

زهرا چاچيءَ جي پير ۾ اچي بيٺي.

"چوري ڏي ته خبرجڏهن ڪان شهر ڪان موٽي آهين چپ چپ ٿي رهين. مارموچوڙو ٿي ڪيانءِ تڏهن به ماٺ ۾ آهين تنهنجي طبعيت ۾ بدلاءَ اچي ويوآهي شهر وڃي ڪهڙا ڪيچڪ ڪيا ٿي ڪنهن سان ناتو جوڙيوٿي".

"نه چاچي اهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي".

"اسان ڪي به ڪڙڪ پوندي پوءِ ڪڍنديئي چاچهن ڪهاڙيءَ مان. هُئين اسان مٿان وڏو بوجهوآهين بهاني سان جان آجي ٿي پوندي".

زهرا ماٺ ۾ رهي چاچهنس چيو

"وڃ ڪم وڃي ڪر باقي تنهنجي چال ٻڌائي ٿي ته دال ۾ ڪاروآهي".

زهرا گهرجي اڱڻ ۾ ٽانوپٿي مليا ته گهرجي دروازي تي ٺڪ ٺڪ ٿي زهرا جي دل جودهڪوڏي ويو.لڳس ته سليم آيو آهي. خانڻ جي پٽ وڃي دروازو ڪوليو ته سليم بيٺو هئو ڪيس اندر گهر ۾ وٺي آيو. هن سان سڀ مليا. خانڻ ۽ سندس زال سليم ڪان ماءُ پيءُ جو حال احوال وٺڻ شروع ڪيا زهرا سليم جوآواز ٻڌو ته هٿ ٽانوملڻ ڪان ئي بيهجي ويس. پنهنجي پاڻ تي نظرڪيائين حال ته بڇڙا لڳا پيا آهن. اندر وڃي ٻيو نه ڪپڙا ته مٿائي وٺان صفا ميرا لڳا پيا آهن هوءَ اٿي ڪمري ۾ هلي وئي جلديءَ ۾ ڪپڙا مٽايائين رڳووارن ۾ ڦٿي ڪيائين مٿان چاچيءَ ڪي شڪ نه پئجي وڃي اڳ ئي ارڏيون پڇائون ڪري چڪي آهي. جلدي جلدي ٽانون ملڻ واري جاءِ تي پهتي ۽ ٽانون تڪڙ ۾ ڌوئي ورتائين. ايتري ۾ سليم به چاچهنس سان گڏ اڱڻ ۾ ڦيروپاتو. زهرا ڪي سلام ڪيائين جنهن ڪنڌ هيٺ

ڪري ئي سلام جوجواب ڏنو. هجت واري انداز ۾ زهرا کي چيائين
"ڪيئن آهين، ٺيڪ آهيو نه".
"ها ها ٺيڪ آهيان"
پوءِ سليم ۽ زهرا جي چاچي ڪمري ۾ هليا ويا جتي هن کي چاچهنس چڙي ٻاهر آئي. ان وقت زهرا رڌڻي ۾ هئي چاچهنس آيس ۽ چيائينس
"مهمان لاءِ ماني تيار ڪر".
"جي ها ڪيان ٿي".
ائين چئي چاچهنس هلي وئي. خانڻ ۽ پنهنجي ڌيءُ پٽ سان ڪچهري ڪرڻ لڳا. زهرا لاءِ ان ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي خوشيءَ جا ڳالهه هئي جو پاڻ پنهنجي پيارڪندڙ کي هٿن سان ماني تيار ڪري کارائي. ماني تيار ٿي ته پاڻ چا چيءَ ڏانهن هلي وئي ڪيس ٻڌايائين ته ماني تيارآهي. چاچهنس چيو ته "اچ ڪمري ۾ ماني کڻي اسان سڀ سليم سان گڏ ماني کائينداسين".
زهرا مرڪندي وراڻي ڏنس ته
"اجهو کڻي آيس".
سڀ گڏجي ماني کائڻ لڳا ته زهرا سندن خدمت لاءِ اڀ پير بيٺي رهي. جڏهن ڪنهن به شئي جي ضروت پوي ته ترت کين ڏئي سگهي. سليم خانڻ ۽ سندس ڪٽنب سان ڪچهري به پئي ڪئي ته ماني به پئي کاڌي ڪڏهن ڪڏهن زهرا تي به پئي نهار ڪيائين. خانڻ جي ڌيءُ سليم سان يوڳ چرچا به پئي ڪيا. زهرا جي چاچيءَ کي سنوپٽي لڳو ته سندس ڌيءُ پلي سليم جي ويجهو ٿئي ته جئين سندن گهرائپ وڌي ۽ مٽي ڪرڻ ۾ آساني ٿئي. جيڪوزهرا کي زهر ٿي لڳو ته هوءَ سليم سان هجائتي چوٺي ٿئي پرپاڻ تي قابوڪيون ٿي آئي. سليم به زهرا کي مزاح واري انداز ۾ پئي ڏٺو. ماني پوري ڪري سڀڪو،هٿ ڌوئي اچي ڊرائنگ روم وينو ته زهرا کاڌي جا ٿانوسهيڙي چانهه ٺاهڻ کي لڳي وئي .
چانهه تيارڪري ٽري ۾ رکي کڻي آئي سڀني کي چانهه ڏئي ڪنڊ وٺي هوءَ به ويهي رهي. زماني جون ڳالهيو پئي هليون خان محمد ۽ سندس زال، ڌيءُ ،پٽ سليم سان ڪچهريءَ ۾ لڳل رهيا. چانهه پوري ڪري خان محمد اٿڻ جي ڪئي ته سندس زال به ڪمري تائين هلي وئي. زهرا ڪوپ کڻڻ لڳي. سمورا ڪوپ کڻي رڌڻي ڏانهن هلي وئي ته خانڻ جا پٽ به اٿي ويا خانڻ جي زال واپس موٽي آئي. ڪجھ پاڻ ۾ ڪچهري ڪيائون ته تيسن

زهرا ڪوپ ڌوئي واپس، موٽي آئي. اچي ويئي ته سندس چاچي ڪيس گهور ڪري ڏسڻ لڳي زهرا تنائيندي رهي آخرڪيس چاچي چيو هل ته ڪمري ۾ سليم جي سمهڻ لاءِ ڪمرو ڪي ٺاهيون.

سليم انتظار۾هئو ته زهرا سان اڪيلائي ۾ ملاقات ٿئي. پرهو، هروقت ڪم ۾ رڌل نيٺ رڌڻي ۾ لنگهي ويوزهرا ڇرڪي پئي.

"ڇوهتي آيوآهين ڪيرڏسي وٺي ته"

"چانئي پيو. ڪجھ ڪون ٿيندو"

"توکي ڪيرڪون چوندو پرمون لاءِ ويل ٿي ويندو".

"پڌ - امان بابا جلد تنهنجو سڱ گهرڻ لاءِ چاچا خانڻ جن وٽ ايندا".

"هان ـــ خدا ڪري ها ڪن"

"نهڪر ڪون ڪندا".

ائين چئي سليم زهرا جوسڄو هٿ پڪڙيو ۽ پاڻ طرف ڇڪي ويجهوڪيو ۽ سندس هٿ جي پٺيءَ تي چمي ڏني ته زهرا ڪان درهڙي پرجي وئي هٿ ڇڏائي رڌڻي ڪان ٻاهر هلي وئي. سليم رڌڻي مان نڪري ڪمري ۾ آيو. پورا ٻه ڏينهن سليم رهڻ ڪانپوءِ موڪلائي شهرهليوآيو. هو ته هليو ويوساڻ زهرا جوچين،سڪون ساڻ ڪٺي ويو پوئتي ڇڏيوويو انتظاري ۽ بيقراري. زهرا ڪيلائيءَ ۾ ور ور ڪيوپٺي ساڄي هٿ کي ڏسي جتي سليم چمي ڏني هيس. ان جاءِ تي هٿ ڦيريائين ڪيس سڪون ٿي آيو ۽ پوءِ پنهنجا چپ اتي رکي ڇڏيائين.

سليم جو پيءُ نورمحمد اچي خان محمد جي ڳوٺ پهتو گهرياتين سندس آءُ ڀڳت ڪئي، پلي ڪار چئي. ڪجهري ٿي وقت ڪاڦورئي اڏامي ويو. رات جي ماني ڪانپوءِ ميلومتل هئو. نيٺ هڪ هڪ ٿي سڪوائندويو آخر ۾ خان محمد ۽ نورمحمد وڃي رهيا. هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون ڪندي. نورمحمد چيو ته

"ادا خان محمد تڪڙوآهيان سڀاڻي واپس هليووبندس. سوڳالھ ڪرڻي هيم"

" ڇئوڪا خاص ڳالھ آهي ڇا".

"ادا - پاڻ ۾ ويجها عزيزآهيون. زماني جي دستورآهي پڪي پيرم هرڪوپيوجنپ هٿندوآهي"

"ها ادا نورمحمد اهو ته سچ آهي ان ڪان منهن موڙي سگهبوڇا."

"ادا.. سليم پٽ جي شادي ڪرڻي ائم جيڪرتوهان اسين ڳنڍجي ويون منهنجومطلب آهي مٺي ڪيون ته بهترٿيندو."

خان محمد خوش ٿيندي اهوسوچيو تہ نورمحمد سندس ڌيءُ جوسڳ پيوگهري. سو گد گد ٿيندي چيائين
"ها ادا چو نہ پنهنجا پاڻ ۾ آهيون مون کي توهان سان رشتي ڪرڻ تي ڪوبہ اعتراض ناهي".
" تہ پوءِ ها سمجهان"
"چو تہ ادا".
"پرپاڻائي ڳالهہ مڃيندي الائي ڪون".
"ڏس نورمحمد زبان مرد ڪندا آهن. ان ڪي پاڻي بہ مرد ئي ڏيندا آهن عورت جوڪم ناهي تہ وچ ۾ ٽنگ اڙائي"
"تہ ٺيڪ آهي مان زهرا جي سڱ جي توهان کان گهرڪيانٿو. اسين هفتي اندر اچي مڱڻي ڪري شاديءَ جي تاريخ رکي ويندآسين. توهان جي وڏي مهرباني".
خان محمد جي منهن جوپنو ئي لهي ويو. پاڻ سوچيائين ٿي تہ سندس ڌيءُ جي نورمحمد گهرڪندو پري ڳالهہ ئي ابتي ٿي پئي. سڪيون ڳيتون ڏيندي پاڻ کي سنڀاليندي چوڻ لڳو تہ ادا مون ڪجهہ ٻيو سمجهون هئو تہ منهنجي ڌيءُ جي گهرڪندي".
" چوزهرا تنهنجي ڌيءُ ناهي ڇا؟"
"آهي آهي.. چونہ پرزهرا توهان جي لائق ناهي".
"هن ۾ ڪهڙي ڪمي آهي"
"نہ نہ ڪمي تہ ڪائي ڪونهي پرسوچڻ جوموقعو تہ ڏي نہ"
"چڱوسوچي ورندي ڏيجان. پرجوا ب ها ۾ هجڻ گهرجي".
"ها ها سوچي نياپو مُڃندوسانءِ"
صبح جونورمحمد موڪلائيندي نڪرڻ جي پئي ڪئي تہ ڪيس ياد آيو تہ زهرا کان موڪلاڻ ئي ڪون اهو سوچي رڌڻي ۾ هليوآيو زهرا جي مٿي تي هٿ اچي رکيائين ڪيس خرچي ڏنائين مام ۾ ڪيس چيائين تہ جلد تون منهنجي گهرڪنوار ٿي ايندينءَ. ٻاهر نڪري شهرروانو ٿي ويو. زهرا جي خوشيءَ جي حد نہ رهي.
خان محمد پريشان رهڻ لڳوهو تہ نورمحمد کي ڪهڙو جواب ڏئي زال سان صلاح ڪرڻ مناسب سمجهائين. زال کي سموري ڳالهہ ڪري ٻڌايائين هوءَ بہ سوچ ۾ پئجي وئي ڳالهہ تہ ڳري ٿي پئي. گهڻي ويچار ڪانپوءِ چيائين تہ
"چونہ ڪومندو تنڊوچوڪروڏسي زهريءَ جي شادي ڪرائي ڇڏيو.

ندوري گهر ۾ هوندو ته پنهنجي ڏيءُ جو رشتو تيسن ڪون ٿيندو".
خان محمد مايوسيءَ منجهه چيو ته
"گهرجوڪم ڪارڪيرڪندو. توهان گهرياتي ته ڪک پڇين پيئون ڪون ٿا ڪريو".
خان محمد جي زال سوچيندو چيو ته
"هيئن ٿا ڪيون جو نورمحمد جي جيڪا ٻني اسان جي ٻنو ٻني سان آهي ڪيس چئون ٿا ته اهان اسان جي حوالي ڪري ته ڪيس زهرا جوسڱ ڏيندا سين".
اهڙي ڳالهه ٻڌي لالچي خان محمد جي واڇ ڳوڏو هٿي وئي چيائين
"واهه جو ڳالهه ڪئي اٿي. ائين ئي ٿيندو".
ءُ ائين ئي ٿيو. خان محمد زرعي زمين جي عيوض زهرا جوسڱ نورمحمد جي پٽ سليم کي ڏئي ڇڏيو.

علي رازشر

# اڙي شهر جانان...

رات ڪنهن هوشيار چوروانگ آهستي آهستي پنهنجي منزل ڏانهن سُري رهي هئي ۽ هن جي اندر جي لڳل ڪاٽ جا ڦٽ وري نيئن سر چڪي پيا هئا. رات جي سانت ڇٽي پاسي خاموشي تہ جي چادر ويڙهي ڇڏي هئي. ڪيڏي ڪيڏي مهل ڪٿان ڪنهن ڪتي جي ڀئونڪ ۽ ڪيڏي مہ چوڪيدار جي سيٽيءَ رات جي پوترتا سان ريپ پئي ڪيو. رات جي خاموشي هن ڪي سدائين بي چين ڪندي پئي رهي آهي پر اڄوڪي رات هن لاءِ شب عاشوري بڻجي پئي سالن ڪانپوءِ رات جي خاموشيءَ ڪي چيري هڪ آواز سندس سماعتن سان ٽڪرايو تہ سندس من اندر جي ڪهڪشائن ۾ يارن جا ستارا چمڪي پيا ۽ نهنجي محور تان هٽي هڪٻئي سان ٽڪرائڻ لڳا.

اهو آواز ڪٿان اچي رهيوهو. سا تہ ڪيس خبر نہ هئي ر ڪيس اها پڪ هئي اهو ورلاپ اڄ ڪان ويهہ ورهيہ اڳ سندس سونهن جي شان جو قصيدو هو شفيع فقير جي آواز م "اڙي شهرجانان ڪي توڪي سنيارون" جو ورلاپ اڄ سندس من ڪي ابتڙيءَ جي ڦار ڪري رهيو هو. اهو آواز فليٽن جي پرينءَ ونگ سان اچي رهيو هو ۽ فليٽن جي اها ونگ سندس بنگلي ڪان ڪا گهٽو پري ڪانہ هئي. آواز ڇا ٻُريو جڻ هن جي ماضيءَ جي وسائل ڇلهہ ۾ باهہ ٻري پئي "يقينا انهن فليٽن ۾ڪو ڏکي پڙو رهندو هووندو" هن سوچيو. سندس ساروٽيون ماضيءَ جي رٿ تي سوار ٿي ويہ هورهيہ اڳ واري سنڌيونيورسٽيءَ جي آرٽس فيڪلٽيءَ ڏانهن هليون ويون.ڪيس اهو شاعر ياد اچي ويو جيڪوهُن جي ڪري فارميسي ڊپارٽمينٽ جي ٻاهران سفيدي جي اوچن وٿن جي ڇانوَ ۾ سڄو سڄو ڏينهن ويهيہ سندسشان ۾ ائين قصيدا لکندو هو، ڄڻ ڪنهن مقس محيفي جو تفسير لکندو هجي. ميرا ڪپڙا، وکريل ڏاڙهي قد جو هلڪو ۽ ٿر جي اجايل ڏرتيءَ وانگر سندس اکيون سدائين تاڙو ٻنيل،ڄڻهُن جي پيار جي ککرن مان ڪجهہ ڪڻيون ڪرڻ لاءِ آتيون هجن.

آواز فليٽن جي پَرينءَ ونگ مان ايا بہ اچي رهيو هو. هوءَ سوچن

جي صحرا مان ڪنهن پنڌڪيل مسافر وانگر موٽي آئي. هُن انهن ساروئين ڪي پنهنجي چنيءَ جي پلوَ مان جهٽڪو ڏيئي ڇنڊڻ پئي چاهيو پر هر پيري اهي يادون ٽڙ جي پرٽ وانگر سندس روح ۾ چپي پئي ويون ۽ انهن جي ڪهران سندس اکين کي آلو پئي ڪري ڇڏيو.

هوءَ اٿي اچي ڊريسنگ ٽيبل جي آئيني اڳيان بيٺي. ڪيس پنهنجي مٿي ۾ چانديءَ جون لڙيون نظر آيون. سندس اکين جي هيٺان ڪارا دائرا چٽا هئا. هُن عمر جي گواهيءَ کان اکيون چورائڻ چاهيون پر وقت جي وٽي سندس چهري تي آيل ڪل جي لڪيرن ۾ نمايان ٿي پئي.

"هن بنگلي جي غلام گردش ۾ مونکي ڀهوريهه وهامي ويا!؟"

سندس چپن مان هيران پٽڪو نڪتو. هن پنتي ليٿو پائي چور اکين سان لائونج طرف نهاريو، جتي سندس مڙس شوازريگل جي بوتل مان وهسڪي گلاس ۾ اوتي رهيو هو. نشي جا مار سندس اکين جي ڳاڙهاڻ جا شاهد هئا هن جهٽڪي سان منهن پيرائي ڇڏيو. سندس چهري تي ناگواريءَ جا تاثر پکڙ جي ويا. هن پنهنجي مڙس جي تصوراتي اگرڻ کي پنهنجي اندر ۾ اوتڻ نہ پئي چاهيو.

اڙي شهرجانان ڪي توکي سنڀارون،
تہ شاعر جون گذريون هتي پنج بهارون.

شفيع فقير جو آلاپ سندس ڪنن ۾ يادن جوپگهريل شيهو پري رهيو هو. هن ماضيءَ جي دري کولي گذريل وقت جي دري کولي گذريل وقت جي اونداهي ڪمري ۾ ليٿو پائڻ نہ پئي چاهيو پر اڄ حليم باغي کيس زبردستي ماضيءَ جي انهنوسيلن لمحن ۾ وٺي وڃڻ لاءِ آيو هو، جن مان ماڪيءَ جون مکيون رس ڪڍي زندگيءَ جومٺاڻ ٺاهينديون آهن. اڄ سندس "اسي بي چينيءَ جي آخري منزل کي ڇهي رهي هئي. جيتوڻيڪ هو شاعر کيس بنهہ نهوٺئو هو ۽ هڪ پيرو هُن دل جهلي شاعر کي پنهنجي بوناسيءَ کا روڪڻ لاءِ منتون بہ ڪيون هيون." دل ڪو دشمن جو ديس تہ ناهي جنهن کي فوج جي جهجهي تعداد جي ڪري فتح ڪري سگهجي. پر اڄ شاعر جا لفظ سپاهين جي سنگينن کان بہ وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿي رهيا هئا.

"هي مون کي ڇا ٿي رهيو آهي ۽ اڄ مان هُن ماڻهوءَ لاءِ ائين ڇو پريشان ٿي رهي آهيان، جيڪو مون کي وٹندوبہ ڪونہ هو." هوءَ پنهنجي منهن پنڌڪڻ لڳي.

"ڀلا هن ۾ اهڙي ڪهڙي خاص ڳالهہ هئي!" سندس مٿو چڪرائڻ

لڳو. هو تهبي قراريءَ مان مٿو پڪڙي خوبصورت بيڊ تي ڪري پئي . ڊيڪورا جي نرم ۽ خوبصورت بيڊ جو ڳاڍيلو سندس جسم ۾ ٿوهر پوکي ويويس ياد ايو . هن هڪ پيري شاعڳر سان... "ڇاتون مون کي بدنام ڪري اڳتي لاءِ سنڌي ڇوڪرين جي تعليم جا رستا بند ڪرڻ چاهين ٿو؟"

"نہ محترم سان سنڌي ڇوڪرين جي تعليم لاءِ پنهنجي دل جي قرباني ڏيئي سگهان ٿو؟" شاعر اڪيون هيٺ ڪري ڇڏيون پر سندس دل جي درد جو پاٿي اکين جي ٿانوَ کان گهٽو ٿي پيو هو. هُن ڇوڪري جي دل چاهيو هو تہ هوءَ ڊيل ٻنجي سنس اکين جي پاٿيءَ کي پي وڃي پر سماجي رسمن جي ٻنڌڻن جازنجير ڪڙڪڻ لڳا هئا. شاعر چاهيندي بہ سندس زنجيرن جي ڪنهن ڪڙيءَ کي کولي نہ سگهيو هو.

"هوءَ سفيد ڪپڙن ۾ اپسرائن جي راڻي" فليٽن جي پَرينءَ ونگ مان وري شفيع فقير جوآواز ٻُريو. هُن جي اندر مان سڏڪو ڪنهن اُلي جيان اڀري نڪتو، جيڪو سندس سرير کي ساڙيندوويو.

هُن الماريءَ جو در کولي اندر پيل سفيد جوڙو ڏٺو، جيڪو هن ويهہ ورهيہ اڳڪ پاتو هو. هن شيفون جي نرم ڪپڙي کي هٿ لاتو ۽ سندس اکيون چوماسي جي مند ٻڻجي پيون. نہ ڪاڪنوڻ ڪِجي ، نہ ڪا گجگرڙ ٿي، پر اندر جو ٿر جل ٿل ٿي ويو. هُن ڊنل اکين سان وري لائونج ۾ ليئ پاتو، جتي سندس مڙس پشواز ريگل جو ڊڪ پري ڪو ولايتي سگريٽ دکائي رهيو هو. ماضيءَ جو گرڙ پکي کيس ڳڙڪائي سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪاريڊورز م وٺي ويو.

"تو جو ڳاڙها جوڙا اتا، ننگر شهر ۾ نير مهانگو."

شاعر جا لفظ سندس اندر ۾ وڍ ويهڻ لڳا.هن اکين جي آلاڻ کي وقت جي ٽشو پيپر وسيلي جذب ڪرڻ چاهيو ، پر درد ايترو گهٽو هو ، جو ٻهڙالي جءِ جا وهڪرا بند نہ ٿي سگهيا. اندر اٿلي پيو . سيني جي .......اکين وسيلي دل جي جزيري کي ٻوڙي ڇڏيو.

ويهہ ورهيہ اڳ شاعر سنڌي نياڻين جي تعليم جو طعنو ٻڌي پنهنجي دل جي قلعي جو ٻاهريون دروازو بندڪري ڇڏيو ۽ هوءَ هڪ لک پئيءَ جي لاڏلي ٻنجي ويئي. " پر مليو ڇا؟" هن سڏڪن جي پڙاڏن ۾ سوچيو. ويهن ورهين جي تنهائي... وهسڪي ۽ سگريٽن جي گڏيل پوءِ.... جسم اجارو... ڳڙڪندڙ بدن جي تڙپ... رسيلن چپن جي رس بنا ڪشيدگيءَ جي... لک پتي مڙس ڊواهي جيون کان عاري... بدن جي ٻٺ زمين تي مينهن ڪٿي وسي بهتہ ڪيئن وسي...؟ اڻ منڌائتن ڪڪرن وانگر هلڪي

چانوَ ڪانپوءِ غائب... نسل کي وڌائڻ جي فطري تمنا ڪٿان پوري ٿئي؟"
"شاعر کي الائي گهڻا ٻارهوندا...؟" ان سوال سندس من ۾ آسودگي پکيڙي ڇڏي. "ها ڪنهن ٽي وي چينل تي انٽرويو ڏنو هومانس... ڏهه ٻارن جو هوس" کيس ائين لڳو ڄڻ اهي ٻار سندس ٻار هجن. سندس چهري تي مرڪ تري آئي.
هوءَ اڃان به ڪپڙن جي الماريءَ وٽ بيٺي هئي. سندس هٿ اڃان به ٽيفون جي اڇي جوڙي تي هئا. گذريل ويهن سالن دوران هن ڪڏهن به اڇو جوڙو نه پاتو هو. صرف انڪري ته ڪٿي اهو اڇو جوڙو پائڻ سبب سندس بدن شاعر جي گواهي نه ڏيئي ويهي  هن الماريءَ مان اهو اڇو جوڙو ڪڍيو ۽ هو ته پنهنجي پيلي رنگت کي اڇي جوڙي تي گهمي رهيا آهن. هوءَ سوشار ٿيڻ لڳي. هن پنهنجي مڙس ڏانهن واجهائڻ نه پئي چاهيو. هو تهشاعر جي ٻانهن ۾ هئي ۽ ويهن سالن کان پوءِ کيس محسوس ٿيڻ لڳو ته هوءَ هڪ مڪمل عورت آهي...... مڪمل عورت .... سندس اکيون بند ٿي ويون ڪنن ۾ شفيع فقير جو آواز هلڪو ٿيڻ لڳو. اڙي شهر جانان کي توکي ......سنپارون .....هوءَ مستيءَ ۾ هئي يا بيهوشيءَ ۾ کيس ڪابه خبر نه هئي پر هوءَ اڇي جوڙي ۾ کوهه ڪاف جي پري لڳي رهي هئي. شاعر ويچاري کي ڪهڙي خبر ته هوءَ زنده به آهه يانه.

# فقير جو پڙُ

ورهاڱي کان ويهارو ورهيه پوءِ جي ڳالهه آهي، جڏهن شاهي بازار واري مشهور پساريءَ ولي محمد جو پسارڪو دڪان وڪر سميت وڪجي ويو. پساري ولي محمد جي دڪان کپڻ جو ڏک هڪ ته سندس پوڻي اقرار ڪي ٿيو، ٻيو وري ٻاليشاهڻ پارو کي ٿيو، جيڪا دُڪان کپي وڃڻ کانپوءِ به روز صبح جو سوير، جيسيتائين بازار کُلي، دُڪان جي ٿلهي تي اچي ويهي رهندي هئي ۽ ڪنهن گُمان ۾ گُم هوندي هئي.

پنجهتر ورهين جي پارو اڃان به ساڳي ڪاٽن ۽ ململ جي ساڙهي پائيندي هئي، جنهن جو بلازئوز پنهنجا سمورا رنگ وڃائي چڪو هو. ڪو زمانو هو، جڏهن شاهي بازار ۾ ٻُهاري ڏيندي ۽ جُهڪندي هئي ته سندس مختصر ململي بلائوز، بلا جون ادائون لڳندو هو، جنهن مان نسري آيل پگهر سموري بازار ۾ مشڪ جيان مهڪي پوندو هو. هوءَ جڏهن صبح جو سوير شاهي بازار ۾ ٻُهاري ڏيندي هئي ته ائين لڳندو هو، ڄڻ سندس جسم پنهنجي مُنهن ڪو غزل چوندو هجي، ڪا شاعري ڪندو هجي.

مولوي اميرالدين، پارو ٻاليشاهڻ تي هِرڪندو رهندو هو، اميرالدين ورهاڱي دوران هندستان ڪان هجرت ڪري آيو هو ۽ شاهي بازار ۾ هڪڙي مسجد جو پيش امام بڻيو هو. جيتوڻيڪ هو ڪو مذهبي ماڻهو ڪونه هو، بس ورهاڱي ۾ هندستاني رياست اُترپرديش ڪان سفر دوران سندس ٻُچي ڏاڙهي وڌي وئي هئي، جنهن جو فائدو وٺندي هڪ ته مسجد جو پيش امام ٿي ويو، ٻيو ڪوڙي دعوىٰ ڪري فقير جي پڙ ۾ چڱو خاصو گهر هٿ ڪري ورتائين، جنهن جا پورشن ٺاهي، ڪرائي تي ڏئي ماهوار آمدني ڪمائيندو هو.

مولوي اميرالدين فجر نماز پڙهائي، جڏهن شاهي بازار مان پنهنجي گهر ايندو هو ته رستي تي روزانو ڪيس پارو ٻُهاري ڏيندي ملندي هئي. مولوي اميرالدين ٻُهاري ڏيندڙ پارو جي غزل چوَندڙ جسم جا مصرع،

مطلع ۽ مقطع تيڏي اڪ سان پڙهڻ جي ڪوشش ڪندو هو، جنهن ڪري سندس رَڙِ واري پيڙ جَهرڪي پوندي هئي، جَهرڪڻ يا جَهرڻ واريءَ ان حالت ۾ مولوي اميرالدين جو ڪيٽيءَ وارو سفيد پاجامو ٿورو ٿورو پسي آلو ٿي ويندو هو، جنهنڪري مجبورن ظهر نماز لاءِ ڪيس غسل ڪري، پاجامو بدلائي اچڻو پوندو هو.

مولوي اميرالدين کي زال ڪونہ هئي، شايد يوپيءَ ۾ ٿي مارائي يا وڃائي آيو هو، بس هڪڙي نوجوان ڌيءَ هئس، جنهن جو نالو 'سَليما' هو. سليما گهر ۾ سِلائي ڪڙهائيءَ جو ڪم ڪرڻ سان گڏ ڪجهہ ٻارن کي سيپارو پڙهائڻ شروع ڪيو. سليما جا نقش ۽ مُهاندا پڪا هندستاني هئا، جن تي مدراسي پاڻي ڪجهہ سَرسُ چڙهيل هو، مطلب هوءَ آفيمي ۽ ڪاري رنگ جهڙي مُشڪڻ هئي. ڊگهو ڊگهو افلاطوني نڪ ۽ اپريل ڳلن تي ڪارو هَسو چگن پلن کي موهي رکندو هو. ويتر تير نير ڪَش جهڙي چِلينڊڙ ۽ چُپنڊڙ نِهارَ ماڻهوءَ کي صفا ڦٽڪائي رکندي هئي. سليما جا چاهينڊڙ گهڻو ڪري فقير جي پڙ واري چاڙهيءَ تي ڪنڌ پاسا ورتيون، چڪيا چڙهڻ لاءِ سدائين رضامند بيٺا هوندا هئا، جڏهن هوءَ گهر جو سودو سڙهو يا وري سِلائيءَ لاءِ ٻٽڻ، سئي ڌاڳو وٺڻ نڪرندي هئي.

ورهاڱي جي ويهن ورهين ڪانپوءِ بہ سليما ڪنواري هئي، هن پرڻو ڪونہ ڪيو هو. شايد لکئي ۾ ئي نہ هئس. ورهاڱي ڪانپوءِ لڏي آيل اڪثر رهواسين جيئن سرفراز خان ڪلهوڙي کي بابا سرفراز پير بڻائي ڇڏيو هو ۽ مٿس عرس قواليون ڪرڻ لڳا ۽ ميان سرفراز ڪلهوڙي جي درگاهہ تان دعا ڦيڻو يا ڌاڳو تعويذ وٺندا بہ هئا، ائين ڪجهہ وقت ڪانپوءِ اوڙي پاڙي جا ڪيئي گهر ۽ خاندان بہ اهڙا بہ هئا، جِن جون عورتون سليما ڪان بہ ڌاڳو ڦيڻو ۽ تعويذ ڪرائڻ لڳا ۽ سليما کي بيبي سَتي جَتي سمجهڻ لڳيون.

ڏَنون ورهاڱي جي شروعاتي ڏينهن ۾ پيو لوگهن وانگي رُلندو وتندو هو، ڪيس سدائين روڏِ تيل هوندي هئي، اچان لِيڪ جيترا وار ڦٽندا مَسَ هئس تہ ڪنهن نہ ڪنهن حجم جي بئنچ تي ٽپ ڏئي ويهي رهندو هو ۽ سامهون رکيل پاڪي ڪٽي حجم کي ڏيندو هو تہ مٿي تي هلاءِ. حجم سندس روڏ ڪري، اُجرت جي بدلي ۾ هڪڙو ٽِهڪ ۽ ٺونگو سندس روڏ تي هٽي ڇڏيندا هئا. ڏنونَ جي روڏِ تي سدائين آلي مٽيءَ جو ليپ يا وري صندور جو ليڪو نڪتل هوندو هو. ڪڏهن جي ڪنهن مندر مان صندور نہ ملندو هوس تہ هو ڪنهن اسڪول ۾ گهڙي ويندو هو ۽ ڪلاس ۾ پيل بورڊ تي لِکڻ وارو چاڪ ڪٽي ٽِڪڻ تي اچو ليڪو پائي ڇڏيندو هو. شاهي

بازار توڙي فقير جي پڙ جا ماڻهو کيس 'چريان' ڪوٺيندا هئا، هو سمجهندا هئا، ڏنون درويش آهي، ڪِن ماڻهن جو خيال هو ته ڏنونءَ جي نٽيڻ ۾ ڪنهن بيماريءَ سبب ڪِلُ ٽڙيل آهي، سو پنهنجي وَسَ ۾ ڪونهي، بس ايترو وس سو ضرور اٿس ته ڪپڙا نه ٿو لاهي گُهمي، باقي ٻيو مڙئي خير آهي.

ڏنونءَ کي جيڪو به ماڻهو ڪا شيءِ ڏيندو هو ته هو کائي ويندو هو. ڏنون گهڻو ڪري رات جو فقير جي پڙ ۾ يا وري بازار جي ڪنهن دڪان جي ٿلهي تي سُمهندو هو، جڏهن ڪانءُ هڪ رول ڪُتي ننڊ سُتل ڏنون جو مُنهن چٽيو هو تڏهن ڪان ڏنون، ڪدڙا گلي ۾ وجي سمهڻ شروع ڪيو هو جتان ڪدڙن واري مڙهي مان بيني ڪدڙي کيس وٺي وجي مڙهيءَ ۾ رهائڻ شروع ڪيو هو. مڙهيءَ جا ڪدڙا کيس الله لوڪ سمجهي ڏاڍو پائيندا هئا ۽ کيس جام ڪارائيندا پيئاريندا هئا. سمهڻ مَهل مڙهيءَ جو سردار بينو کيس پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ وٺي وجي پاڻ سان گڏ سمهاريندو هو، جنهنڪري سردار ڪدڙي جي ڪوٺيءَ مان ڇنگهڻ جا آواز پيا ايندا هئا جن مان هڪڙو عجيب سُرور ۽ مزو چغلي کائيندي محسوس ٿيندو هو. پر مجال آهي مڙهيءَ جي بين ڪدڙن جي، جو اُهو آواز ڪن ڏئي ٻُڌن به، جي زوري ڪري اُهو آواز سندن ڪن تي پوندو به هو ته ڇڻ ٻوڙا ٿي ويندا هئا.

مولوي اميرالدين فجر جي نماز ڪانپوءِ بازار مان گُهمندو ڦرندو چگي صبح چڙهي گهر ايندو هو ۽ وهنجڻ مهل پاجامو بالٽيءَ ۾ پسائي ڇڏيندو هو. شروع شروع ۾ ته سليما ڪين ڪُڇيو، نيٺ هفتي ڏهن ڏينهن ڪانپوءِ به اِها حالت ڏٺائين ته مولوي اميرالدين کان پڇيائين:

"ابا! ڪاهوئا، روز روز پجامه پگو ديئو، ڪا مشئلا هي..!!؟؟"

پهرين ته مولوي اميرالدين هَڪو وَڪو ٿيو، پر پوءِ ڳيتَ ڏئي، نڙي آلي ڪندي چيائين:

"لگت هي بوڙهو هوگيو، مارو پيشاب بوند بوند ٽپڪ جاوي، ڪا ڪرون بيٽيا..." اُن لمحي سليما چنچلتا وچان کِلندي چيو:

"ابا! تُو، تو ڪَهَت هي مين دوسري شادي ڪرون، اب ڪَهَت هي بوڙهو هوگيو.." مولوي اميرالدين وڏيڪ ڪُڇڻ ۽ چوڻ بدران آهستي آهستي ظهر جي نماز لاءِ نڪري ويو ۽ سليما پاجامو ڌوئيندي پٽڪندي چوندي رهي:

"اَبا! تو جهوٺ بولت هي، پاجاما ڪو تو لگت هي ڪه گوند چپڪ گئي هي..." جڏهن مولوي اميرالدين ظهر نماز پڙهائي موٽندو هو ته منجهند

جي ماني ڏيڻ مَهل سليما کيس صلاح ڏيندي هئي ته پيشاب جا ٽيپا ڪِرڻ جو علاج ڪرائي. پيو نہ تہ پساري ولي محمد وٽ هليو وڃي. اُهو ئي ڪيس ڪا پُڙي يا ڦڪي ڏيندو تہ ٺيڪ ٿي ويندو، جو پساري ولي محمد وڏو هوشيار آهي، حڪيمن طبيبن کان وڌيڪ ڄاڻو آهي.

پساري ولي محمد جو دين دنيا ۾ هڪڙو ئي پٽ هو، جيڪو ورهاڱي کان اڳ سرڪاري ملازم هو، پر ورهاڱي ڪانپوءِ بہ سرڪاري نوڪر رهيو. پساري ولي محمد پٽ کي وڏا وس ڪيا تہ چورو دُڪان تي ويهي، پنهنجو واپار ڪري. پر پٽنهس اِسرار ۾ درجا چا پڙهيو هو، پاڻ کي انگريز ۽ آفيسر سمجهندو هو. ولي محمد پساري کيس سمجهائيندو هو تہ 'نوڪري پرائي نوڪري ۽ غلامي آهي، پيو تہ زندگي گذارڻ لاءِ رڳو انگريزي ئي ڪم ڪونہ ايندي، ڪٿي ديسي تہ ڪٿي سنڌي بہ ٺيٺو پوندو.'

پساري ولي محمد کي ورهاڱي ڪانپوءِ جيڪو وڏو ارمان هو، سو اِهو هو تہ سندس ڪاپي، توڙي ساڃي ۽ سامهون وارا سمورا دُڪان قبضو ٿي ويا، جنهنڪري شاهي بازار جو ديسي رنگ صفا ڦري ويو. انگريزن جي تاثير ۾ بہ شاهي بازار ايڏي اوپري نہ لڳندي هئي، جيتري ورهاڱي ڪانپوءِ محسوس ٿيڻ لڳي. اُن کان بہ وڌيڪ کيس اِهو صدمو هو تہ واپار ۽ ڪاروبار مان ايمان ۽ ايمانداري موڪلائي وئي، سمورو ڏنڊو حرفت ۽ چالاڪيءَ جي نذر ٿي ويو، جنهن ڪري وکر جي خاصيت ۽ اصليت صفا ڏکجي پئي.

پساري ولي محمد جو هڪ ئي پوٽو هو، جيڪو اسڪول يا ڪاليج کان موٽڻ مهل، منجهند جي ماني ٻڌي وٽس دُڪان تي ڪٺي ايندو هو ۽ جيستائين سندس ڏاڏو ولي محمد پساري ماني کائيندو هو، تيستائين سندس پوٽو اقرار ويٺو گراهڪن توڙي بازار ۾ اچ وڃ جو واءُ سواءُ وٺندو هو. هڪ ڀيري جڏهن اقرار ڏاڏي جي ماني ڪٺي پهتو تہ سندس دون ڏسندي ئي ڏاڏنهس چيو هو:

"ڇوڪرا! لڳي ٿو تہ دون سان گڏ تنهنجو ميچالو بہ ناچاق آهي."

جنهن تي اقرار کيس چيو هو تہ کيس مٺي ۾ سور آهي. اُن ئي لمحي پساري ولي محمد ٻن مختلف برنين مان ڪجهہ سکل پن ڪڍي، پاڻيءَ جي هڪ گلاس ۾ مِهٽي، پاڻي کيس پيئڻ لاءِ ڏنو هو، اِقرار کي ڪجهہ ئي پلن ۾ قرار اچي ويو هو، اُن ڏينهن کيس پڪ ٿي وئي هئي تہ سندس ڏاڏو پساري ولي محمد مَها طبيب آهي، هو سائنس جيڪي بہ ڳالهيون ڪندو آهي، سي حوال نہ، پر حقيقت هونديون آهن.

پساري ولي محمد، اِقرار کي چوندو هو تہ: "اَبا! پٺهين تہ صفا انگريز لڳو وتي، تون ئي ڪي ڳُر مون ڪان سِکي وٺ، هروڀرو ڪنهن ويج طبيب ڏانهن وڃڻو نہ پوندءِ." جنهن ڪانپوءِ پساري ولي محمد پنهنجي ويهڻ واري دخل پرسان رکيل هڪڙي ننڍڙي الماريءَ ڏانهن اشارو ڪندي ڪيس چوندو هو:

"منهنجي مرڻ ڪانپوءِ هي ڊائريون ۽ بنديون تون سنڀالجانءِ، وڏي ڪمَ جون اٿئي!" پساري ولي محمد جو دڪان جڏهن وڪر سميت وڪيو هو تہ سندس پوٽي اقرار صرف اُهي ڊائريون ۽ بنديون ئي ڪٺي آڻي گهر رکيون هيون، جن کي ڪڏهن ڇنڊبينڊي ڦوڪيندي پڙهي وٺندو هو.

ولي محمد پساريءَ جي دڪان تي شهر ۽ پسگردائيءَ وارن ڳوٺن جا بہ ڪافي گِراهڪ ايندا هئا، جن ۾ مرد توڙي عورتون شامل هونديون هُيون. هڪڙي ڀيري اقرار جڏهن منجهند جي ماني ڪٺي وٽس ويو تہ اُن وقت سندس ڏاڏو ولي محمد هڪ ڪراڙي زائفان جي سودي جو حساب ڪري رهيو هو، اُها زائفان جيڪا شايد سندس پراڻي گراهڪ هئي، سا ڪيس ٻڌائي رهي هئي تہ هفتو کن اڳ ڪرڙ کي ڳوٺ وارن ڪارو ڪري ماري ڇڏيو. اُن وقت پساريَ ولي محمد ڪان دانهن نِڪري وئي هئي ۽ ڪراڙي زائفان کي چيو هئائين:

"مائي! خير ڳُهر، اِهو ڇا پئي چوين؟ ڪرڙَ جي هاٿي اِها ڪا وهي هئي، جو پرائو لوڙهو لَتاڙي، يا ڪارو ٿئي..!!" پوڙهيءَ زائفان اُن لمحي اکين تي آڱريون رکندي قسم کڻندي چيو هو:

"الله جو سَئون، ڪرڙ رڳو لوڙهو ئي نہ لتاڙيو هو، پر صفا ليڪو بہ لتاڙي ويو هو، پنهنجي نياڻين جيڏي نينگر سان ڪَريل هو." اُن لمحي پساري ولي محمد کي ڪجهہ ئي ڏينهن اڳ جي ڳالهہ ياد پئي هئي، جڏهن پوڙهو ڪرڙ خان وٽس ڦَڪي وٺڻ آيو هو، پساري ولي محمد ڪيس ڦَڪي تہ ڏني هئي، پر چيو هئائينس تہ:

"ڪرڙَ هيءَ آخري ڦَڪي اٿئي، بس وڌيڪ جيڪڏهن هاٿي ڦَڪي ورتئہ تہ پوءِ ڳوڏا صفا ڇٽ ٿي ويندءِ. سو ٻيلي هاٿي ويهي الله الله ڪر ۽ ڇڏ ويچاري مڙهي مائيءَ جي بہ پڇر.." جنهن تي ڪرڙ هڪڙو وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو هو:

"ميان سيٺ ولي محمد! مائي هجي ها تہ ڪو ويهي هن عمر ۾ ڦَڪيون وٺان ها ڇا توڪان، اُها مرحيات تہ ڪي ورهيہ ٿيا، جو وڃي قبر ڀيڙي ٿي، هي تہ مڙئي شوق شغل ڪڏهن ڪڏهن ڪندو آهيان، ڇا ڪريان!

مرد آهيان نہ، سو پنهنجيءَ عادت کان ڪٿي ٿو مُڙان..!!“ جنهن تي پساري ولي محمد وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو هو،

”هائو هائو ڪرڙ! آهين صفا سچو، مرد مرڻ ڪنديءَ هوندو، تڏهن بہ پنهنجيءَ عادت کان نہ ويندو، پوءِ پل تہ مُٺُ ڪندي ٻَچي پُسي ويندي هجيس..!!“ ڪرڙ وڏو ٽهڪ ڏيندي، هڪڙو ٿڏو ساهہ ڪڻندي چيو هو:

”هئہ هئہ سيٺ ! اُهي بہ ڪي زمانا هئا، جڏهن مُنبو هو تہ ڊپ پيو ٿيندو هو تہ ڪٿي دارَ دونَ ۾ نہ لڳي ۽ هاٿي مُنون ٿا تہ ڊپ پيو ٿيندو آهي تہ ڪٿي ٻَچي نہ پُسي وڃي، اِهي تہ سيٺ تو واريون ڦڪيون آهن، جو ڦوڪيا ۽ ڦنديا وَتون، نہ تہ باقي مڙوئي خير ائٿي..!!“ عورت وکر وٺي جڏهن رواني ٿي تہ اقرار ڏاڏي کان پڇيو:

”ڏاڏا سائين! اِهي لوڙها لتاڙڻ ڇا هوندا آهن..؟“

”ابا! لوڙها لتاڙڻ بي حيائي ۽ بڇڙائي آهي ٻيو ڇا!؟ ائين سمجهہ تہ هڪ بيماري آهي، جيڪا ماڻهن جي خصلتن کي ڪائي خلاص ڪندي آهي..!!“

”ڏاڏا! اِها بيماري ڇو ٿيندي آهي؟“

”ڇوڪرا! بيماري ڪهڙي بہ هجي، يا تہ بک کان ٿيندي آهي، يا وري ڪمزوريءَ کان ٿيندي آهي، جيئن بُک جو ٽول سياڻن کي ديوانو ۽ پاگل ڪندو آهي، ائين ئي ڪمزوريءَ جو هول نسل ڦيڙي رکندو آهي.“ ڏاڏي جي گُذاري وڃڻ کانپوءِ اقرار پنهنجي ڏاڏي جي لکيل هڪڙي بنديءَ ۾ پڙهيو هو تہ:

”نسلي ماڻهو بک ۾ ديوانو ناهي ٿيندو، نہ وري ڪمزور ٿيندو آهي، بُڇڙائي تہ اُن ماڻهوءَ جو پاسو وٺندي آهي، جنهن جي نسل ۾ ڦير هجي، يا وري اوپري صحبت جو واءُ لڳو هجيس..!!“ اقرار کي ڏاڏي جون اُهي ڳالهيون اُن وقت سمجهہ ۾ نہ آيون هيون.

پارو ٻاليشاهڻ روزانو سلاوٽين جي پاڙي جي پڪَ ۾، خوجن جي جماعت خاني پٺيان واري مندر ويندي هئي، پارو ڀڳوان کي پَرنام ڪري، اُتان تِلڪ پنهنجيءَ پيشانيءَ تي لڳائي، جڏهن واپس مندر کان نڪرندي هئي تہ واپسيءَ واري لنگهہ تي پنڊت ڪَرتُولال پرشاد ورهائڻ لاءِ بيٺل هوندو هو. پنڊت ڪَرتُولال کان هوءَ جڏهن جُهڪي پَرنام ڪندي پرشاد وٺندي هئي تہ ڪَرتوءَ جون نظرون تِرڪي سندس بلائوز تي پونديون هيون، کيس محسوس ٿيندو هو تہ ڪَرتوءَ جون نگاهون سدائين سندس بلائوز کان اندر تائين لهي وينديون آهن، جنهن ڪري هوءَ مندر ۾ هوندي

بہ پنهنجو پاڻ کي غير محفوظ ۽ اگهاڙو پائيندي هئي. اُهو ساڳيو عُريانيءَ جو احساس کيس تڏهن بہ ٿيندو هو، جڏهن مولوي اميرالدين کيس تڪيندو بازار مان لنگهندو هو. هوءَ سوچيندي هئي تہ ڳوان جي گهر ۾ وينل ڪرتوءَ جي اکين ۾ راوڻ ۽ الله جي گهر مان نماز پڙهي نڪرندڙ مولوي امير جي اکين ۾ شيطان ئي ڇو نظر ايندو آهي.

پارو مندر ۾ پراٿنا ڪري پساري ولي محمد وٽ دوا لاءِ ايندي هئي، اِن لاءِ جو پارو جو مڙس واسديوَ شروع کان ماڪيءَ جي ماناري وانگي ڇميل رهيو هو، نہ ميڻ ٿي ڪا جوت جلائي هُيائين، نہ وري ڪو ريج ٿي رِجيو هو. پارو ويچاري، واسديوَ جي ماناري کي رِجائڻ يا وري منجهس ڪا جوت جلائڻ لاءِ ڪڏهن مندر تہ ڪڏهن وري ولي محمد پساريءَ وٽ ايندي هئي. پارو ٻاليشاهڻ ولي محمد پساريءَ وٽ هوندي تہ روز ايندي هئي، ساڻس سلام دعا ڪندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن بہ پل ويهي ڪچهري بہ ڪري ونندي هئي، پر مجال آهي جو ولي محمد پساريءَ کيس بد نگاهہ سان ڏٺو بہ هجي.! ها! پر پارو جي اچڻ شرط سندس اکين ۾ نِهاري ولي محمد کي پتو پئجي ويندو هو تہ هوءَ سلام دعا يا ڪچهريءَ لاءِ آئي آهي يا وري واسديو جي ڦڪيءَ لاءِ! جڏهن نِهار مان هو سمجهي ويندو هو تہ پارو ڦڪيءَ لاءِ آئي آهي تہ ولي محمد دڪان جي پٺئين پاسي واري گدامَ واري ڪونيءَ ۾ هليو ويندو هو ۽ هڪ ڦڪي ناهي آڻي پارو کي ڏيندو هو. پارو ڦڪي وٺندي، هلڪي آواز ۾ چوندي هئي:

”پُڙي تہ واسديو کي کارائيندي اچان، پر واسديو اُهو ئي ساڳيو ٻُڙي آهي، پل جي جوت ٿئي ٿي، پر وري اُتي جو اُتي وساميو وڃي.“ پارو تہ ڳالهہ ڪري هلي ويندي هئي، پر ولي محمد پساري هلڪو مُرڪي ڀُٽڪندي چوندو هو:

”تون بہ ڇري آهين پارو، جيڪو ڄائي ڄمَ کان ٻُڙي هجي، سو ڪيڏا بہ حيلا ڇو نہ ڪجن، ڦڙي وري ڪٿان ٿيندو!، پارو تون مائي ڀلي آهين سو توکي نااُميد نہ ٿو ڪريان، نہ وري تنهنجي دل ٿو ٽوڙيان، باقي تو وارو واسديوَ ڪڏهن بہ جوت نہ جلائيندو.“

ڏنون روزانو رُلندي پِنندي اڪثر صبح جو مولوي اميرالدين جي گهر ايندو هو، جيستائين مولوي سج چڙهي بازار مان گهمندو ڦرندو گهر پهچي تيستائين سليما ڏنونءَ کي چانهہ سان ڦُلڪو کارائي روانو ڪري ڇڏيندي هئي. ڏنون جيڪو ٻاراٽي وَهيءَ مان ڇوڪرات اچي ٿيو هو سو کيس ڪا بہ جهل پل نہ هئي. هو اڪثر گهرن ۾ ماني چانهہ لاءِ گِهڙي ايندو

هو، عورتون ڪيس درويش سمجهي ماني يا ڪا شئي ڪاڻ لاءِ ڏينديون هيون ۽ سمجهنديون هيون تہ ڏنونءَ جي اچڻ سان سندن ڀاڳ وريو آهي، جو ڏنون الله لوڪ آهي.

اُن زماني ۾ پارو اوچتو ڪجهہ وقت لاءِ گُم ٿي وئي ۽ پساري ولي محمد وٽ اچڻ وڃڻ ڇڏي ڏنائين، ڪو سال سوا ڪانپوءِ ظاهر ٿي تہ سندس جهوليءَ ۾ هڪڙو ننڍڙو ٻار هو. پساري ولي محمد ڪيس ڏٺو ۽ تعجب وچان چيائين:

"ڪٿي گم هئينءَ پارو، ڦڪي پڙيءَ لاءِ بہ نہ آئينءَ..؟؟"

"ها سيٺ، بس! ڦڪي پڙيءَ جي ضرورت ئي نہ پئي، تنهنڪري..!"

"چو، پڙيءَ جي ضرورت ئي نہ پئي، آسرو پلي ڇڏيئہ ڇا واسديوَ مان..!" هوءَ ٿورو اُداس ٿي وئي،

"ها سيٺ، واسديو ئي نہ رهيو تہ آسرو پلڻو پيم نہ...!!" ولي محمد کان ڇڻ ڇرڪ نڪري ويو.

"اِهو ڇا پئي چوين پارو..!!"

"سيٺ! سچ پئي چوان، واسديو کي مٽان اچي سال ٿيو آهي، پرلوڪ پڌاري ويو..!!" ٿوري دير سوچڻ ڪانپوءِ پساري ولي محمد وري ڪيس چيو:

"هي ٻار ڪنهن جو آهي ؟" پارو ٿورو مُرڪندي ٻار کي نِهاريو ۽ چيائين:

"منهنجو ٻچڙو آهي، پيو وري ڪنهن جو هوندو..!؟"

"تنهنجو، مطلب تنهنجو..!"

"هائو هائو سيٺ! منهنجو پيٽ ڄائو، پيو ڇا؟"

"جئبو تہ واسديو ڪانپوءِ پيو پرڻو ڪيو اٿئي..!"

"هٺ هٺ سيٺ!اِهو ڇا پيو چوين! اسان وٽ ڪو ٻي پَرڻي جو رواج آهي ڇا؟"

"پوءِ تنهنجو پيٽ ڄائو ٻار وري ڪٿان ٿيو؟"

"واسديو مان ٿيو، پيو وري ڪٿان ٿيندو؟" پساري ولي محمد ڪن ساهيءَ لاءِ خاموش ٿي ويو، پارو جي مُنهن ۾ ڇتائي ڏنائين، شايد گهڻو ڪجهہ پڙهي ورتائين، پر پارو جو ڀرم رکڻ لاءِ چيائين:

"جئبو تہ واسديو ويندي ويندي جوت جلائي ويو..!" پارو هڪي وکي ٿيندي چيو:

"هائو سيٺ! جوت بہ جهڙي تهڙي، بس! ڳالهہ ئي نہ پڇ، تو وارين

پُڙين صفا پوريون ڪري ڇڏيون.“ پارو مرڪندي، دڪان تان هيٺ لهندي چيو:

”چڱو سيٺ، هلان ٿي...“

پارو دڪان تان لهي هلي وئي، پساري ولي محمد مُرڪندي، پٽڪندي پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندي چيو:

”پارو! ڪنهن سان پئي ڪوڙ ڳالهائين، مون تہ ڪو وقت ٿيو، جو توکي اُهي پُڙيون ڏيڻ ئي ڇڏي ڏنيون هيون. جنهن ڏيئي ۾ وٽ ئي نہ هجي، اُن ۾ تيل وجهڻ جو ڇا فائدو، مڙئي تنهنجي دل رکڻ لاءِ ڪوڙيون سوڙيون پيو پُڙيون ڏيندو هوس، تڏهن تہ توڪان پئسہ بہ ڪونہ وٺندو هوس...!!“ پساري ولي محمد هڪ ٿڌو ساهہ کنيو ۽ وري دل ئي دل ۾ چيائين:

”پارو، ڪوڙيون پُڙيون ڏئي نہ مون ڪو پاپ ڪيو، نہ وري ڪنهن ٻئي جو ٻار ڇٽڻ، توتي ڪو پاپ آهي، تنهنجي جهوليءَ چنڊ جهليو، ڪر پلو ٿيو.“

پساري ولي محمد جو دڪان وڪجي ويڻ ڪانپوءِ اقرار جڏهن بہ شاهي بازار مان صبح جو سوير ڪير وٺڻ لاءِ گذرندو هو تہ پوڙهي پارو دڪان جي ٿلهي تي اُداس ۽ وياڪل ويٺل هوندي هئي. اقرار ننڍي هوندي جڏهن ڏاڏي لاءِ منجهند جي ماني دڪان تي کڻي ايندو هو تہ ڪيترا ڀيرا پارو کي پنهنجي ڏاڏي مرحوم سان کِلندي، ڳالهائيندي، ڪچهريون ڪندي ڏٺو هئائين، ڪيترا ڀيرا ڏاڏي مرحوم کي پُڙي ڏيندي بہ ڏٺو هئائين، جيڪا پارو وٺي، ساڙهيءَ جي وَر ۾ ويڙهي رواني ٿي ويندي هئي. هڪ ڀيري اقرار پنهنجي ڏاڏي ڪان پڇيو بہ هو تہ:

”ڏاڏا! هن مائيءَ کي ڪهڙي پُڙي ڏيندا آهيو ۽ پئسا بہ نہ وٺندا آهيوس...؟“ جنهن تي پساري ولي محمد هڪڙو ٽهڪ ڏيندي کيس چيو هو تہ:

”اَبا! اها پڙي لک جي آهي، مائي کي اِن ڪري ڏيندو آهيان تہ متان سندس ڪُک سائي ٿي پوي...!“ جنهن تي وري اقرار معصوم انداز ۾ ڏاڏي مرحوم ڪان پڇيو هو:

”ڏاڏا! اها ڪُک سائي ٿيڻ ڇا آهي؟“ ٿورو کِلندي پساري ولي محمد چيو هو:

”ڪُک سائي ٿيڻ، مطلب مائيءَ مان ماءُ ٿيڻ آهي.!“ اقرار وري معصوميت وچان چيو هو:

"ڏاڏا! ماءُ ٿيڻ لاءِ پُڙي ضروري هوندي آهي ڇا؟" اُن لمحي پساري ولي محمد ٺهڪن ۾ ٻڏي ويو هو. سامت ۾ آيو ته چيو هئائين:

"پُڙي يا وري ڦُڙي ضروري آهي ماءُ ٿيڻ لاءِ..!"پساري ولي محمد وري ٺهڪن ۾ ٻڏي ويو هو، اقرار ڏاڏي کي حيرت وچان ڏسندو رهيو هو،

"ڏاڏا ! اِها ڦُڙي وري ڇا آهي؟"

"ڇوڪرا! ڦُڙي وڏو ڪرشمو آهي، ڦُڙي مان تلاءُ ٿيندو آهي، شڪر ۾ ٻيو ساهه پوندو آهي.." اُن کان اڳ جو اقرار ڪو ٻيو سوال ڪري، پساري ولي محمد کيس ٽانوَ ڏيندي چيو هو:

"تون هاڻي هل گهر، دير ٿي وئي اٿئي!" اقرار خاموشيءَ سان ٽانوَ کڻي پساري ولي محمد کي سواليه نگاهن سان ڏسندو هليو ويو هو.

اقرار پساري ولي محمد جي گذاري وڃڻ کانپوءِ سندس دُڪان واري الماري مان کڻي آيل بنديون ۽ ڊائريون ڪڏهن ڪڏهن فرصت ۾ پڙهندو هو. پساري ولي محمد جي بندين ۽ ڊائرين ۾ ڪنهن جڙي ٻوٽي، ڪنهن وکر جي ڄاڻ سان گڏ يادگيريون به لِکيل هونديون هُيون. ڊائري جي هڪ ورق تي هُن پڙهيو هو ته، 'وکر سو وِهاءِ جو پنءِ پراڻو نه ٿيئي،' جنهن کان پوءِ پارو جو بيان ۽ واقعو پنهنجي محسوسات سان لکيو ويو هو. پساري ولي محمد لِکيو هو ته پسارڪي ڪم ۽ گراهڪن سان واسطيداري ۾ هُن نه صرف وکر پر ماڻهوءَ جي سڃاڻپ به سمجهي آهي، ماڻهو به هڪ وکر آهي جيڪڏهن اُن ۾ ڪو هڪ اکر آهي بس ته پوءِ اُهو اکر ئي ڪافي آهي. سو مونکي نه ٿو لڳي ته ڪو پارو ڪڏهن ڪَسي يا ڪوڙي ٿي سگهي ٿي. مون جڏهن پارو جي جهوليءَ ۾ ٻار ڏٺو هو ته مونکي حيرت ٿي هئي. مونکي خبر هئي ته واسديو ۾ ڪو افعال ڪونه هو، اِها سُڌ مونکان وڌيڪ پارو کي به هئي. پارو جي جسم تي جيتوڻيڪ راڄ ديوانا هئا پر مجال آهي جو ڪا ديوانگي پارو جي هڙ کي ڇُهي به سگهي، جنهن کي هُن الائي ته ڪيئن ورائي وجود سان ٻَڌو هو. اُها ئي ته هڙ هئي جنهن جو پارو ذرو به ضايع نه ڪيو هو. جيڪا پارو سموري ڄمار اُبهَيندي رهي سا ائين ڪيئن ڪناري تي اچي سڙهه ڪوليندي؟ جنهن وِچ سير، جواني ۾ به ڪنهن طوفان جي پرواهه نه ڪئي. سا واسديو جي مرڻ کان پوءِ ڀلا ڪيئن ٿي ڪنهن طوفان ۾ لُڙهي ويندي ۽ پنهنجي سرير تي ڪو ٽِڪو لڳائيندي. مون زندگي ۾ وکر سان گڏ ڪي اکر به سمجهيا آهن جيڪي پٿر تي ليکي جيان آهن. مون اُن ڏينهن پارو جي اکين ۾ ڏٺو هو ۽ جيڪو ڪجهه پڙهيو هئم اُهو ئي سندس گواهي لاءِ ڪافي هو پر پوءِ به

عورت جي اک تي اعتبار نہ ڪرڻ واري ڳالهہ ڪي ذهن ۾ رکندي مون سندس ڇاتين ۾ نهاريو هو، جيڪي ڪنهن بہ ريت مامتا جي پراءِ سان مڙيل ڪين هيون. عورت جي وِک کان ويندي نظر توڙي جسم جي ڏڙاوت جا جيڪي گُر سِکيو ۽ سمجهيو آهيان سي مونکي ڪڏهن بہ دوکو ڏئي نہ پئي سگهيا تنهنڪري منهنجي دل قطع بہ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي تہ ڪو پارو پيٽ ۾ ڪو غير تخم پاليو بہ هوندو. جيتوڻيڪ جڏهن پارو پنهنجي جهوليءَ ۾ جهليل ٻار سان دُڪان تان لهي وئي هئي ۽ مون الائي ڪيئن سندس ڪيل يا نہ ڪيل ڏوهہ کي ڍڪيندي جانب قرار ڏنو هو . پر نہ نڪو ائين ٿي ئي نہ ٿو سگهي جنهن عورت جو پگهر مُشڪ ۽ عنبير ٿي مهڪندو هُجي تنهن جي ڪُک ۾ ڪو گند ڪُڪيو هُجي، ڪو حرام پَليو هُجي دِل مڃي ئي نہ ٿي. ٻُک ٻچڙو ٽول پلي دانائن لاءِ هُجي پر اصل لاءِ ڪڏهن بہ ٿي نہ ٿي سگهي. پارو منهنجي دُڪان تان ٻار کڻي لٿي تہ وري ڪڏهن منهنجي دُڪان تي نہ لَڙي جو ڪيس اندازو ٿي ويو هو تہ ڪائنس ساڳيو سوال وري ٻيهر ٿي سگهي ٿو. هوءَ جيڪڏهن ڪنهن رستي راهہ ڪڏهن مِلي ها تہ ساڻس اُهو سوال تہ وري ضرور ڪريان ها تہ،

"پارو اِهو ٻار ڪٿان آندو ائيءَ؟" مونکي پڪ آهي، منهنجي دل گواهي ڏي ٿي تہ ٻيو ڀيرو منهنجي سوال تي پارو ڪڏهن بہ مونسان ڪوڙ نہ ڳالهائي ها. هُن منهنجي ڪوڙين سُوڙين پُڙين جو ڀل ڪيڏو بہ ڀرم رکيو يا رکڻ چاهيو هُجي پر واسديوَ جي ٻُڙي ضربيان ٻُڙي جو ڪڏهن بہ ڀرم رکي نہ سگهي ها، جنهن جي ڪِريا ڪرم واري ٻاهہ بہ ڪنهن گليشر وانگي بي رنگ ۽ بي ترنگ هئي.

پساري ولي محمد جي ڊائري مان پارو بابت لِکيل احوال پڙهڻ کانپوءِ اقرار ڪڏهن ڪڏهن پساري ولي محمد جي وِڪجي ويل دُڪان جي ٿلهي تي اُداس ۽ وياڪل ويٺل پارو سان ڪچهري ڪندو هو. پهريون ڀيرو جڏهن هُو پارو سان دُڪان جي ٿلهي تي ويٺو هو تہ پارو ڪيس نہ سُڃاتو هو

اقرار جڏهن پارو کي ٻُڌايو هو تہ هو پساري ولي محمد جون پوٽو آهي ۽ ننڍي لاڪي کان ڪيس پساري ولي محمد جي دُڪان تي ايندي ويندي ڏسندو رهيو آهي تہ پارو ساڻس جلدي رِلي مِلي وئي. ڪيس شاهي بازار کان ويندي فقير جي پِڙ ۽ ڪدڙا گلي جون ڳالهيون قِصا ڪهاڻيون ٻُڌائيندي رهي. پارو ماڻهن جي نظرن کان ويندي وڏن رازن جون ڳالهيون اقرار سان ڪرڻ لڳي. پارو اقرار کي وڏن وچڙيل ڀيوت وارن واري اُن ملنگ جي ڳالهہ بہ ٻڌائي جيڪو صرف هڪ لنگوٽيءَ ۾ شاهي بازار کان فقير جي پِڙ ۾

زلندو وتندو هو. جنهن لاءِ چيو ويندو هو تہ جين ڏرمر وارا ڪيس چڏي ويا آهن. هوءَ ڪنن جي پاپڙين ڪي پٽيندي توبهون ڪندي چوندي هئي تہ،

"پساري ولي محمد جا پوٽا ورهاڱي ۾ جيڪي پاپ ٿيا سي تہ پنهنجي جاءِ تي پر هي فقير جو پڙ پاپن جو پڙ ائٿي جنهن ۾ نہ ڄاڻ تہ ڪيترا پاپ ڍڪيا پيا آهن. اِهو جينن ڏرمر وارو لڱندڙ نانگو لانگوٽيو هڪ شريف مسلمان گهر جو ٻار ائٿي، الائي تہ ڪيئن گند واري هودي ۾ اڇلائڻ ڪان پوءِ بہ بچي ويو. نہ تہ اهڙا ڪيئي مُئل پتڪڙا وجود ۽ ماين جون اُڇلايل اورون پنهنجي هنن هٿن سان لِڪ چپ ۾ وجي دفن ڪيون اٿر. مان جڏهن صبح جو سوير پنهنجو جهاڙو ٻهارو ڪٽي ٻڪرندي هيس تہ الائي تہ ڪيڏو گند ميڙٿو پوندو هئر هِن بازار جو، بس دل جون دل ۾ آهن. ٻُڌ چوڪرا! تنهنجو ڏاڏو پساري ولي محمد وڏي وڪر ۽ وَڙ وارو ماڻهو. اهڙا ماڻهو ڪٽي لَپن جن جي اکين ۾ مون ڪڏهن بہ ڪو مير نہ ڏٺو." پارو هڪڙو ٿڌو ساهہ ڪنيو ۽ وري بند پيل دُڪان جي تاڪن ڪي ڏٺائين،

"ظاهر ۾ تہ هُو هڪ سيٺ ۽ واپاري شخص هو پر وڏي وڙ ۽ مٺيا وارو هو، ائين سمجهہ تہ هِنن تختن جيان هو جيڪي حفاظت ۽ پردو آهن ۽ بند آهن تہ ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ نِڪري. اڄڪلهہ توڙي اُن زماني بہ ڪٽي هئا، اهڙا پساري جيڪي پُڙي سان پساهہ وجهن ۽ هر ڪنهن لاءِ پناهہ هُجن."

اقرار هڪ ڏينهن پوڙهي پارو ڪان نيٺ پُڇي ورتو تہ هوءَ روز صبح جو چا لاءِ اچي دُڪان جي ٿلهي تي ويهندي آهي ۽ ويٺي تاڪن ڪي ڏسندي آهي. اُن لمحي پارو ڄڻ پاري جيان ڪن پل لاءِ ڄمي وئي هئي. اقرار ڪي هِڪ لمحي لاءِ لڳو هو تہ پارو پَرلوڪ پڌاري وئي پر هُن هڪڙو ٿڌو ساهہ ڪٽي اقرار ڏانهن نِهاريو هو ۽ چيو هيائين،

"بس هڪ ارمان رهجي ويو..." اقرار ڪيس حيرت وچان ڏٺو هو

"ڪهڙو ارمان...!؟"

"بس جيڪر پساري ولي محمد جهڙي ماڻهو سان ڪوڙ نہ ڪريان ها."

"ڪهڙو ڪوڙ ....هان؟." اقرار اتاولو ٿيندي چيو

"مونکي خبر آهي تہ پساري ولي محمد منهنجي ڪوڙ ڪي سمجهي ۽ سَهي ڪري ويو هو پر پوءِ بہ منهنجو ڀرمر رکيو هيائين."

"ڀرمر! ڪهڙو ڀرمر؟" اقرار سواليہ نگاهن سان پارو طرف نِهاريو

"اِهو ئي ڀرمر تہ مونکي ڪو واسديوَ مان ٻار ٿيو، مان سمجهان ٿي تہ پساري ولي محمد جهڙي هوشِيار ۽ ڄاڻو ماڻهو ڪي پڪ هئي تہ اُهو ٻار

واسديوَ مان ٿي ئي نہ ٿو سگهي، مون ڪٿي نہ ڪٿي ڪو ڪارو مُنهن ڪيو آهي. پر وري بہ هُن منهنجي ڪوڙ جو اعتبار ڪيو ۽ منهنجي ڪوڙ جو ڀرم رکيائين" پارو وري هڪڙو ٿڌو ساهہ کنيو ۽ وري ڳالهايو،

"بس جيڪر، پساري ولي محمد سان سچ ڪريان ها تہ مون ڪهڙو اُچو مُنهن ڪيو، يار تہ سچ بہ واسديوَ مان ڪونہ هو."

"پوءِ ڪنهن مان هو يار ؟" پارو ڪنڌ هيٺ ڪري خاموش ٿي وئي، ڪن پل کان پوءِ اقرار ڏانهن نهاريندي چيائين

"اهو يار ڏنونءَ جو هو." اقرار کان ڇرڪ نڪري ويو، اِن لاءِ جو هُو جڏهن ننڍڙو هو ۽ پرائمري ۾ پڙهندو هو تہ، هُن ڏنونءَ کي شاهي بازار ۾ ڏٺو هو. ڏنون جڏهن شاهي بازار چڙهي ڪنهن اوڙي پاڙي ۾ ايندو هو تہ پاڙي جا ڪينچلا يار ڪيس ڇيڙائيندا هئا تہ ڏنون رعمل ۾ ڪين گاريون يا بُجا ڏيڻ بدران پنهنجي سلوار جي اڳٺ واري جاءِ پنهنجي هٿ سان پڪڙيندي ڪين ڏيکاريندي چوندو هو،

"هي اتوَ..." اقرار ڏنونءَ کي ڪيترا ڀيرا پساري ولي محمد جي دُڪان تي بہ ايندي ڏٺو هو ، هُو جڏهن دُڪان تي چڙهندو هو تہ ، پساري ولي محمد ڪيس نبات يا ڇوهارو ڪٽي ڏيندو هو ، ڏنون اُهو وٺي کائيندو هليو ويندو هو. اُن وقت جيڪڏهن دُڪان تي ويٺل ڪو گراهڪ پساري ولي محمد کان سوال جو جواب پاڻ ئي ڏيندي چوندو هو تہ،

"لڳي ٿو ڪو مست يا درويش آهي؟" پساري ولي محمد هڪڙو ٽهڪ ڏيندي چوندو هو تہ،

"نہ نہ، مستي ۽ درويشي وڏي رمز آهي ، هي تہ ويچارو ڪَلَ ٽڙيل بي عقل چريو آهي." اقرار ياد مان واپس آيو تہ پارو ڏانهن طنزيہ ڏسندي چيائين،

"پارو، تو ڏنون چريي سان.........؟" اقرار جملو مڪمل ڪرڻ کان سواءِ پنهنجي سموري مفهوم سان اُڇلائي ڇڏيو. اُن لمحي پارو ٽهڪن ۾ ٻُڏي وئي . اقرار جيترا ڀيرا بہ پارو سان ڪچهري ڪئي هئي هُن ائين ڪڏهن بہ ٽهڪ ڏئي کِليو نہ هو. پارو جڏهن سامت ۾ آئي تہ اقرار ڏانهن ڏسندي چيائين،

"ڏنون چريو ڪريو، کوپڙي ۾ هو، پر گوڏڙيءَ ۾ وڏيون چالاڪيون ڪنيو وتندو هو."

"ڇئبو تہ پارو تون ڏنونءَ جي چالاڪين جي ور چڙهي وئين!؟" پارو وري ٽهڪن ۾ ٻُڏي وئي.

" چالاڪيون تہ الائي ڪنهن جون هُيون، پر مون نادان پنهنجي سِر ڪنيون. هاڻي ڇڏ بس اِن قصي کي." اقرار هُجت واري انداز ۾ پارو کي چيو،

"نہ نہ، ٻُڌاءِ پارو، قسم ائين پڳوان جو." هُن وري ٻهڪ ڏنو ۽ چيائين،

"پڳوان جي قسم يا نالي تي بہ ڀلا ڪو سچ ڳالهائيندو آهي ڇا؟ پر توسان ماڻ پڳوان جي نالي تي توسان ڪوبہ ڪوڙ نہ ڪنديس. بس هڪ بار دل تي آهي، لاهڻ گهران ٿي، تو پُڇيو آهي تہ ٻُڌايان ٿي. پر وعدو ڪر تہ جڏهن بہ پساري ولي محمد جي قبر تي ويندين تہ منهنجي ڳالهہ ساڻس ڪندين، ڪيس ٻُڌائجان تہ مون ساڻس ڪوڙ ڪيو هو، اُهو ٻار مولوي اميرالدين جي ڌيءَ سليما جو هو." اقرار وري ڇرڪي ويو،

"پارو تون ڪوڙ ڇو پئي ڳالهائين، اڳ ۾ تو چيو تہ ٻار ڏنون جو هو، هاڻي وري چوين پئي تہ ٻار سليما جو هو. سليما تہ سَتي جتي آهي. وڏي پُهتل عورت آهي."

"ها تون سچ پيو چوين پسار يولي محمد جا پوٽا، پر اِهو بہ سچ آهي تہ اُهو ٻار سليما جو ئي هو، جيڪو ڏنون مان ٿيو هوس." اِقرار حيرت ۾ پئجي ويو،

"تون اِهو ڇا پئي چوين پارو..."

"اِهو ئي سچ آهي جيڪو مان چوان پئي." اقرار هيڏانهن هوڏانهن نهاريندي چيو

"پارو ، اُن ٻار جو نالو ڇا رکيو هيئہ؟ هاڻي تہ وڏو ٿي ويو هوندو."

"ها جهڙوڪر جوان ٿي آهي، نالو اٿس سليم..."

"هانءِ، نالو سليم اِهو تہ مسلمانڪو نالو آهي؟"

"ها ٻار بہ تہ مسلمان جو هو سو نالو بہ مسلمانڪو اٿس، مان ڀلا، هڪ مسمان ٻار جو نالو ڪيئن هندن وارو رکان ها."

"سليم هاڻي ڪٿي آهي، ڇا ڪندو آهي؟"

"سليم پڙهندو آهي، سيٺ واجيع الدين جي گهر ۾ رهندو آهي."

"سيٺ وجيع الدين جي گهر ۾ ڇو؟" پارو هڪ ٿڌو ساهہ کنيو ۽ چيائين،

"سيٺ وجيع الدين کي اولاد نہ ٿيندو هو، سندس زال مونکي ڏاڍو ڀائيندي هئي ۽ اولاد لاءِ ڏاڍو سِڪايل هئي سو مون ڪٿي اُهو ٻار ڪيس ڏئي ڇڏيو، اِن قسم ۽ ويساهہ سان تہ ٻار مسمانن جو ئي آهي" پارو جي

اکين ۾ لڙڪ اچي ويا. هن پنل اکين سان قرار ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين،
" تون جڏهن به پساري ولي محمد جي قبر تي ويندين ته کيس سوري حقيقت ٻڌائجان " اقرار يڪدم اٿي بيٺو ۽ چيائين ،
"پارو تنهنجي ڳالهه ٻڌڻ کانپوءِ مونکي هڪ سلام ڏاڏا ولي محمد جي قبر تي وڃي ڪرڻو هو ته هو ڪيڏو نه وڪر ۽ اکر وارو شخص هو. هن جيڪو چيو ۽ لکيو هو سو سورنهن آنا سچ آهي پر پارو گهڻ تون به ناهين. سچ ته هي سمورو علائقو جيڪو فقير جو پڙ سڏجي ٿو سو ته نالي ۾ فقير جو پڙ آهي. حقيقت ۾ ته فقير جو پڙ تون آهين جنهن جي سرير ۽ آتما ۾ سُندرتا سمايل آهي فقير پنندڙ نه پر ڏيندڙ ۽ ڊڪيندڙ هوندو آهي. فقير ته اهڙو وڪر وهائيندو آهي جيڪو پٽي پراڻو نه ٿيندو آهي." مان وڃان ٿو سڌو ڏاڏا پساري ولي محمد جي قبر تي سلام ڪرڻ ۽ کيس تنهنجو احوال ٻڌائڻ پر ان کان اڳ توکي سلام ڪريان ٿو." اقرار سڌو ٿي پارو کي سيليوٽ ڪيو ۽ جهڪي سندس چرن ڇهيائين ته سندس اکيون به آليون ٿي پيون

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

پیشِ نظر کتاب ہمارے واٹس ایپ گروپ کے سکالرز کی طلب پہ سافٹ میں تبدیل کی گئی ہے۔ مصنفِ کتاب کے لیے نیک خواہشات کے ساتھ سافٹ بنانے والوں کے حق میں دعائے خیر کی استدعا ہے۔

زیرِ نظر کتاب فیس بک گروپ "کتب خانہ" میں بھی اپلوڈ کر دی گئی ہے۔
گروپ کالنک ملاحظہ کیجیے :

https://www.facebook.com/groups/1144796425720955/?ref=share




میر ظہیر عباس روستمانی

03072128068




### جاويد شيخ

# اُستاد بہ واقعي اُستاد آهن!

اڄ وري سر مُشير عالم ٽيون چڪر ڪلاس جي ڇوڪرن کي معمُولي حرڪت تي اُٺاري بيهاري، واري واري سان ٿڦون هنيون تہ جيئن هُو ٻُڌائين تہ پڙهائڻ دوران ڪهڙا ڇوڪرا پويان حرڪت ڪن ٿا؟

سر مُشير مُسلسل ٽن ڏينهن کان ڪلاس جي ڇوڪرن کي چماٽون پئي هنيون. هُو جڏهن بہ ڇوڪرن کي مارڻ جو ارادو ڪندو آهي تہ اول پنهنجن ٻن چئن ٽُلهن متارن ڪوليگس کي گهُرائي مَنجهائُن سهُولتڪاري، جو فائدو وٺي ڇوڪرن کي داٻو ڏئي، سندن سامهُون بيهاري اڃي ڪُٽيندو اٿن. ڇوڪرا بہ ڇا ڪن؟ چئن اُستادن جي گهيري ۾ اڇي وڃڻ کان پوءِ مار لاءِ تيار ٿي ويندا آهن پر جُوان جا پُٽ اهو هرگز ناهن ٻُڌائيندا تہ حرڪت ڪير ٿو ڪري؟ ڇوڪرن جو چوَڻ آهي تہ ”سائين هلڪي، ڦُلڪي، حرڪت يا لکڻ دوران پين ڪِرڻ واري ڪڙڪي تي بہ ڪاوڙجي پوَندو آهي ۽ ڪيس جُهڪي وٺي ويندي آهي ۽ پوءِ گهُرايل سنگتين جو سهارو وٺي ڪُٽڻ شروع ڪندو آهي.“

جڏهن تہ مُشير جو وري اهو چوَڻ آهي تہ ”ڇورا پڙهن گهٽ ٿا پر هلندڙ ڪلاس دوران حرڪتون هيڪانديون ڪن ٿا. آءٌ تنهن ڪري کين ڪُٽيندو آهيان.“ پر اصل حقيقت ڪُجهہ ٻي آهي. ٽيهن فيڪلٽي ميمبرن مان رُڳو چئن اُستادن کي شاگرد تنگ ڪن ٿا. سا ڳالهہ سمجهڻ جهڙي آهي. در اصل ڪُجهہ اُستاد نئين آيل پرنسپال جي سخت پر جائز پاليسيءَ مان تنگ آهن. نئون صاحب هِن ڪاليج کان اڳ آدم جي ڪاليج جو پرنسپال هُيو جنهن ساڳي پاليسي هِتي بہ قائم رکي آهي. ڪاليج ۾ آمد ٨:٣٠ ۽ روانگي هڪ بجي تائين طئہ ڪئي اٿائين. هُو پڙهائڻ جي معاملي ۾ تمام سخت ۽ پابندي پسند آهي. داخلا ورتل شاگردن کي پنهنجي ذاتي موبائل تان ايس ايم ڪري ٿو. يارهين ٻارهين ڪلاسن ۾ جتي اڳ ڏهہ ٻارهن شاگرد هُوندا هُئا اُتي اڄ Strength چاليهاري کان چڙهي وئي آهي. اڳي

سڄي ڪاليج ۾ ڪُل ٽي ڪلاس هُوندا هُئا جڏهن ته هاڻي ڪلاسن جو تعداد ستن تائين وڃي پُهُتو آهي. هڪ اُستاد اڳ هفتي ۾ مُشڪل سان ٻه ادائي ڪلاس وٺندو هو سو هاڻي ڏينهن ۾ ٻن ڪان ٽي ڪلاس وٺي ٿو ته سندس هير پَڇي پئي. هُو هاڻي حواس باختا ٿي پيو آهي ۽ شاگردن کي نه پڙهائڻ ۽ پڄائڻ جا بهانا پيو ڳولهي. هيءُ مار ماران ٻه انهيءُ سازش جي ڪڙي آهي. شاگردن کي پڄائڻ جي ڳالھ نئين صاحب هڪ ڳڏجاڻيءُ ۾ پڻ ڪئي هُئي پر اُستاد ٻه واقعي ٿي اُستاد آهن جن صاحب جي اشارن قناعين ۾ ڪيل ڳالھ کي ڪو وزن ئي نه ڏنو...... ائين ڪٿي چئجي ته ڪنگهيُن ٻه نه! اُلٽو نه پڙهائڻ، چوڪرا پڄائڻ واري مسئلي کي حتمي شڪل ڏيارڻ لاءِ زولاجي ڊپارٽمينٽ ۾ نجي ڳڏجاڻي رڪرائن ٿا جتي آئيندي جو لائحہ عمل طئہ ڪن ٿا..... جنهن جي صدارت مُسلسل ١٠ سالن کان گرلز ڪاليج بدران بوائز ڪاليج ۾ پوسٽنگ ڪرائي مزا ماڻيندڙ اسسٽنٽ پروفيسر ميڊم مستانا کان ڪرائي وئي جنهن کي آءُ مَرَ ريحانا چوَندو آهيان.

هن ميٽنگ ۾ سيني شريڪ اُستادن کي پنهنجو موقف ۽ مسئلا پيش ڪرڻ جو حق ڏنو ويو. ميٽنگ شروع ٿي جنهن ۾ سڀ کان اول سر مُشير کي ڳالهائڻ لاءِ چيو ويو ته هُو پنهنجي تڪليف بيان ڪري.

سر مُشير: "اسان پنهنجا ضرُوري ڪم ڪاريون ڇڏي ڪاليج ۾ چورن کي پڙهائڻ ٿا اچئون! هي وري نياڳا اسان تي پڙهائڻ دوران پويان ڪِلن ٿا؛ مذاقون ڪن ٿا؛ پرپٽ سيٽيون ۽ ڇڇڪرون ڏين ٿا! پڙهائڻ ۾ پرابلم پيدا ڪن ٿا! اوهان ٻُڌايو ههڙن حرامي چوڪرن کي پڙهائڻ گهُرجي؟"

"بلڪُل نه قطعن نہ.........!!" (ڪورَس ۾ اُستادن جواب ڏنو.) تنهن ڪري مُون کي ٻه اهڙيءُ صُورتحال کي مدِ نظر رکندي ڪلاس روم ۾ "ضربِ چپاٽون آپريشن" شروع ڪرڻو پيو..... مَنَ چورا مُنهنجيءُ مار کان ڊڄي ڪاليج ئي اچڻ ڇڏي ڏين..... پوءِ نه هُوندا چورا ۽ نه ئي پاڻ کي روز پڙهائڻو پوَندو! (نہ هُوندو بانس نہ وَڄندي بانسري)

سر مُشير کان پوءِ هڪڙي ڪانٽريڪچُوئل اُستاد مُشتاق علي شان عُرف گنجي ٺڪر ڳالهايو:

"اڄ مُون ٻه پڙهائڻ دوران چورن کي چئي ڏنو ته چورا! پڙهڻ کان علاوه توَهان کي ٻيو ڪو ڪم ڪار ڪونهي؟ نياڳا وڃي ڪو ڏنڊو ڏاڙي ڪريو! روز ڪاليج اچڻ ڪا چڱي ڳالھ آهي ڇا؟ پنهنجو وقت ٿا وڃايو!"

شان گنجي ٽڪر کان پوءِ سر عدنان دانهيو: اسان جي ڪاليج جي

نئين آيل پرنسيپال ياسر بلال صاحب اچڻ سان ئي مُنهنجي، روزي، تي لَت هڻي ڇڏي آ! ڪاليج مان ٽائيم ڪڍي پاڪ سنڌ اسڪُول ۾ پڙهائڻ ويندو هُئس جيڪي پُٽ جي فِي معاف ڪري ويهه هزار رُپيا به ڏيندا هُئا! گهر جو خرچ خلاصو هلندو هيو! پيٽسان ماري ڇڏيائين! جهڙوڪر جيل ۾ واڙي ڇڏيو اٿائين!

سر عدنان کان پوءِ ڪاليجي گلُو ٻَٽ سر فياض پنهنجي تڪليف ٻُڌائي: ”هيل تائين نوڪري، جا يارهن سال پڙهائڻ بنا ڪڍي ويو آهيان. ٽي ڪاليج ڏٺا اٿم. ڪيئي پرنسيپال جهيليا اٿم...... اها ڪٿي ٻي ڳالهه آهي ته هن ڪاليج کان اڳ پونين ٻنهي ڪاليجن مان جبري رليوِنگ ليٽر سميت نڪتو آهيان پر ڪنهن به ڪاليج ۾ ڪونه پڙهايو اٿم..... ڀلا ڪُجهه اچي ته پڙهايان نه! هي وري پاڻ واري نئين پرنسيپال صاحب مُون کي ڪلاس وٺڻ جو حُڪم ڏنو آهي..... مان به وري ڄاڻي ٻُجهي ڇورن کي اڙي..... ڇورا..... حرامي..... چئي مُخاطب ٿيم ته ڇورن کي مَنيان لڳي ۽ سِڌو وڃي صاحب کي دانهن ڏنائون ته سائين! ”سر فياض اسان کي گاريون ٿو ڏئي! اڙي، ڇورا، حرامي، کان سواءِ نالو نه ٿو وٺي ۽ پڙهائي به صحيح نمُوني نه ٿو! سر فياض کي وَنڊ ورهاست مُطابق نثر پڙهائڻو آهي پر هُو ڪڏهن نثر ته ڪڏهن نظم ٿو پڙهائي! پڙهائي به پنهنجي، مرضي، سان ٿو! ڪلاس روم بدران زولاجي ليب ۾ گهُرائي ٿو پڙهائي! ڪڏهن ڪِٿان ته ڪڏهن ڪِٿان ترتيب سان اصل نه ٿو پڙهائي ۽ هُن جي پڙهائي اسان کي سمجهه ۾ نه ٿي اچي. سائين! مهرباني ڪري اسان کي سر فياض نه پڙهائي؛ اسان کي سر جُنيد يا سر جمشيد پڙهائن!“

ڇورن جي احتجاج کان پوءِ پاڻ پڙهائي، کان آزاد ٿياسُون ۽ صاحب هفتي ۾ مُنهنجا رکيل چڙا ٽي ڪلاس به سر جمشيد حوالي ڪري ڇڏيا.

دوستو! اوهان به نه پڙهائڻ لاءِ ڪا پلاننگ ڪريو؛ ڪُجهه سوچيو!

سر فياض کان پوءِ سندس اولڊ ايج محبُوبا مر مستانا رڙيون ڪيون:

يائرو! مُون به ڇورن کي جنسي ڪَچيون گاريون ڏيڻ شروع ڪيون آهن ۽ ڄاڻي ٻُجهي پندرهن منٽ ڪلاس روم ڏانهن دير سان ويندي آهيان ته جيئن ڇورا سمجهن ته مير ڪاليج ناهي آئي ۽ ڪلاس مان نڪري گهرن ڏانهن هليا وڃن ۽ آءٌ پڙهائڻ کان بچي پوان. باقي لاڳيتو ڏهن سالن کان انهي، مقصد لاءِ ئي ته بوائز ڪاليج ڏانهن پڳم ته جيئن ويٺي ونواهه ڪاوان ۽ دل پشوري ڪريان. مون هميشه يارهين جي ڪلاس کي پڙهائڻ جي

تقاضا ڪئي آهي جنهن ۾ بہ مُنهنجي چالاڪي رکيل آهي. هر سال
وئڪيشن ختم ٿيڻ کان پوءِ يعني پهرينءَ آگسٽ کان انٽر جا ڪلاس شروع
ٿيندا آهن جڏهن تہ فرسٽ ايئر جي داخلا کان پوءِ ئي آڪٽوبر مهيني ۾ مَس
انٽر جا ڪلاس هلڻ لڳندا آهن جيڪي نومبر مهيني کان ئي باقاعدي هلڻ
شروع ڪندا آهن ۽ چئن مهينن اندر مارچ تائين پُڄاڻيءَ تي پهچندا آهن.
مون کي سال جي ٻارهن مهينن ۾ ڪُل چار مهينا ئي پڙهائڻو پوَندو
آهي...... انهن چئن مهينن ۾ بہ آءٌ گُسائڻ جا گُر استعمال ڪندي آهيان. باقي
عورتاڻو ڪاليج ڇڏي ڇورن ۽ مردن جي ڪاليج ۾ رهڻ جو ڪُجهہ تہ فائدو
ٿيندو نہ! هتڙي جنسي مت ڀيد ڏيکاري پنهنجو ڪم ڪڍندي آهيان. مرد
پرنسيپال عورت جو لحاظ ۽ خيال گهڻو رکندا آهن بنسبت عورت
پرنسيپال جي. گرلس ڪاليج جون پرنسيپالون سَسُن وانگر ساهہ ڪڍي
ڇڏينديون آهن..... نہ پڙهاءِ تہ اهڙو ٻچڙو ٿيون ڪن جو ڪنهن کي ٻُڌائڻ هٿ
سان پنهنجي بي عزتي ڪرائڻ آهي...... انهيءَ ڪري پاڻ جهڙيون نہ
پڙهائيندڙ ماستريائيون گرلز ڪاليج بدران بوائز جا پاسا وٺنديون آهن جتي
وقت جي پابندي ۽ پڙهائي معاف هُوندي آهي.

آخر ۾ خود غرض صدارتي دانهن کان پوءِ ميٽنگ اهو چئي
برخواست ڪئي وئي تہ هر ڪو پنهنجي پاران نئين آيل صاحب تي پريشر
وِجهي ۽ چوڪرن کي ڀڄائڻ جون ترڪيبون استعمال ڪري! باقي هيءُ
نئون آيل نمازي صاحب فرمانِ قائد وانگر ڪم، ڪم ۽ ڪم، پڙهايو،
پڙهايو ۽ پڙهايو واري تسبيح پيو سوري!

عباس سارنگ

# دلير ملي ويو. . .

صادق روئي روئي پنهنجون اکيون سڄائي وڌيون هيون......گذريل رات جو ڪوئي ظالم ماڻهو، ڳهر مان، سندس پيارو ۽ ڳهر جو ڳذر سفر هلائيندڙ ڳهوڙو چوري ڪري هليو ويو هو. گذريل رات صادق ڳهري ننڊ ۾ ستو پيو هو. سندس زال کي به ڪا سمڪ ڪانه پئي ته ڪوئي ماڻهو ۽ ڪهڙي مهل اسان جو ڳهوڙو ڪڍي ويو هو.

جيئن ئي صبح جو ڪين جاڳ ٿي ته ڳهر ۾ ڳهوڙي کي نه ڏسي هڪ مهل ڀئي ساڪت ٿي ويا هئا. پنهنجي اکين تي يقين ئي نه ٿي آين؛ پر پوءِ ڳهر جي دروازي تي جو نظر وڌائون ته دروازو ڪليل هو. صادق ان ئي مهل هاءِ ڳهوڙا شروع ڪئي ۽ وٺي ٻاهرڳهٽي ۾ پڳو. ٻاڙي وارا ڪافي ڪٺا ٿي ويا. بس رڳو ڳالهيون ئي ٿينديون رهيون. ڪنهن کي ڪابه خبر نه هئي ته صادق جو پيارو ڳهوڙو ڪئين چوري ٿي ويو هو.

صادق کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته آخر سندس پيارو ڳهوڙو ڪيڏانهن ويو ۽ ڪير ڪاهي ويو. سندس ڪو به دشمن ڪو نه هو. ڳهٽي ۾ بيهاريل ٻڳي جنهن ۾ صادق پنهنجي پياري ڳهوڙي کي ان ۾ ڊڪائيندو هو. ان ٻڳي جي هڪ ڦيٽي ۾ زنجير سان ڳڏ ڪلف لڳل هو، تنهن کي ڏسي صادق جون اکيون پرجي ٿي آيون. سڄي تر ۾ چئو پچو ٿي ويو، پر ڳهوڙي جو ڪٿان ڪو به ڏس پتو نه پيو.

صادق جا ننڍڙا ٻار اڱڻ تي راند روند ڪيڏي رهيا هئا؛ پر ڀئي زال مڙس ڳهوڙي جي غم ۾ غلطان هئا. جوڻس کي خبر هئي ته صادق کي ڳهوڙو بيحد پيارو هو، پر ان سان ڳڏ ڳهر جو سمورو ڳذر سفر به ان تي هو ۽ صادق ته پنهنجي ڳهوڙي کي پنهنجو وڏو پٽ سمجهندو هو ڇو ته سندس ۽ هن جي ڳهر جو پر جهلو به اهو ئي ڳهوڙو هو. پيار ۽ پاڀوهه مان مڙس نالو دلير رکيو هئائين. جوڻس پنهنجي پوتي سان پنهنجا ڳوڙها اڳهندي صادق کي چوڻ لڳي.

”جانب جا پيءُ! ٿورو صبر ڪان ڪر وٽ الله سائين ڪا نه ڪا سولي

واڻ ڪڍندو.....ٿاڻي تي وڃي رپورٽ چونہ ٿو ڪرين.....!"

صادق سوچيو صلاح تہ ڀلي آهي.....سو سڌو ٿاڻي تي اچي صوبيدار سان مليو ۽ ڪيس چوڻ لڳو.

"صاحب! گذريل رات منهنجي گهر مان ڪوئي منهنجو پيارو گهوڙو ڪاهي ويو آهي. صاحب! فرياد لاءِ آيو آهيان تدارڪ ٿئي...."

صوبيدار پنهنجين چونڊدار شهپرن کي ڇپن تان آگر ڦيرائيندي صادق کي چيو.

"يار! صفا ڪمال ڪرين ٿو.....هتي ماڻهو ڪهيو ۽ گم ٿيو وڃن ۽ تون وري پريشان آهين هڪ گهوڙي لاءِ، سو بہ هڪ جانور لاءِ.....!! وڃي ڪنهن پاڙي جي ڪنهن ڪنڌ پاسي ۾ ڏسينس ملي ويندئي.....هتي جانورن جون نہ پر انسانن جي مسئلن جو فريادون ٻڌيون وينديون آهن...."

صادق کي قرار نہ آيو تہ صوبيدار کي چوڻ لڳو.

"صاحب او صاحب! ائين سمجهو هو منهنجو پٽ هو. خدارا منهنجي مدد ڪيو. مون کي پنهنجو پٽ دلير موٽرائي ڏيو...."

صوبيدار 'دلير' لفظ تي ٿورو اچرج ۾ پئجي ويو صادق کي چئي ويٺو.

"ڳالهہ گهوڙي جي پئي هلي وري اهو دلير ڪير آهي؟"

"صاحب! اهو نالو منهنجي ان پياري گهوڙي جو آهي ان کي پيار مان ڪيس دلير سڏيندو آهيان...."

صوبيدار جيڪو اڄ جي دورجو ماڻهو هو جتي انسانن جو ڪو بہ قدر ڪونہ هو اتي هي صادق کي ڏسي حيران پريشان ٿي ويو هو وري صوبيدار صادق کي چوڻ لڳو.

"ادا! منهنجي صلاح وٺ چڱو ٿيو جو تنهنجي ان گهوڙي مان جان ڇٽي ويئي الائي تہ ڪيترن پيئسن جو ڪاڌو چٽ ڪري ويندو هوندئي. سو هاڻي چڱو ان ۾ ائي وڃي ڪو رڪشو هلاءِ....."

صادق کي صوبيدار جي ڪابہ صلاح نہ وڻي ۽ صوبيدار کي چوڻ لڳو.....

"صاحب! هو مون تي ڪوبہ بار نہ هو جو منهنجي جان ڇٽي ويئي پر هو پنهنجو ڪاڌو پاڻ ڪمائيندو هو. اها هن ۾ همٿ هئي تہ هو پاڻ کي پاليندو هو ۽ منهنجي گهر کي بہ هلائيندو هو. صاحب! هو منهنجو پٽ هو ۽ هو ڪو عام گهوڙو نہ هو. منهنجي ڏک سک جو ساٿي هو....!!"

صوبيدار ڪيس چيو.

"ٺيڪ آهي..... ٺيڪ آهي.... تون هن اچي پني تي صحيح ڪري هليو وڃ....اسان کي جڏهن ٿي ڪا خبر پئي توکي اطلاع ڏبو پر تون به پنهنجي ڳولاهه جاري رکجان، ماڻ ٿي نه ويهجان.... "

صادق جڏهن ٿي ڪوري پني تي صحيح ڪئي ته صوبيدار ڪيس چيو.

"لک پڙهه جا پنج سو روپيا جمع ڪرائي وڃ....وڏيڪ تنهنجي دلير کي دليري سان ڳولهڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪبي.... "

صادق وٽ هڪ روپيو به نه هو....جيڪو صوبيدار کي لک پڙهه جا ڏي ها.....صوبيدار کي چوڻ لڳو....

"صاحب! اڏار ڪيو مان نور مٺي سان ڏينڌس هڪ پيرو منهنجو پٽ دلير ملي وڃي.....اسان ٻئي روز ڪمائيندا آهيون ته گهر جو چلهو ٻرندو آهي.....ڪالهه ڪان وٺي سڀئي گهر ڀاتي بک تي آهيون. خبر نه آهي ته الائي جا ٿيندو.....؟ صوبيدار صاحب ڪا واهر ڪيو....توهان جا هٿ وڏا آهن....منهنجي مدد ڪيو.... "

صوبيدار کي ڪاوڙ لڳي....

"واهه جو ٺهيو آهين يار هي ٿاڻو آهي ڪنهن واڻي جو هٽ نه جتان تون اڏار پيو ڪرائين....هتي پنج سو رڪ نه ته هو رستو اٿئي..... "

صادق گهر اچي....پنهنجي زال سان حقيقت ڪئي ته سندس زال ڪمري ۾ وڃي پنهنجي شادي واري اڪيلي مونڊي ڪڍي آئي جيڪا صادق شادي مهل هن کي پارائي هئي.

"جانب جا پيء! هي وٺ سوني منڊي اسان جو دلير پٽ لڀي پيو ته اهو اسان لاءِ ڪافي آهي هن منڊي کي ڳارائي....پنج سو روپيا وڃي صوبيدار کي ڏيئي اچ..... "

صادق زال کي ڏاڍي نهه نهه ڪئي پر سندس زال صادق جي هڪ به نه ٻڌي مجبور ٿي ڪري صادق اها سوني مونڊي وڃي سوناري وٽ هڪ هزار ۾ ڳارائي پنج سو روپيا وڃي صوبيدار کي ڏيڻ لاءِ ويو ته صوبيدار ڪيس هزار ڏسي چيو هاڻي هڪ هزار لڳندئي مرضي هجئي ته ٺيڪ نه ته اسان وٽ ٻيا ڪم به گهڻا آهن......!"

آخر صادق مجبور ٿي ڪري اهو هڪ هزار صوبيدار جي حوالي ڪيو ۽ ڪيس ان مهل زال جا چيل جملا ياد پيس 'اسان جو پٽ دلير لڀي پيو ته اهو اسان لاءِ ڪافي آهي' صادق صوبيدار کي نماڻائي سان چيو.

"صاحب! هاڻي ته منهنجو دلير پٽ ملي ويندو نه؟"

"ها ها چونه تون به ٿي ڏينهن رکي اچ اسان ڳولاهه ڪيون ٿا ڳولهي

ونداسون هائي تون سڪون سان هليو وڃ...!“

ہ ٽي ڏينهن رکي ڪري صادق ٿاڻي تي ويو...صوبيدار چيس...

”اڄ يار اڄ تنهنجو ڪم ڪري ڇڏيو آهي...تنهنجو پٽ دلير ملي ويو آهي...“

صادق خوشي ۾ ڀرپور ٿي ويو.

”صاحب! ڪٿي آهي منهنجو دلير پٽ؟“

”اڄ تہ توکي ڏيکاري اچان.....“

صادق خوش خوش ٿيندو صوبيدار جي ڪڍ هليو آيو...پهريان صادق سمجهو تہ گهوڙو ٿاڻي اندر ئي ٻڌل هوندو؛ پر صوبيدار ٿاڻي کان ٻاهر نڪري ہ ٽي گهٽيون گذري هڪ وڏي پلاٽ تي اچي ويو. نڪ تي هٿ رکي پري کان اشارو ڪري صادق کي چيائين.

او هو جيڪو ڍانچو پيو ڏسين جنهن جي آخري ٻچيل سچيل ماس کي ڪتا پٽي رهيا آهن. اهو ئي تنهنجو ’پٽ دلير‘ اٿي. مان هلان ٿو مون کي وڏيڪ لک پڙه ڪرڻي آهي.....

وفا صالح راڄپر

# اجازت

نصرت خلاف داخل دعويٰ جي ڪيس جي اڄ فتويٰ هئي. زاهد جي وڪيل دعويٰ کي ثابت ڪرڻ لاءِ دليلن جا واهڙ وهائي ورتل فيس تي حق حلال جو ٺپو هڻي ويٺو ته نصرت جو وڪيل عينڪ کي ننڍڙي رومال سان اگهي اکين تي رکي اطمينان سان اٿي جج اڳيان آرگيومينٽ ڏيڻ لاءِ اچي بيٺو. هن جي چهري تي اطمينان ۽ لهجي ۾ ڌيرج هو. هن جج سان مخاطب ٿيندي چيو:

”جناب والا....! منهنجو وڪيل دوست قانون، اخلاقيات ۽ انساني حقن جي ڀڃڪڙي پيو ڪري. هو منهنجي ۾ وڪلا تي ڪوڙو بهتان ڏئي ڪيس ذهني ٽارچر ڏيڻ جي ڪوشش پيو ڪري. دعويٰ کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ توهان وٽ ڪهڙو ثبوت آهي؟“ جج ڪيس گهوري ڏسندي چيو.

”يور آنر....! اها دعويٰ ڪوڙي آهي ته نصرت زاهد جي زال آهي. قانون ۽ شريعت جي حساب سان هوءِ زاهد جي زال ٿي ئي نه ٿي سگهي“ وڪيل ڳالهايو.“

”پر نصرت جي ماءُ پيءُ سميت ڳوٺ وارن جون شاهديون زاهد جي حق ۾ آهن.“ جج ڳالهايو.

”جناب والا....! پوءِ به نصرت زاهد جي زال ٿي ئي نه ٿي سگهي.“ وڪيل جي لهجي ۾ اعتماد هو.

”نڪاح نامون به موجود آهي ۽ نڪاح پڙهائيندڙ مولوي جي شاهدي به دعوىٰجي حق ۾ آهي.“ جج پين وات ۾ ڏئي چيو.

”جناب والا.... ان کان به انڪار نه آهي ته نڪاح به پڙهيو ويو آهي پوءِ به نصرت زاهد جي زال نه آهي.“ وڪيل ڳالهايو.

”گهوٽ ڪنوار جا وڪيل ۽ نڪاح جا شاهد به ته موجود آهن.“ جج ڳالهايو.

”جناب والا....! نه رڳو ايترو پر نڪاح جو حق مهر به لکيل آهي ۽ ڳوٺ وارن نڪاح جون خارڪون به ڪاڏيون آهن پر پوءِ به نصرت زاهد جي

زال نہ آهي. ”وڪيل ڳالهايو.

جج سميت ڪورٽ ۾ ويٺل سمورا ماڻهو حيرت جي ڪن ۾ غوطا کائي رهيا هئا، ڪيس سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ وڪيل دعويٰ کي رد ڏيڻ بدران تسليم بہ ڪري پيو پر پوءِ بہ آخر ان سچائيءَ کان انڪار ڇو پيو ڪري؟

جج پين وات ۾ ڏئي ڪيس گهوري ڏسي رهيو هيو، عدالت جي ڪمري ۾ ماٺار ڇانيل هئي زاهد جو وڪيل اٿي بيٺو ۽ جج سان مخاطب ٿيندي چيائين:

”جناب والا........! منهنجو وڪيل دوست عدالت جو قيمتي وقت ضايع پيو ڪري وٽس دعويٰ کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ ڪو بہ معقول دليل نہ آهي.“

نصرت جي وڪيل جي چپن تي طنزيہ مرڪ وکري وئي ، هن ڌيرج سان ورائيو: ”جناب اعليٰ......! عدالت سڳوريءَ جو آنءُ نہ پر منهنجو وڪيل دوست وقت ضايع پيو ڪري هو پاڻي پيو ولوڙي.“

”پر، تون پنهنجي موقف کي آخر ڪيئن ثابت ڪري سگهين ٿو“ جج صاحب ڳالهايو.

”يور آنر آنءُ جيڪو ڪجهہ چوان پيو اهو سچ آهي“ وڪيل چيو.

”تون ان کي ثابت ڪيئن ٿو ڪرين؟“ جج جي لهجي ۾ تجسس گاڏڙ بيزاري هئي.

”سر.....! ميجيان ٿو تہ نصرت سان زاهد جو نڪاح بہ ٿيو آهي شاهد ، گواهہ بہ پنهنجي جاءِ تي ڪوڙ نہ ٿا هڻن...!“

وڪيل ڳالهايو.

پر زاهد جي وڪيل جملو اڌ ۾ ڪٽيندي ورائيو:

”پوءِ نصرت، زاهد جي زال نہ ٿي تہ ڇا پيڻ ٿي؟“

عدالت جي ڪمري ۾ ٽهڪڙو پئجي ويو ۽ ماڻهن جو پڙڪو وڌي ويو جج ويٺلن کي خاموش رهڻ جي هدايت ڪندي چيو:

”ڇا توهان جو آرگيومينٽ مڪمل ٿيا؟“ جج چيو.

”يور آنر.....! آرگيومينٽ مڪمل نہ پر شروع ٿيا آهن....! سچ تہ اڃا رهيل آهي.“وڪيل ڳالهايو.

”تہ پوءِ مڪمل ڪريو....“ جج ڳالهايو.

وڪيل وٽنيس باڪس ۾ بيٺل پنهنجو ۾ وڪلا نصرت ڏانهن ڏٺو جنهن جي چهري تي پريشانيءَ جا ڪي بہ آثار نہ هيا. هن پنهنجي وڪيل دوست ۽ نڪاح پڙهائيندڙ ملان ڏانهن معنيٰ خيز نگاهن سان ڏٺو ۽ چپن

تي مرڪ آڻي جج صاحب سان مخاطب ٿيو:

"جناب والا...! آنءُ جنهن حقيقت کي پڌرو ڪرڻ لڳو آهيان ، ان سان نہ رڳو زاهد، پر نڪاح پڙهائيندڙ ملان، شاهد، وڪيل ۽ نصرت جا ماءُ ،پيءُ ان ڏوهہ ۾ گرفتار ٿي سگهن ٿا."

"ڪارڻ....؟" جج وضاحت گهري.

"جناب والا...! شادي ٻن انسانن جي وچ ۾ زندگي گڏ گذارڻ جو هڪ قانوني ۽ شرعي معاهدو هوندو آهي، جنهن ۾ ٻنهي جي رضا مندي شامل هوندي آهي."

"پوءِ هي ڇا آهي.....؟"جج ڳالهايو.

"گُڏي گُڏيءَ جو وهانءُ آهي، جنهن ۾ مائٽن جي خوشي تہ آهي پر ان جي قانوني ۽ شرعي حيثيت نہ آهي ان ڪري تہ گڏي ۽ گڏيءَ جي وهانءُ ۾ ساٿ سنوڻ تہ هوندا آهن پر زندگي جي سچائي شامل نہ هوندي آهي." وڪيل ڳالهايو.

ڪورٽ روم ۾ مڪمل مانار ڇانيل هئي، جج پين وات ۾ ڏئي سوچ ۾ ٻڏل هيو، وڪيل ٻيهر ڳالهايو.

"جناب والا.....! ريتون رسمون مثبت بہ هونديون آهن تہ منفي بہ، اهي اسان جي سڃاڻپ جو حوالو ضرور آهن، پر قانون کان مٿانهيون نہ آهن. اسان وٽ اڄ بہ ريتن رسمن جي نالي ۾ مردن جي پيٽ ۾ عورتن کي وڏيڪ ڀوڳڻو ٿو پوي." وڪيل ڳالهايو.

"جناب والا......! منهنجي وڪيل دوست جي جذباتي تقرير جو هن ڪيس سان ڪو بہ تعلق نہ آهي، هو ڪورٽ سڳوريءَ جو وقت زيان پيو ڪري." زاهد جي وڪيل ڳالهايو.

"ڪيس سان تعلق آهي.....!؟"

جج زاهد جي وڪيل جي اعتراف کي رد ڪندي نصرت جي وڪيل سان مخاطب ٿيندي چيو:

"توهان پنهنجي موقف کي جاري رکو."

وڪيل جي چپن تي مرڪ وکري.وئي هن ڪجهہ ڪاغذ جج صاحب ڏانهن وڌائيندي ٻيهر ڳالهائڻ شروع ڪيو.

"جناب والا.......! منهنجي مؤڪلا جي شادي ڪرائي وئي هئي، هن جي عمر ڏهہ سال ۽ زاهد جي عمر ٻارهن سال مس هئي اها سندن راند روند جي ٻاراڻي وهي هئي، هن پرت سرٽيفڪيٽ ۽ اسڪول سرٽيفڪيٽ ۾ ڄمر جون تاريخون درج ٿيل آهن. هن عمر ۾ ڪيل نڪاح جيڪڏهن قانوني ۽

شرعي طور درست آهي تہ مان نصرت کي زاهد جي قانوني زال مڃڻ لاءِ تيار آهيان.“

جج نڪ تي رکيل عينڪ مان وڪيل جي پيش ڪيل ڪاغذن کي غور سان پڙهڻ لڳو. وڪيل ڪجهه ٻيا ڪاغذ جج ڏانهن وڌائيندي چيو:

”يور آنر.....! منهنجي مؤڪلا پڙهيل آهي ، هن وقت سندس عمر ويهہ سال اٺ مهينا آهي ان ڪري پنهنجي رضا خوشيءَ سان جنيد نالي نوجوان سان شادي ڪئي آهي جنهن جو قانون ڪيس پورو حق ڏئي ٿو.“

”جج جي چپن تي اڻ لکي مرڪ وکري وئي ، هو ڪنڌ جهڪائي ريڊر کي فتويٰ لکائڻ لڳو:

نصرت پنهنجي ور جنيد ۽ وڪيل سان گڏ عدالت جي ڪمري مان ٻاهر نڪتي، تہ سندس چهري تي سوڀ ورنيون ريکائون هيون.

## سونيا شاهاڻي

# سوني

سوني سرواڻ کي وڻڻ وئي آهي: جيڪا شايد اجان نہ موٽي. آئون سندس اوسيئڙي ۾ ويٺو هوس، اسان کي عيد جي شاپنگ ڪرڻي هئي. رات ئي سوني چيو هو تہ، هو جلد ئي سرواڻ کي اسڪول مان وٺي ايندي هو شام جي شفٽ واري اسڪول ۾ پڙهندو آهي. سرواڻ سوني ۽ منهنجي پيار جي اڪيلي نشاني آهي. مونکي اج بہ ياد آهي اها صبح جي پياري موسم جنهن جو آغاز پکين جي پيارين ٻولين سان ٿيو هو. هر طرف دلڪش سر سبز نظارا هُئا. آئون پنهنجون ٻڪريون ساڻ ڪري چاچي هشمت جي ٻني تي پهتو هوس، روز جيان ڪڙئي جي ڪپ تي ويهي هٿ ۾ ننڍڙا پيندٻ ڪٽي پاڻي ۾ اُڇلائي رهيو هئس،سندس انتظار ۾ ويٺل ان واٽ ڏانهن نهاري رهيو هئس، جيڏانهن هُو روز سڳي لوڏائيندي، مرڪندي ايندي هئي. رنگ اڇو ڪير جيان تہ نہ هيُس پر ڏسندڙن کي وڻندوهو، اکيون بادامي، آواز ۾ ڪوئل جي آواز جيان مٺاج ڀريل هيُس: چئجي تہ سنڌ جي سونهاري سدا حيات شاعر شاھ عبداللطيف ڀٽائي، پنهنجي شاعري، جو بنياد سنڌ جي انهن لوڪ داستانن تي رکيو آهي، جنهن ۾ مومل، مارئي ۽ سهڻي جهڙن ڪردارن کي سورمين جو مثالي درجو ڏنو پر منهنجي سوني منهنجي لاءِ حورن ۾ هڪ حور آهي ۽ شاھ سائين جي سورمين جهڙي ئي آهي. سوني جي ئي خيالن ۾ گُم هيُس تہ سندس مُنهن آڏو چُٽڪي وڄائي، خيالي دنيا مان ڪڍي هوش ۾ آندو ۽ پڇڻ لڳي.

”ڪهڙن خيالن ۾ گُم آهين سائين؟“

مون چهري تي هڪ مخصوص مسڪراهٽ رکندي چيو:

”سوني منهنجي خيالن ۾ بہ تون سمايل آهين.“

”آئون ڪئين مڃيان؟“

”سوني دلين جي راز کان رب واقف آهي جيڪڏهن يقين نہ ٿي منهنجي دل کان پڇي وٺ جا هينئر تو وٽ آهي.“

هو شرمائيندي ٻئي هٿڙا مُنهن آڏو ڏئي کلڻ لڳي، آئون ديوانن جيان ان ڏانهن نهاري رهيو هيُس جئين ان پنهنجي مُنهن تان هٿڙا پري ڪيا تہ

ان جي معصوم چهري تي ڏڪ جي لهر ايرڻ لڳي ۽ مون يڪدم سامهون نهاريو ته سندس چاچي شاهنواز جو ڪمدار 'ڪالو' اسان ٻنهي کي ڦهري نگاهه مان ڏسندي ڪنڌ لوڏائيندو ڪاوڙ ۾ هليو ويو ۽ پوءِ سوني مونکي چوڻ لڳي:

"تون ڳوٺ ڇڏي هليو وڃ"

خوف ۾ بس ايترو چئي ۽ هو حويلي ڏانهن هلي وئي، ٻئي ڏينهن جڏهن آئون پنهنجون ٻڪريون ساڻ ڪري پنهنجي مقرر ڪيل جاءِ تي پهتس ته ان ئي ڪمدار سان مُنهن مقابل ٿيس، ڪمدار چوڻ لڳو:

"چورا رئيس کي تنهنجي عشق جي خبر پئجي وئي آهي؛ پنهنجي سرَ جي پرواهه ائي ته ڳوٺ ڇڏي هليو وڃ نه ته رئيس جي خبر ائي نه؟".... ڳيا ڳيا ڪري لاش لوڙهي ڇڏيندءِ.

ڪمدار جي ڌمڪي ٻڌي آئون ڊڄي ويس ۽ ڳوٺ ڇڏي شهر اچي پنهنجي چاچي ممتاز جي گهر پهتس، مون شهر ۾ پهريان مزدوري ڪئي ۽ پوءِ آهستي آهستي ٺيڪا ڪٺي سٺي آمدني ڪمائڻ لڳس ايترو ڪمائي ورتو جو اڄ شهر ۾ منهنجي پنهنجي جاءِ آهي، ڪجهه سالن کان پوءِ منهنجي ملاقات منهنجي دوست قربان سان ٿي آئون قربان کان جڏهن ڳوٺ جا حوال پڇڻ لڳس ته هو حيرت مان مون ڏانهن نهاري چوڻ لڳو:

"ڳوٺ جا ته حال حوال پورا آهن تنهنجي سوني جي شادي پئي ٿئي تون هتي سڪون سان ويٺو آهين."

اها ڳالهه ٻڌي آئون سوچن جي سمنڊ ۾ غوطا کائڻ لڳس، آئون اهيو ڪيئن ڀلجي ويس ته سوني ڪهڙن حالن ۾ هوندي؟ مان سوچن ۾ ئي گم هيُس ته وري قربان چوڻ لڳو:

"خبر پئي آهي ته سوني جي زبردستي شادي پيا ڪرائين، پر هن ڪپڙا، زيور سڀ اڇلائي ڏنا اٿس، صرف زبان تي هڪڙي ئي وائي اٿس،"ساڻ سائين منهنجو آئون ڪيئن ڪيان ڪنهن ٻئي سان شادي" سوني جي لاءِ ته تون ئي سڀ ڪجهه آهين هن جي زبان تي صرف تنهنجي نالي جي وائي آهي؛ سندس ماءُ رحم کائي مونکي توڏانهن اماڻيو آهي پر تون ته هتي آرام سان ويٺل آهين؟"

آئون وڌيڪ ڪجهه نه ٻڌي سگهيس ۽ پهرين گاڏي تي ئي شهر کان روانو ٿي اچي ڳوٺ پهتس، مون حويلي ۾ ڪم ڪندڙ نوڪرياڻي کي سوني سان ملڻ جو نياپو اماڻيو، هو به منهنجو ٻڌي پنهنجي ماءُ سان گڏ حويلي جي پويان مون سان ملڻ آئي پر سندس چاچي اسان کي ڏسي ورتو ۽

ڪاوڙ مان چوڻ لڳو:
"هن ٻڪرار ڪي تہ آئون هينئر ئي پورو ٿو ڪيان وچ ڪمدار بندوق ڪٽي آ"

سوني اهي جملا ٻڌي ڊڄي وئي ۽ پوءِ همٿ آڻي ورندي ڏني:
"جيڪڏهن اهڙي ڳالھ آهي تہ گنهگار آئون بہ آهيان، سزا جي حقدار آئون بہ آهيان هن ڪان پهريان مونکي ماري مٽي ماءُ جي حوالي ڪيو انصاف جي تخت تي ويٺل آهيو، انصاف برابري وارو ڪيو چاچا"

اهي جملا ٻڌي سندس چاچو ڪاوڙ منجها ڳاڙهو ٿي ويو ۽ بندوق سوني جي سامهون ڪئي تہ سندس سوني جي ماءُ آڏو اچي وئي تہ سندس چاچو سوني جي ماءُ کي چوڻ لڳو:
"پري ٿي وڃ مائي اڄ ٻنهي کي ماري درياھ ۾ لوڙهي ٿو ڇڏيان"
ان ڳالھ تي سوني جي ماءُ ڪاوڙ منجهان چوڻ لڳي:
"اڄ سوني جو پيءُ جيئرو هجي ها تہ تون هُن جي تخت جو وارث نہ هجين ها، ياد ڪر تنهنجي ڌيءُ بہ تہ ڪمدار مولو سان پسند جو پرڻو ڪيو اتي غيرت ڪيڏانهن وئي پنهنجي اولاد جي لاءِ سڀ صحيح ۽ ٻين جي لاءِسڀ غلط! خدا جو خوف ڪر!"

سندس چاچي شاهنواز سوني جي ماءُ جا اهي جملا ٻڌي ڪنڌ هيٺ ڪيو ۽ پوءِ سوني کي برادري، مان ڪڍي اسان ٻنهي کي زندگي جو سفر گڏ گذارڻ لاءِ ڳوٺ کان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ پوءِ اسان ٻئي شهر اچي پنهنجي نئي زندگي جي شروعات ڪئي.

شفيع ٻکڪ

# ”ڊائي سو“

آچر جو ڏينهن هئڻ ڪري وريام ڪي دوستن سان ملڻو ۽ ريگل تي ڪتابن واري بازار ۾ ڪتاب به ڏسڻا هئا.

هن جا پگهار جي پڇاڙيءَ وارا ڏينهن ڏاڍا ڏکيا گذرندا هئا. هي سترين گريڊ واري هڪ سرڪاري نوڪري ڪندو هو، سندس پگهار مهيني جي آخري ڏينهن ۾ اڪثر ختم ٿي ويندي هئي. هي هڪ حساس طبيعت رکندڙ شخص هو، هي پنهنجي حساسيت سبب معاشري جي گهٽائي سان رلي ملي نہ سگهيو. هن جا گهٽائي سبب هئا. هڪ تہ معاشري جي ماڻهن جي گهٽائي گهٽين ڳالهين ڏانهن ڌيان ڏيڻ بجاءِ انهن کي نظرانداز ڪندي هئي.

وريام جو جن بہ ماڻهن سان تعلق رهيو، انهن جي اها ئي طرز زندگي هئي. هي پنهنجي مزاج سبب اڪثر پريشان ۽ اڪيلو رهندو هو. هن جا مٽ مائٽ پاڙيسري ۽ هن جي آفيس جا ماڻهو کيس اڪثر نظر انداز ڪندا هئا. ماڻهن کي سواءِ پنهنجي مطلب جي ٻي ڪا ڳالهہ نہ وڻندي هئي.

خود غرضي سوسائٽي ۾ وڌي وڻ تي وئي هئي. گهڻا ماڻهو پنهنجي انهيءَ طرز زندگيءَ کي خراب ڄاڻيندي بہ انهيءَ ۾ اطمينان واري حياتي گذاري رهيا هئا.

وريام پنهنجي اندر ئي اندر ڦتڪندو ۽ لڇندو رهندو هو. ساڻس ماڻهن جي روين سبب ڏک سندس پلئہ پيا هئا.

زندگيءَ جي سفر ۾ ساڻس ڪم ڪندڙ ٻيا ماڻهو ڪائنس اڳتي نڪري ويا، پر وريام اتي جو اتي رهيو.

سندس خيالن، سوچن، احساسن کيس اڪيلو تہ ڪري ڇڏيو هو پر هي ڪنهن بہ صورت ۾ سوسائٽيءَ جي ماڻهن جي ڪوڙي، هٽرادو زندگيءَ کان هار مڃڻ لاءِ تيار نہ هو.

هي پنهنجي ڏکن، ڏولاون جو بار لاهڻ لاءِ پاڻ جهڙي ڪنهن احساس رکندڙ شخص سان ملي، پنهنجي دل جو بار هلڪو ڪندو هو.

هڪ ڏينهن هي اهڙي شخص سان اچي مليو هو، جيڪو سٺو صحافي انسان دوست هو، پر هو به وريام وانگر پنهنجي حساس طبعيت ڪري معاشي ترقي ڪري نه سگهيو پر هڪ مطمئن زندگي گذاري رهيو هو.
ان شخص وريام سان ڳالهه ٻولهه ڪان پوءِ هن جي طبيعت جي حساسيت سبب سندس ذهن مٿان ڇانيل بوجهه کي محسوس ڪندي ڪيس لکڻ جي صلاح ڏني.
هو پاڻ هڪ مئگزين جو ايڊيٽر هو، وريام کي پنهنجو وزيٽنگ ڪارڊ ڏيندي پنهنجي آفيس اچڻ جي دعوت ڏني. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ وريام هن جي آفيس وڃي پهتو ۽ پنهنجي لکڻ جي شروعات هڪ ڪهاڻي سان ڪيائين ۽ لکندي لکندي وريام اڳتي هلي، هڪ ڪهاڻيڪار جي طور پنهنجي سڃاڻپ ٺاهي ورتي. وريام پنهنجي ڪهاڻين جا پلاٽ سوسائٽي مان ڳولهيندو وتندو هو.
هر آچر تي پنهنجي لکيل ڪا ڪهاڻي پڙهي دوستن کي ٻڌائي اصلاح ڪري وٺندو هو. دوستن کي ڪهاڻي ٻڌائڻ ۽ ان تي ويچار وندڻ هن جو شوق ۽ جنون هو.
وريام ڪاغذن وارو بيگ ڪڇي ٻاهر نڪتو پر اڄ مهيني جي 28 تاريخ هئي تنهن ڪري هن جا کيسا خالي هئا. گهران ٻاهر نڪرڻ مهل ڪيس اهو پتو هو ته سندس کيسي ۾ پئسا ناهن، پر پنهنجي شوق ۽ جنون لاءِ مارڪيٽ ڏانهن پيرين پنڌ نڪري پيو. هن جي گهر ڪان مارڪيٽ ٻن ڪلاڪن جي پنڌ تي هئي پر هي اهو سارو پنڌ لتاڙيندو جڏهن تي حصا ڪيو ويو ته هن جي پيرن ۾ لڱن ۾ سور ٿيڻ لڳو، هڪ جاءِ تي وڻ ڏسي تنهن هيٺيان ويهي رهيو. ڳچ دير ڪهاڻي جو پلاٽ سوچيندو رهيو ته ذهن مٿان ڪو پلاٽ تري اچي، ته مان ڪهاڻي لکي وٺان پر ٿڪاوٽ سبب ڪيس ذهن تي ڪا ڪهاڻي لهي نه آئي. ڪجهه دير آرام ڪرڻ ڪان پوءِ اٿي هلڻ لڳو ۽ اچي ڪتابن جي بازار پهتو. اڄ ڪتابن کي صرف سرسري ڏسندو پئي ويو. بازار ۾ پنهنجي اديب دوستن کي ڳولهيندو رهيو پر اتي ڪيس ڪو به نظر نه آيو. دوستن جو ٺاڪ ڇانهه جي هوٽل ڪيس ساريل هئي، جتي اچي پهتو. هوٽل تي هن جو هڪ اديب دوست اڳ ۾ ويٺل هو. هي سلام ڪري اتي ساڻن گڏ ويٺو. جنهن سان گڏ هڪ ٻيو به همراهه ويٺل هو، هن جي دوست ويٺل همراهه سان سندس تعارف ڪرايو.
ڪجهه دير ويهڻ ڪان پوءِ وريام جي پيرن ۾ ٿڪڻ جا سور ڪجهه

گھڻ ٿيا ۽ ٻه گلاس پاڻيءَ جا پي پنڌ جو ٿڪ لاٿائين. هن جي دوست چانهه جو آرڊر ڏنو. ايتري ۾ ٻه ٻيا اديب اچي پهتا ۽ ڪچهري مچي پئي وريام جا ٿڪ ٻه لهي پيا. ڪلاڪ کن ڪچهري هلي. وريام پنهنجي ڪهاڻي پڙهي کين ٻڌائي، ڪجهه دوستن تعريف ڪئي ۽ ڪجهه دوستن تنقيدي رايا ڏنا.

وريام ڪهاڻي دوستن کي ٻڌائي پنهنجي ذهني تسڪين پوري ڪئي. ڪجهه ديرڪانپوءِ سڀئي دوست هوٽل مان اٿيا، وريام هوٽل ۾ اڪيلو رهجي ويو ويٽر سندس پرسان اچي چيو "ڊائي سو!" وريام منجهي پيو!

•

فلئش فڪشن
نينو ڪهاڻيون

داڪٽرعابد مظهر

## "نہ نہ اهڙي ڳالھ ناهي!"

ستر سالن جي ناماري ليکک کان هڪ اخباري رپوٽر سندس پوري فيملي کان هن جي باري ۾ انٽرويو وٺڻ آيو هو. نمائندي ليکک جي ٻنهي گهر وارين ۽ هن جي ٻارن کان پڇيو: توهان کي پنهنجي مڙس کان ۽ ٻارن کان سندس پيءُ بابت پڇيو"توهان کي هن هيڏي ساري اديب کان شڪايت تہ ڪو نهي"سيني هڪ ٻئي ڏانهن ڏٺو۽وڏي گڏيل آوازسان چيو"نہ نہ اهڙي ڪابہ ڳالھ ناهي".
جڏهن ليکک کان هن پڇيو تہ هن وراڻيو: "ناڪام ماڻهن کي زندگي کي سڦل بنائڻ لاء ڪوڙ تہ ڳالهائڻا پوندا آهن،سو مان بہ چوان ٿو نہ نہ اهڙي ڳالھ ناهي!"

## فيڪ آء ڊي

هو گهڻن ڏينهن کان دوستن جي بدليل روين تي پريشان هو. پاڻ مان بيزار ٿي پنهنجا عيب ڳڻڻ شروع ڪيائين تہ ڪيس عجيب خيال آهيو. هن فيس بوڪ کولي لائبہ جي نالي سان فيڪ آئدي ناهي دوستن جا پروفائيل ڏسڻ ويٺو. ڏسندي ئي ڏسندي کيس ڏسڻ وائسٽن دوستن ۽ ڇگن پلن اديبن جون فرينڊشپ رڪيسٽون اچڻ شروع ٿي ويون. هن جي ايڪسيپٽ ڪرڻ سان اديبن کان جهڙوڪر ڳگ ڳڙڻ لڳي. هنجي رڳو فرما ئش ڪرڻ جي دير هئي. پيار جي سنيهن سان گڏ ايزي لوڊ ۽ ايزي ڪيش.جي پر مار ٿي وئي ۽ اڻ ڏٺي ئي هو فرهاد کان بہ وڌن وڌن جبلن.جي ڪاٽڻ جا واعدا ڪندي هن کي شادي جون آفرون بہ ڏيڻ لڳا.
هن هڪ نظر پنهنجي اصلي آء ڊي تي وڌي ۽ ان کي ڊليٽ ڪري ڇڏيائين.

## مرلي ڏر

### ڏکيو فيصلو

هي انهن جو ٽيون ٻار هيو جيڪو ستن سالن جي وڏي انتظار کانپوءِ ٿيو هين. ٻي طرف ٻڪي جو سور هيس جيڪو جند ڪون پيو ڇڏيس. ٻڪي ۾ وڏو پٿر هيس جنهن جو آپريشن ٿيڻو هيو خبر نه هيس ته پيٽ سان آهي ڪجھ هيڏين هن چڙهي ويا هيس ايڪسري جيڪو ٻار جي پيٽ ۾ هوندي نه ٿيڻ ڪپندو هيو ٿي ويو هيس. هڪ طرف سڪي لڌو ٻار ٻئي طرف ٻڪي جو سور ۽ علاج نه ڪرڻ جي صورت ۾ ٻڪي جي خراب ٿيڻ جو خطرو. ٻئي زال مڙس پريشان ٿي ويا. آپريشن ٻه ته ٻار کي نقصان پهچائڻ جو سبب ٿي پئي سگهيو ويتر جڏهن ڊاڪٽر اهو ٻڌاين ته ايڪسري جي شعائن ٻه متان پيٽ ۾ سرجندڙ ٻار کي نقصان پهچايو هجي ماءُ روئي، پيءُ ٻڌڻ ۾ هوسامهون ڏکيو فيصلو ڪرڻ هو.

••

## عباس سارنگ

### ”ڇڳل چپل“

چپل، پوءِ به هن جي پير ۾ گسجي رهي هئي؛ جيتوڻيڪ ان چپل کي انهن ڪان ڏهن تائين ٽاڪا به لڳي چڪا هئا. نيڻ ڪالهه شام جو وري چپل سندس پير ۾ يارنهون پيرو ڇڄي پئي ته هن کي ڏاڍو غصو آيو هو......چپل کي هٿ ۾ کڻي چوڻ لڳو.

”تون! ڀل مون کان بيزار ٿي ويئي هوندين؛ پر مان توکان بيزار نه ٿيو آهيان.....“

هي وري چپل کي، پير ۾ پائي گسڪائيندو اڳتي وڌي ويو.....جيئن زندگي کي گسڪائي رهيو هو.

••

عبدالواحد سومرو

# عڪس

گهر ۾ ننڍا توڙي وڏا شادي جي ڪمن ڪارين ۾ مصروف هيا، پر پوءِ بہ وقفي وقفي سان سس سگوري ننهن کي ڪم ڪندي طعنن ۽ مهڻن وارو ڪم بہ هلندو رهيو، ننهن بہ نئين نئين پرڻجي آئي هئي.

ڏينهن، منجهند، شام گهر ۾ عورتن جي رش، چوطرف نوجوان ڇوڪرين جو ناچ گانا، ڪلڻ، ٺهڪ، تاڙين جو وسڪارو هيو، پڙي جو سامان ڏيکاريو ويو.

شام جو ٻڪي ختم ٿي وئي، باقي گهر ۾ سوٽيون ماساتيون ويٺيون هيون، جيڪي نياڻي جي حيثيت ۾ اچي رهيون هيون، جيئن ڏارين کي بہ خبر پئي تہ ڪنوارائتا بہ ڏٺين وارا آهن نہ ڪو اڪيلا.

اهو ڏمچر هلندو رهيو، ننڍيون وڏيون عورتون، ڇوڪريون خوشي ۽ چرچن ۾ مصروف هيون، رات جي ماني پوري ٿي، ڪن ٻارن کي ننڊ وٺي وئي، گهوٽ وارا بہ پهچي ويا، وڌيڪ رش ٿي، ٻاهر شور شرابو برپا ٿي ويو، ڪن بوتلن جا منهن کوليا، فائرنگ ڪئي وئي.

نڪاح ٿيو، لانئون ڏنيون ويون، صبح جو رخصتي ٿي، وري گهر ۾ ڇوڪرين جو پوڳ چرچي جو دور هليو، هڪ ڇٽي جي چوڙي ڀڄي پئي، رت نڪتي، ڇوڪرين ۾ ٻائيتال پئجي ويو. هڪٻئي کي گاريون تہ ٿيون پر الزامن جي بہ برسات شروع ٿي وئي، هوڏانهن ڏاري پرڻجي آيل ننهن ٻڌندي دنگ رهجي وئي، ان جي اڳيان سڀ راز فاش ٿيڻ لڳا.

ننهن ٻڌندي رهي ۽ دل ئي دل ۾ چوڻ لڳي: ڪالهہ تائين سس ڏيءَ کي پاڪ دامن ٿي سڏيو، اڀوجهہ گگدام ٿي ڪوٺيو، پر هنن ڇورين جي جهيڙي بعد ڪنوار جي يارن جي ڊگهي قطار سامهون آئي، پيو تہ نهيو هڪ ماسات بہ شامل هيس. فهرست ۾، بواءِ فرينڊز جي قطار...!!

ائين ننهن ٻڌي سڀ سوچيو تہ سس دهمان ۽ رعب جو ڪندي هئي تہ جيئن ننهن دهمان ۽ اثر ۾ رهي، جو تہ هن جون گاريون، مهڻا ۽ طعنا اصل ۾ هن جو پنهنجو عڪس آهن.

••

## ج ع منگهاٽي

وڌن ٿيون ڪچن ٿيون وڪيون منزلن ڏي،
ڏسن ٿيون تڪن ٿيون اڪيون منزلن ڏي.

ڇناسين رواجن سماجن سان ناتا،
سدائين مهاڙيون رڪيون منزلن ڏي.

مسين سوچ جا پيڪڙا ڪي ڪليا پي،
وڌيون ڪيڏو اڳري سڪيون منزلن ڏي.

صدا ڪڙ ڪيتن جي ڪن تي نہ پهتي،
اکيون چند بٽجي بڪيون منزلن ڏي.

منگهاٽيءَ سان پرتا سپيئي نانگ واسنگ،
هلياسين ڏنگيا يا ڪڪيون منزلن ڏي.

••

## اياز گل

لفظ هي سارا دوئي وارا، دلڙي تان ميسار ڪڍهن
”صوفي صوفي“ روز ڪرين ٿو، صوفي ٿي ڏيکار ڪڍهن

پاٺهان پيار ڪي پري ڪرين ٿو، ويجهو ٿي اعزازن ڪي،
مايا، من ڪان ڌار ڪري ڏس، دربارون، ڌتڪار ڪڍهن

توکي پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۾ سولائي ٿي پوندي
آءُ فقيرن سان گڏ ويهي، چار گهريون ڪي گهار ڪڍهن

هي جوڀن، هي جيون ڪنهن وٽ، ترسن ڪين سدائين ٿا،
پنڇين وانگر اڏري ويندا، آهن ڪنهن ٻئي پار ڪڍهن.

گل ٽڙن ٿا هر گهر ۾ ۽ واءُ سڳنڌون آڻي ٿي،
واءُ پڇي ٿي مذهب ڪنهن ڪان؟ ان تي ڀي ويچار ڪڍهن.

جنهن هيڏو هيءُ نانءُ ڏنو ٿئي، ميڄائون ۽ مانُ ڏنو ٿئي،
پنهنجي مٺڙي سنڌي ٻولي، سنڌي ڪين وسار ڪڍهن.

**

تاج جويو

سوچون، وڇ- وراڪا،
واڪا، واڪا، واڪا!

ويريءَ جي اڪ ميري،
ڏرتي روز ڏماڪا!

ڏيهه ۽ ڏٿ تي پهرا،
سڀ جا نيڻ ڇناڪا!

هيرا، هيرا ڇاتي،
کهڙا لڳندا ٺاڪا؟

واهُ سٺائو وريو،
سڙهه جا ڇوڙيو ساڪا!

شاعر! تنهنجا سپنا،
خالي ناهن خاڪا.

اُبتي ڳالهه نه ميجبي،
ايڪا پوءِ ڌاڪا.

**

**اسحاق سميجو**

اکڙين کي هئا حجاب ڪجهه ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه،
مَهڪي هليا گلاب ڪجهه ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه!

نيڻن جا رنگ رَتا هيا، رُت کي نشا پتا هيا،
ڇُلڪيل هيا شراب ڪجهه ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه!

ڪِرڪيءَ ۾ رات ريشمي، ڏڙڪن ۾ راڳ پيروي،
ڪمري ۾ ماهتاب ڪجهه ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه!

مون وٽ هيو ٿي چا پلا، هڪ نوڪري، ڪجهه چوڪريون،
ڪيئي گُنهه، ثواب ڪجهه ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه!

دنيا منجهان نہ هئين ڪڏهن، دنيا جيان لڳين جڏهن،
چِرڪي اٿيا هئا خواب ڪجهه ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه!

جلوَن بہ چٽنگ هئي ڏني، جذبن جي جوان جهنگ ڪي،
ماڻهو بہ هئا خراب ڪجهه- ۽ شيلف ۾ ڪتاب ڪجهه!

**

## نور خان نواب

تو سوا جڳ ۾ جيئڻ سولو نہ آ،
زهر جو پيالو پيئڻ سولو نہ آ.

سار رک ملاح تون طوفان جي،
سير کي چيري هلڻ سولو نہ آ.

حوصلن جو امتحان آهي حيات،
پل صراطن تان لنگهڻ سولو نہ آ.

پيڙي تو پاڻئي پنهنجي هٿان،
هوش جو نعرو هڻڻ سولو نہ آ.

هت ٿي ابراهيم جيڏي دل کپي،
باهہ جي ويجهو وڃڻ سولو نہ آ.

تون پچائج پاڻ کي کورن اندر،
عشق ۾ صدقو ٿيڻ سولو نہ آ.

پنهنجي منزل ناهہ تون ميهارئي،
ڪچ گهڙي- دريا ترڻ سولو نہ آ.

لطف آهي يا ڪرم ان جو نواب،
شعر ڪو ايئين لکڻ سولو نہ آ.

••

### سميع بلوچ

تون ڇا ڄاڻين ڇاهي ٿيندي،
روز محبت ناهي ٿيندي.

ريتون رسمون سيئي لتاڙي،
جڳ سان سينوساهي ٿيندي.

موت تہ ماري پل پيو ماري،
ٿيندي لاهي پاهي ٿيندي.

صورت تي سبحان سميع،
دل تي نازل آهي ٿيندي.

**

## محمد علي پناڻ

وڍيو ٿي ڪال سان ڪڏهين، نهارجي تہ سهي،
مهيني ماسي پر اي دوست، سنڀارجي تہ سَهي.

ڄمي نہ ڏنڊُ وڃي، خوف ان ڪي دل ۾ رکي،
اندر پئي سارَ پرينءَ جي، اجارجي تہ سَهي..

اچي نہ نظر پنهون، ڏونگرين ڪِٽي بہ مگر،
وڏا ٿي واڪا ڪري، پر پُڪارجي تہ سَهي.

هُيو جو ساڻ ڏکن ۾ پَلُ، گهڙي ڪا ڪِٽي،
وساري پَلِ اُهو، يادِ ڏيارجي تہ سَهي.

وڇوڙي گهاوَ ڪي، تازو رکڻ جي لاءِ مِٺا،
ٻيو نہ پاڻي ٿي پنبڻين مان هارجي تہ سَهي.

••

### اقبال رند

اک مان تاري چڏبو آهي،
ڳوڙهو هاري چڏبو آهي.

ايڏو ياد بہ اڇبو آ چا؟
اِئن بہ وساري چڏبو آهي!؟

ڪنهن کي ايئن لنوائڻ معني'
ڪنهن کي ماري چڏبو آهي.

ڪاٻي ٻانهن سِرانديءَ ڏيئي،
سُور سمهاري چڏبو آهي

ڏينهن بہ لاهي چڏبو آهي،
سج بہ اپاري چڏبو آهي.

ڪوبہ زمان، مڪان نہ هوندي،
وقت گذاري چڏبو آهي

**

## شوڪت اچڻ

توکي ڏٺم ته پيار ڪيم، بيوسيءَ ۾،
هن دل تي اختيار ڏٺم، بيوسيءَ ۾.

روڪي سگهيس نه پاڻ سندس سونهن کان پري،
پوءِ پاڻ سان غدار ٿيم، بيوسيءَ ۾.

تنهنجي حسن جي ڳالهه تي پوءِ هوش ڪو نه هو،
هي دل ٿي گرفتار چيم، بيوسيءَ ۾.

ايڏو ته سولو ڪونه هو، توکان پري رهڻ،
دامن ٿيو تار تار، رنم بيوسيءَ ۾.

ڪلهه رات تنهنجي ياد پلايم پٺي زور سان،
پر دل ٿي اشڪبار، صنم بيوسيءَ ۾.

خود کي رکون ته غم کان پلا ڪيئن سو پري،
هر گل سان گڏ آ خار، ڏٺم بيوسيءَ ۾.

••

## ضمير قل

درد جو ڏنگ، ڪو ٻڌائيندئو؟؟!
روح جو رنگ، ڪو ٻڌائيندئو؟

ڪو وٺيون ته نيٺ ڇو وٺيون؟!
عشق جو انگ، ڪو ٻڌائيندئو؟

ڪيئن شماريان گناهه ۾ آخر؟!
ڏاڍو يا سنگ، ڪو ٻڌائيندئو؟

رات اونداهه جا انيڪ قصا !!
جوان اڙٻنگ، ڪو ٻڌائيندئو؟

خواب گهر ٿي ويا ڪٿي منهنجا؟!
شهر يا جهنگ، ڪو ٻڌائيندئو؟

**

## علي آڪاش

ڪيڏو نہ رُني آهي، درويش جي تنهائي،
ساڻس ئي سُتي آهي، درويش جي تنهائي.

اڌ رات ستارن جي آڳر ۾ ڪَهي ويو آ،
پر ڪانہ ڪُٺي آهي، درويش جي تنهائي.

اڄ ڇا تہ پتنگن جا، هِت ميڙ مِيڙيا آهن،
ٿي اڳ چُڪي آهي، درويش جي تنهائي،

موتي بہ ڪٽي ايندي، جوتي بہ ڪٽي ايندي،
پاتار پُڳي آهي، درويش جي تنهائي.

دامن ۾ هزارين ئي ٿو ڦول ڏسي ٽڙندي،
ٿي هير گُهلي آهي، درويش جي تنهائي.

دامن تيز هوا جهوٽا، هر تاڪ ويا ڪولي،
پر ڪانہ کُلي آهي، درويش جي تنهائي.

**

### ڊاڪٽر مبارڪ لاشاري

ٽٽي پوي شل غرور تنهنجو،
ملي نہ توکي سرور تنهنجو.

آئون وٺان ٿو معافي توکان،
توڙي جو آهي قصور تنهنجو.

ستم سهڻ ۾ سرور مون لاءِ،
ستمگري تي عبور تنهنجو.

لڪين سراسر سچ پيو مبارڪ،
رهي سلامت شعور تنهنجو.

**

## مير صوبدار سعيد

لکيل لفظ منهنجا پڙهي سوچجان!
پوئي جي، ڪو ڳوڙهو ڳڙي، سوچجان!

پنهنجن ۽ پروان ۾ ڪو فرق آ،
پنهنجو پاڻ سان تون وڙهي سوچجان!

چاهت ۾ چاچا نہ سهڻو پوي ٿو،
اچئي جي ڪو ٿاڦ، ٿڙي سوچجان!

خوشين جي نشي ۾ جي اڳتي وڌين
پنيان چا ڇڏيو ٿئي، مڙي سوچجان!

لکين جا تہ ليکا ڪرين پيو "سعيد!"،
بچي چو ٿي آخر ٻڙي سوچجان؟!

••

## سجاد ميراڻي

اڄ تارون ٿو تاري مونکي،
ڪندو ڪيئن ڪناري مونکي.

جي هُو مونڏي ڪينَ اچي ٿو،
ڪيس چئوس تہ ماري مونکي.

چئي ٿو هتڙي ڪيئن وينو آ،
طاقتَ ٿس تہ اٿاري مونکي.

اندر مان اونداهہ ڪيڻ لئہ،
پاڻ ٻري يا ٻاري مونکي.

پاڻ ڪي جي هُوجي ڏِسڻ ٿوچاهي،
هيڪر چئوس نهاري مونکي.

اهڙي ياري ڪينَ ٿي گهري،
مرڪي پاڻ روئاري مونکي.

**

**سعيد سومرو**

هَڏيون، گڏ بودلي جون ٽِي رهيون آهن،
قلندر جون اکيون مرڪي رهيون آهن.

ٽِڙيل چَهرو ڏِسي مزدور بابي جو،
بہ ڏيئرڙيون، گهري خرچي رهيون آهن.

ڪِنا چورا! نہ ڪر چڙواڳ چولين کي،
مَسين، ڪونجون بہ ٽي اڏري رهيون آهن.

نما سانجهي، ڪبيرڻ پيو لکي دوها،
دعائون چئِ، نيون سرجي رهيون آهن.

پرائين چوڪرين سان چا ڪجن ليکا،
هِتي پنهنجون بہ ڪٺ قرضي رهيون آهن.

وبائن جي وچوڙن ۾ ستر ٿي پيو،
چميون، هن کي ڏيڻ وسري ويون آهن.

**

## امداد سولنگي

هٿيلي هرڻ جهڙي تون،
مڇيءَ جي ترڻ جهڙي تون.

لڳين ٿي لاڙ جو سرمو،
اکين ۾ پرڻ جهڙي تون.

لهين ٿي آبشارن جان،
نديءَ جي ورڻ جهڙي تون.

گلابن پي ڪيا سجدا،
نہ ڪنهن تي مرڻ جهڙي تون.

وسايل ڏيهہ ساري لاءِ،
ٻنيءَ تي ٻرڻ جهڙي تون.

**

## امجد دراني

تون جو مون کان ڇڳين زندگي وئي ڇڄي
ڇڻ تہ عابد کان هئي بندگي وئي ڇڄي

رات روشن هئي ڏينهن ڏاڍو پلو،
منهن تو ڇا ڦيريو رو شني وئي ڇڄي.

مون ڏني کوڙ هئي، هئي جا ايڏي مٺي،
مون خوشي کان وتي هڪ مٺي وئي ڇڄي.

ڪيڏو مشڪل ۽ نازڪ سکيو فن هيو،
پنهنجي ٿهڪن جي تسبيح سبي وئي ڇڄي.

هيءَ حياتي مون ٺاهي هنڌائي نہ هئي،
منهنجي اکڙن کي جيئڻ ئي وٽي وئي ڇڄي.

ناز نخرا ڪٽي سونهن ٽلندي رهي،
نفرتن جي ڏنگڻ سان ڏنگي وئي ڇڄي.

جا مقدر مکي سا اکين تي رکي،
جا ملي هئي ڇگي يا مٺي وئي ڇڄي.

ڪلهہ نہ هئين تون ننڍڙ ڪو، نہ امجد ٿئين
سنڌ جي دانهن گونجي وڏي وئي ڇڄي.

••

## قربان چنا

اداس چهرا ڪٿي گهمون ٿا،
۽ گهاءُ گهرا ڪٿي گهمون ٿا.

رکو وجهون ٿا پيا هٿ ٻرن ۾،
هي خوف خطرا ڪٿي گهمون ٿا.

اکين ڪان منزل پري نہ آهي،
اسان اجالا ڪٿي گهمون ٿا.

اڙي منافق! پري ٿي وڃ تون،
اڳ ئي خدشا ڪٿي گهمون ٿا.

زبان مٺڙي، اندر جا ڪارا،
ڪهڙا اهڙا ڪٿي گهمون ٿا.

”قربان“ قسمت ڀلا ڇا مٽبي،
رکوئي ڪشتا ڪٿي گهمون ٿا.

**

## مجاز سولنگي

ڊِل جو ڏُڙڪو وڌي رهيو آهي،
ياد ڪوئي اچي رهيو آهي.

ڪو وِجي پوپٽَن کي سمجهائي،
مَڌُ گُلَن مان ٽِمي رهيو آهي.

چنڊ چانڊاڻ جا ڊِگهيري هَٽَ،
ڳُلَ تنهنجا چُهي رهيو آهي.

ڪير هُو بادلن جو رهواسي؟
رقص منهنجو ڏسي رهيو آهي.

اڄ وطن کي وري اداس ڪري،
سنڌ جو ڏاهو وڃي رهيو آهي.

ڪيڏو مان خوش ٿي ويو آهيان،
درد مون کي مِلي رهيو آهي.

ڇا ٻڌايان مجاز! ساحل کي؟
سمنڊ سارو ڪِلي رهيو آهي.....!

••

## سيما عباسي

ڪو تہ مون ۾ منتشر آهي رهيو؟
دل جو ڏوڪو ۽ مڪر آهي رهيو.

آسرن جي سڌ تي وڃجي ها مگر،
عزم پر ڪو منتظر آهي رهيو.

همقدم ٿيندو بہ ڇا رهبر اهو؟
راھ جو جيڪو پٿر آهي رهيو.

دوست پرکيا مون تہ پو مونکي لڳو،
هڪڙو دشمن چاره گر آهي رهيو.

خودڪشيون جاتي وڙهيون هون بک سان،
منهجي مارن جو ئي ٽر آهي رهيو.

جنهن بہ رستي ۾ ملي منزل سنڌ،
سرخرو تنهنجو سفر آهي رهيو.

پيڙ پل پل ڪيا پٿون پيرا مگر،
ضبط ظالم بيخبر آهي رهيو.

عشق جي آئت عقيدت ڪي چيو،
ظرف ڪنهن جو بي خبر آهي رهيو.

ڇا جهالت ڳوٺ جي سيما پڏينئون؟
هي وڏيري جو بي تر آهي رهيو.

**

**خالده نسرين.**

هر پل رهين ٿو تون ئي منهنجي ڌيان ۾،
تو کي نہ حال منهنجو هوندو گمان ۾.

آهي نہ وصل هت جي پنهنجي نصيب ۾،
ملنداسين نيٺ تون مان ٻي ڪنهن جهان ۾.

مونکي تہ هر ڪهاڻي پنهنجي لڳي ٿي پر،
ڪردار ڪو ٻيو آ هر داستان ۾.

افسوس جن کي مون ڀي چاتو نہ ٿي اهڙ،
سي ئي سوال آيا هر امتحان ۾.

هن شهر ۾ رهن ٿا ماڻهو نه سڀ رڳو،
انسان ڀي رهن ٿا ڪنهن ڪنهن مڪان ۾.

هاڻي نہ گهر اچن ٿا مهمان شوق سان،
اتساھ ڀي ڪٿي آ ڪنهن ميزبان ۾.

نڪري وڃن نہ رسمون ايثار جون ڪٿي،
ٿي مهر جي ڪمي آ هر مهربان ۾.

هوشو نہ دودو هيمون ڪو ڀي نہ ٿو ملي،
سوريھ ٿي ڳوليان هر سنڌي جوان ۾.

دل سان ڏئي دعا ٿي نسرين هت ڪٿي،
هر پل اوهان هجو شل رب جي امان ۾.

••

## مرتضيٰ لغاري

مون جو هڪ پل ڏئو دريءَ سامهون،
تو به آرسي پڳو دريءَ سامهون.

وار وکريل وڏوڙ ڇاتيءَ تي،
ديد ۾ هو نشو، دريءَ سامهون.

سانجهه ويلي اداس روح کِليو،
چنڊ چهرو لٿو دريءَ سامهون.

پنهنجي ڪمري ۾ تون ملي نه سگهينءَ،
تنهنجو ڦوٽو ڏٺو دريءَ سامهون.

ايئن سينگارجي نه بيهه اڳيان،
ٿي نه ڪو حادثو، دريءَ سامهون.

••

## ياسمين چانڊيو

مون تہ توکي آ روشني سمجهيو،
پيار آهي ۽ بندگي سمجهيو.

لفظ خالي تہ ڪونہ هئا منهنجا،
درد جي دل جي شاعري سمجهيو.

ڪائي چاهت ڀلا لکي آهي؟
جيءَ جذبن کي عاشقي سمجهيو.

عشق ڪيڏو ڪيو اياڻو جو!
هڪڙي ماڻهوءَ کي زندگي سمجهيو.

تو ڪٿي ياسمين آهي ڏٺي؟
جنهن جدائي کي خودڪشي سمجهيو.

••

بسم اللہ الرحمٰن الرحیم

پیشِ نظر کتاب ہمارے واٹس ایپ گروپ کے سکالرز کی طلب پہ سافٹ میں تبدیل کی گئی ہے۔ مصنفِ کتاب کے لیے نیک خواہشات کے ساتھ سافٹ بنانے والوں کے حق میں دعائے خیر کی استدعا ہے۔

زیرِ نظر کتاب فیس بک گروپ "کتب خانہ" میں بھی اپلوڈ کر دی گئی ہے۔
گروپ کا لنک ملاحظہ کیجیے :

https://www.facebook.com/groups/1144796425720955/?ref=share




**میر ظہیر عباس روستمانی**

03072128068




## مزمل سائر

رات جي رنگ کي جام ڀڄڻ تہ ڏي،
پرينئڙا، مَنڌ سان ٽانءُ ڇُلڪڻ تہ ڏي.

تون اچي وئين پڌر، ڪٿي ڪيان ڪا خبر؟
ڪوڙ ٽيندا قصا، هانءُ ڌڙڪڻ تہ ڏي.

سنڌ جي سِينڌ سِنڌُور ۾ مُرڪندي،
وقت پيو تڙپندو، ڪيس سنبرڻ تہ ڏي.

تو اڳيئي ڏنو فيصلو، ٺيڪ، پر،
صبر ڪر ٿورڙو، مون بہ ٻولڻ تہ ڏي.

تون جهپيندين سَمئہ جو اَجهل بال پر،
مان تہ سوچيان پيو، بال اُڇلڻ تہ ڏي.

تير تاڻيو اٿئي، ڊِير ڊر، بي خبر،
تيرَ ڪان ٿئي تکو، باز اُڏرڻ تہ ڏي.

ڏوهہ ڏِج پوءِ حياتيءَ کي، پارکو،
جامَ پيتا اٿر جامَ، ٻهڪڻ تہ ڏي.

ڪائناتو نہ سڳندون ٻٽي ڌڙڪنديون،
وقت گُلَ ٻڄندو، لفظ پوکڻ تہ ڏي.

زندگيءَ سان نئين جنگ جوٽيون وري،
ملهہ 'سائر' ڪٽيون، انگ وچڙڻ تہ ڏي.

**

## علي زاهد

الائي ڪير آ مون ۾، الائي ڪير آهيان مان؟
مٽيءَ تي ايئن پيو آهيان، مٽيءَ جو ڍير آهيان مان!

بقا جي بات ناهي ڪا، فنا جو فلسفو آهيان،
ٽِڪي پيو وقت آ مون ۾، جُڳن جو ڦير آهيان مان.

اکين جي ساهمي تنهنجيءَ عجب هي تور ڪٺي منهنجي!
رَتي منهنجو وزن نڪتو! مون سمجهو سير آهيان مان!

اوهان جي ماڳ جا منظر منهي ڏنڏلائبا هوندا،
اگهو بس آرسي پنهنجي، گهڙيءَ جو مير آهيان مان.

هتي سچ، چنڊ، تارن جون سموريون روشنيون اڪري،
وڏيو هو بيخوديءَ مان جو علم ڏي، پير آهيان مان.

پُڇو ٿا ڪير آ زاهد! ڪٿان آيو، ڪٿي ويندو!؟
الائي ڇو نه ٿا سمجهو! الائي ڪير آهيان مان!

••

## زاهد چانڊيو

ڇو الائي قرار ڪونهي ڪو،
پاڻ تي اختيار ڪونهي ڪو.

رڃ ئي رڃ زندگي آهي،
ڀاڳ ۾ آبشار ڪونهي ڪو.

مٽ موڪيءَ جا ويس اپٽي،
پر ٻه مون کي خمار ڪونهي ڪو.

ڪيترا گهاو دوستن جا ڳڻيان؟
بس انهن. جو شمار ڪونهي ڪو.

مان رنو رات بي حساب آهيان،
هاڻ سيني تي بار ڪونهي ڪو.

ڇو نصيحت ڪيو پيا هن کي،
يار زاهد ته ٻار ڪونهي ڪو.

**

### حَسن پنھيار

ھاڻ روڪي بہ ڪير نيڻن کي.
مج خدا کي نہ ڦير نيڻن کي!

ھِن طرح سان ڪجي سفر ھاڻي،
ڏي پون جي بہ پير نيڻن کي!

چنڊ وانگر اڱيان ٽڪي بيٺي،
ننڊ ايندي! سوير نيڻن کي!

اڄ نئين ڪا ڌمال ھڻجي ٿي.
مان ٻڌان ٿو بہ ڇير نيڻن کي!

قيد لمحو نہ ديد ڪان ٿي ٿيو،
پڪ وٺي ٿي بہ دير نيڻن کي!

راھ دل جي اگر صفا ناھي
ڪير ڏسي ھو بہ غير نيڻن کي!

نيڻ عادي ٿيا موالي ھِن
ھڪ ڇِميءَ جي بہ ھير نيڻن کي!

واھرو پاڻ ماھرو آھي.
پو حَسن سان بہ وير نيڻن کي؟

••

## سڪندر شيخ

اوهانجي دوستي ٿو ڳوليان،
وڃائيل زندگي ٿو ڳوليان.

مندر، مسجد، گرجائُن ۾،
امر بندگي ٿو ڳوليان.

ڇُهي پوپٽ، جي پرڙن کي،
سچڻ سادگي ٿو ڳوليان.

رشتن جي اونداهين ۾،
آئون روشني ٿو ڳوليان.

صدين کان سنڌ ۾ سڪندر؛
امن ۽ آشتي ٿو ڳوليان.

**

**صدام حسين باغي**

نہ ٿي ڪنهن جي نيڻن ۾ پناهون مليون،
نہ ڪي پيار واريون نگاهون مليون.

اڪيلي جيون کي پري ڪوئي پاڪر،
اسان کي نہ اهڙيون ڪي ٻانهون مليون.

زندگي رول وانگي پئي رلندي رهي،
ملي ڪا نہ منزل، نہ راهون مليون.

نہ ٿيو درد دل جو تدارڪ بہ ڪوئي،
دوستن کان بہ سڪٽيون صلاحون مليون.

شڪايت بہ ڪنهن سان ڪيون اي باغي،
نصيبن ۾ آهون ۽ دانهون مليون.

••

## اطهر منگي

دل جي ديپ کي ٻاري ڇڏ!
سارا سور، وساري ڇڏ !

.درد جو دور آ، اچڻو وڃڻو،
هنيانءُ نہ پنهنجو، هاري ڇڏ!

رک خوشين جو خيال، ذهن ۾،
غم جا ڏينهن، گذاري، ڇڏ!

نيت جو آ، نتيجو سارو،
پنهنجي. سوچ، سڌاري ڇڏ!

ماڻهن جي، عيبن کي ٽاري،
خوبين ڏي ٻہ، نهاري ڇڏ!

هر منظر جو پسمنظر آ،
عڪس اندر ۾، اتاري ڇڏ!

اپ تي اڏرڻ جي، ڪوشش ڪر،
سمجهہ سان حال، سنواري ڇڏ!

پنهنجون اکيون، کولي رک،
ڏياهڻ روح، پگهاري ڇڏ!

پل پل ۾، نئين تبديلي،
ريت جا رنگ، وساري ڇڏ!

وهمن جي ور، ٿيءُ نہ، ڪڏهن،
”اطهر!“ جيءُ جيئاري ڇڏ!

**

**سعيد سنڌي**

اڃي تنهنجي طبيعت ۾، وئي توڙي رُڪائي آ
محبت پوءِ بي تو سان، پرين پنهنجي اُهائي آ.

وساري پاڻ کي جيڪر، لکئون تنهنجي ادائن تي
کٽي اهڙو تصور اڄ، اسان وٽ شام آئي آ.

نگاهن جا نياپا ءِ، خُماريل گيت جوڀن جا
پڙهياسي پيار مان هر هر، ٿڪاوٽ ٿي نہ ڪائي آ.

ڪڏهن مدهوش رستن تي، ڪڏهن گُم تنهن جي يادن ۾
اِهو ئي پنهنجو جيوَن آ، اِهائي دلربائي آ.

اڃان بي تنهنجي آئت جي، سموري مند گهرجي ٿي
اڃان بي ساٿ تنهنجي جي، ضرورت ڪجهہ سوائي آ.

ڪٿون ٿا بار روزانو، وِڇوڙن جا حياتيءَ تي
ڪڏهن ڪنهن جي جُدائي آ، ڪڏهن ڪنهن جي جدائي آ.

اسانجي عشق جو مذهب، رهيو بس حُسن ئي آهي
اسانجي دل جي مکتب ۾، اِها جاري پڙهائي آ.

**

## آغا نياز مگسي

روز مون کان لڳي ٿي رٺل زندگي،
هر گهڙي داءُ تي آ لڳل زندگي.

سونهن ۽ ساهه تي پروسو ڪونه آ،
هر قدم هر گهڙي آ ڏنل زندگي.

تو بنا هڪ قدم پي هلڻ ڪونه ٿئي،
تو سوا چڻ لڳي ٿي ٿڪل زندگي.

يار جي ياد کان دل نه غافل ڪڏهن،
روح پلجي نٿو هڪ نه پل زندگي.

سات ڪنهن جو هجي ڪو ته پنهنجو سڏي،
خوبصورت لڳي هڪ غزل زندگي.

يار جي گڏ هجي موت پو پل اچي،
شال آغا بڻي بي مثل زندگي.

**

## معشوق مُحسن ابڙو

گُفتَگُو گُل بَدَن ڪري ڇاڻي!
اَنجَمُن کي عَدَن ڪري ڇاڻي!

پائي ڪڪرن منجهان لِياڪا پيو،
چَنڊ روشن چَمن ڪري ڇاڻي!

لاتِ لَبَ تي لَنوي لَطِيفي ٿو،
راڳداري جُمن ڪري ڇاڻي!

راتِ جو روز ٿِي مَچي مِحفل،
گڏ سِتارا گگن ڪري ڇاڻي!

خيالَ ۾ سڀ ڪُٽل ڪَوِيتائون،
بحر پُورو وَزن ڪري ڇاڻي!

ڪوٽَ ۾ قيدُ ٿِي مِٺي مارئي،
ياد پنهنجو وَطَن ڪري ڇاڻي!

••

## گلشن سنڌو

ڪيڏا تہ آهن نير اکين ۾،
نئين ڪوتا تحرير اکين ۾.

گفتار ڪنهن جي ٻڌي آ،
گهلي ڇڻ ڪا هير اکين ۾.

نيڻن جي ٻولي نيڻ پرکي،
جڙي پئي آ تقدير اکين ۾.

نئون حوصلو نئين اميد،
نئين جستجو تدبير اکين ۾.

مارن جا ڏک ڏوجهڙا ڏسي،
ٿي پيا آهن جهير اکين ۾.

ڪيڏا تہ آهن نير اکين ۾،
نئين ڪوتا تحرير اکين ۾.

••

## اظهر پانيڙ

چنڊ چمڪي ڪئي رات ۾ رهبري،
سمنڊ بنواس جو مان تري ويس تري.

هي افق جو بدن آشفق ٿي ويو،
سچ-صحراحيءَ منجهان مڌ پيو آهري.

خيرپور جون ڪجيون چانورا ٿي پيون،
عشق تازو ڪيو "مير"، "باليءَ" وري.

مان منهوڙي وٽان مورڙا ٿو ڏسان،
بيقران بحر جي موج ۾ جلپري.

ٿيا "پنائي"، "اياز" پٽ تي هن ڪِنا،
وجد ۾ آ "تمر" پٽ پٽي آ ٺري.

ٿي گهلي پئي گهلي دشمنيءَ جي هوا،
مان ٿو کولي رکان دوستيءَ جي دري.

جو مٺر ميت جا گيت سرجي پيو،
سو ڪوي پيار جو آهي "اظهر" ڇَري.

••

## احساس ميرل

سندرو ٻَڌي جي نِڪرون ٻَهڪن ٿا حوصلا،
ڪيڏا هُجن جبل پل ٿيندا ذرا ذرا.

مون زندگيءَ جي لاهن چاڙهن تي سوچيو،
ڪي ٿورڙيون خوشيون، ۽ لڙڪن جا قافلا.

ديوارِ چين ڪان پيي ڳالهيون وڏيون وڏيون،
هو سمنڊ پئي لڳا پر اندر جا کوکِلا.

هِن وقت جي مَنڊي ۾ چاچا وڪامجي ٿو،
ماڻهو کپي ويو ۽ پاڻي مٽي هوا.

جيون جي هڙ ۾ ”ميرل“ سانڍي ڇڏيا اٿم،
ڪُجهه ٿهڪ لُڙڪ يادون چوڙيون ٽُٽَل ڇَلا.

**

بيرابطہ ڪنھن ڪوي سان ڪيچل ڪري ويو،
سارو سماج ڏک جي هلچل ڪري ويو.

هن جي زبان تي هو انڪار پيار جو،
مون هام جئن پري هو گهايل ڪري ويو.

ان دل وياج ۾ آ گروي ڪري ڇڏي،
جو علم ساڻ سڀ کي ڪامل ڪري ويو.

نظرون عجيب هن جون احساس ۾ هيون،
چاهت نہ جيڪو مون سان ڪو پل ڪري ويو.

سڏڪان سڏن چو ان کي ڇا ايندو هو هلي؟
تبسم بلال جيڪو هيڪل ڪري ويو.

••

## حبدار علي توناڻي

نہ دبئي نہ دهلي دکن ۾ رهياسين،
سدائين اباڻي ڪکن ۾ رهياسين.

وري مارئي جان ٿيا قيد آهيون،
زمانہ عمر جي هٿن ۾ رهياسين.

نہ ئي پٽ ريشم نہ زيور وٽن ٿا؟
اسان يار گيڙو لٽن ۾ رهياسين.

ڪري پير ڏگهڙا ستاسين نہ هر گز،
صدين کان سفر تي ڏڳن ۾ رهياسين.

پرين پاڻ پاڇا رهياسين سڄن جا؟
مگر پاڻ پوءِ بہ برن ۾ رهياسين.

صدا تير تلوار جو هان نشانو؟
وڏي سور صدمن ڏکن ۾ رهياسين.

**

### گلاب چانديو

سنڌ جـــي آنءُ سُورَ   ڪان ٻاهر،
ناهيـــان ناهيان شَعُورَ ڪان ٻاهر.

تو تہ منصف! سزا ڪئي   واجب،
پــر هُيو هو   قصُورَ ڪان ٻاهر.

تنهنجو قانــون سنڌ جي حـــق ۾،
هونـدو اڪــثر آ، نُــورَ ڪان ٻاهر.

جـيءُ منهنجو ڪـڏهن نہ نڪتو آ،
ســـنڌ! تنهنجي حضُورَ ڪان ٻاهر.

ناهي گذريو گلاب! هڪ پَلُ پِي،
سنڌ جيجل جي  پـُورَ  ڪان  ٻاهر.

••

اکڙين ۾ نه زلفن ۾ نه رخسار ۾ ڏسجو،
مونکي منهنجي دانش، منهنجي افڪار ۾ ڏسجو.

رنگين لباسن ۾ گھٽا جسم ڏٺا ٿئو،
پوشاڪ هينئر ذات جي اظهار ۾ ڏسجو.

مضمون جا سوين رنگ جي ويهي ڪٺي لکجن،
معنائون سوين شاعري ٽمٽار ۾ ڏسجو.

اڏڪي نه سجي، گھٽ، نه مٽي تون متان سمجهين،
انسان هان انسان جي معيار ۾ ڏسجو.

تارن سندي ڌرتي تي رکيا نيٺ قدم مون،
ناهيان مان ڪٿي پوئتي، رفتار ۾ ڏسجو.

انسان ۾ جيڪا به فضيلت رکي مالڪ،
خود کي نه رڳو مونکي به ان ڌار ۾ ڏسجو.

وڪري جو وکر مان ٿيان، سو مون ڪٿي چاهيو،
هٿا ڪير وٺي آيا، مونکي بازار ۾ ڏسجو.

الله اسان کي به بڻايو آ، مجو جي،
تعمير جون خوبيون انهي معمار ۾ ڏسجو.

**

# شاعري

# نظم

# وايون

# ڪافيون

# ۽

# ٻيون صنفون

## نظم

### امداد حُسيني

#### هڪ وڏو جيل!

حياتيءَ ڪان وڏو ڪو جيل، ناهي
وڏي ان جيل ۾ ٻيا ڪيترائي جيل آهن
انهن ۾ ڪوٺڙيون آهن
انهن جي ٻاهران ورديءَ ۾ پهريدار آهن
شام ٿيندي ئي
سڀني قيدي جي ٿيندي ڳڻپ آهي
ڪڏهن جهڙتي ٻه ورتي ٿي وڃي تن جي
ملاقاتي ٻه تن جا ٿا اچن
رشوت ڏئي تن سان مِلن ٿا
لُڙڪَ
لڙندڙ لُڙڪَ کي
ڳِل تان لڙڻ کان ئي اڳي
هٿ سان اگهن ٿا - ۽ کلن ٿا !
پر حياتيءَ ڪان وڏو ڪو جيل ناهي
ٿا جُتن قيدي جڏهن ان جيل مان تڏهين
ملاقاتي نہ ڪا رشوت
نہ ڪا جهڙتي نہ ڪائي آپريشن
۽ نہ ڪاريون ڪوٺڙيون آهن
نہ وردي پوش پهريدار آهن
۽ نہ ڪا نمبر شماري
ڪجهہ بہ ڪونهي
ڪجهہ بہ ڪونهي
ڪجهہ بہ ڪونهي
حياتيءَ ڪان وڏو ڪو جيل ناهي !

••

### ڊاڪٽر آڪاش انصاري

## اڙي دل، اڙي دل

اڙي دل، اڙي دل
انهن ڏي ٻہ هل

جن جي نيڻن ۾ ناهي ڪو سپنو سجيل
جن لئہ ميگهاجي رُت ڪي منع آ ٿيل

جن جا سڀ ڀاڳ
ڪاهوءَ جيان اجڙيل

جن جو هر ماڳ
رڻ ڪڇ جي واري تتل
ها انهن ڏي ٻہ هل

●●

## مدد علي سنڌي

آءُ پيارا آءُ، ڏاڍو وياڪل ٿو گهاريان،
ساري رات تڪيندي تارا، توکي ٿو ساريان.
آءُ پيارا آءُ، تن ۾ تنهنجي آهي تات،
ڪين وڻي ٿي مون کي ڪائي دين دنيا جي بات.
آءُ پيارا آءُ، جدائي تنهنجي ڏاڍي ٿي ماري،
ساعت ساعت دلڙي روئي، تو کي ساري ساري
آءُ پيارا آءُ ته پيهر ننڍن ڪجي نيهن،
سانوڻ جا جا ساوڪ ڪئي آ، موٽي آيا مينهن.
آءُ پيارا آءُ، ٻڌايان ڳجهڙيون ڪي ڳالهيون.
تنهنجي خاطر سيني ۾ مون صدين ڪان سانڍيون.
آءُ پيارا آءُ، اچي ٻڌ، منهنجا منڙا ميت،
تنهنجي ورنهن لئه، سکيو آهيان جا جا سر سنگيت!
آءُ پيارا آءُ ٻڌايان ڪافيون ڪيئي وايون،
تنهنجي جدائي ۾ اي جاني! روئي جي مون ٺاهيون.
آءُ پيارا آءُ، ٻڌيان توکي شعر سمورا،
تن ۾ ڪو به وڌاءُ نه آهي، تنهنجي پيار تي پورا آهن.

••

## نظم

عطيه دائود

### هڪ بوند جي اڃ...

هن جي فقط هڪ بوند جيتري اڃ ڪارڻ
مان سمونڊ سمائي سيني ۾
وڏ ڦڙي جيان وسندي رهيس
ڇا جذبن سندي گجگوڙ هئي
ڪنوڻ جيان تڙپي تڙپي
نيڻن ئي هن ڪي ڳوليو
بند دريءَ جي شيشي تان ترڪي
منهنجي اظهار جا سمورا ذريعا
مٽي منجهه ملي ويا
منهنجي دل جي باغ مان
هن محبت جو فقط هڪ گل پٽڻ ٿي چاهيو
۽ مان گل مهر جي وڻ جيان
پنهنجون سڀ محبتون، پل ڪن ۾
هن جي اڳيان وڇائي ڇڏيون
هن جي ظرف جي جهول ۾ سي سمائجي نه سگهيون
عشق جا اهي سمورا داستان
پيرن هيٺان لتاڙي ويا.

**

# نظم

ع. غ. تبسم

## ڌرتي سرتي

او ڌرتي! مان تنهنجي رکت ڏيندي ڏيندي،
رهندو مائي تنهنجو قرضي مان ٿيندو وڃان ٿو.
منهنجي جسم واري مٽيءَ جي حصي کي،
تنهنجا ٿورا، جو ڪُن ۽ فَيڪونَ ويلي،
پنهنجي وارثي ڏئي تو پنهنجو بڻايو،
نہ ڄاڻان نہ ڄاڻان تو ڪيڏن جُڳن کان،
منهنجو خاڪي چاڙهو تَهن ۾ لڪايو،
مُنهنجي ڏاتِ ۽ ذاتِ جو تاجي پيڙهو،
الولين، اُداسين ۽ لُوچن جو ڪيڙو،
چڙين چانڊوڪين ، باکَ، بلبن جون جوتون،
حياتيءَ جي حسناڪين واريون سوچون،
وڇوڙي جا نوحا وصل جا جمالا،
غلاميءَ، غريبيءَ جا پڙڪا، پاڇارا،
تاسارنَ چپن ڪاڻ ، سنڌوءَ جي ڌارا،
ٻُڪئي پيٽَ لئہ سَنگَ ، ڪڻڪن جا ٻارا،
منهنجي ڀاڳي وارا بچائي رکيا ها،
صدين کان تو مون لئہ سَنڀاري رکيا ها،
تبسم جي مٽيءَ پنوڙي تي ڌرتي،
سندس جسم جي هر ذري تي او ڌرتي،
مڃيان ٿو تہ اڻکٽ اڪيچار ٿورا،

مَگر تنهنجو تنهن کان اُتم ٿورو آ جو،
منهنجين ڏڙڪنن، دل جي هر دڪدڪي جو،
جياپي، جنون جي سچي فلسفي جو،
سچي نيڪ ناميءَ ۽ شهرت جو مرڪز،
غزل، گيت، وائيءَ، هائيڪي جو محور،
سدا سبز گوشي جي سهڻيءَ گهڻيءَ تي،
تنهنجي پاڪ پَوِترتا واريءَ مٽيءَ تي،
او ڌرتي!
جيڪا سونهن سرتي رهي ٿي،
سا سَرتي تہ منهنجيءَ سَچي شاعريءَ ۾،
سُندرتا جون سهسين رنگينيون پري ٿي،
وِڄُنِ جان وراڪن ۾ گونجون گجي ٿي،
پري کان پُڄي پاس گم ٿي وڃي ٿي،
صبوح شام سوچن ۾ لهرون لڙهي ٿي،
شفق ۾ لهي چاندنين ۾ ڪڙي ٿي،
وڙهي ٿي رُسي ٿي، روئي پئي ٿي،
وڏي ڳالهہ منهنجين ڳراٽين وجهڻ تي،
وري ساڳيو مونساڻ پرچي ٿي،
سٽن ۾ سپيتا جون سُرڪيون پري ٿي،
تُنهجين سانورينِ سانجهين ۾ او ڌرتي،
مِنيِنِ مَنچَلينِ مُوسمن ۾ او ڌرتي،
هُڳَائن سان پنهنجي حسين بُتَ کي مَهِٽي،
سُڳنڌن سان وهنجي سُرهاڻيون سَجائي،
سنڌوءَ پر تي گهاٽا ڊگها وار چوڙيون،
ڳجر هُرمچي تي نوانِ ويس پهريون،
ڪڪوريل انگن تي اُجاريون هلي ٿي،
چُني کي ڏندن ۾ چَڪي جو تَکي ٿي،
پٽيهرَ پيرن ۾ جو پايلَ ٻڌي ٿي،
۽ توتي جڏهن ڊيل وانگر ٽلي ٿي،

تڏهن منهنجي اندر جي پاتال ۾ تون،
او ڏرتي ويتر پُختيون پاڙون هڻين ٿي
تون ادراڪ ۽ احترامن جون زياده،
اجان زور سان مون ۾ ميخون جَڙين ٿي،
تنهن بعد ئي تصوف جا ورد ۽ وظيفا،
مٽيءَ سان ماٺوءَ جي سنبنڌ جا سرشتا،
چمين ، چاه، چُسڪين ڳراٽين جا ڪشتا،
نباتن، پتاشن، ڳنڊيرين جا ڳُٽڪا،
انوکين ادائن، اشارن جا چُٽڪا،
او منهنجي مٽي سنڌ تون ٿي پئين ٿي،
جيڏل تيئن تون جند سانُ جڙجي پوين ٿي،
تون ايڏا جو اُتساهَ آڇيون اچين ٿي،
پساهن سان ڳڏ پيار پاڀوھ ڏين ٿي،
تڏهن مان تہ پنهنجيءَ سڄي شاعريءَ ۾،
پنهنجي آپ بيتيءَ واريءَ ڊائريءَ ۾،
ڳائيندو وَڄائيندو لِکندو وَتان ٿو.
او ڏرتي مان تنهنجي رکت ڏيندي ڏيندي،
رهندو مان تنهنجو قرضي ٿيندو وڃان ٿو.

**

ادل سومرو

## وانگ زيني!

”سمنڊ ڪان اڳتي “۾ آهي تو ڏني
هُن پهاڙي پيچرن جي شاعري
چنڊ تارن ۽ ڪتين جي شاعري
بار ۾ نچندڙ سڪين جي شاعري
ديس جي اُجرن پکين جي شاعري -
شاعري تُنهنجي بسنتي ويسَ ۾
پر اُداسي آهي تنهنجي ديسَ ۾
هر طرف آ هيڏَ ويئي هارجي
هي ۽ گهڙيون نيٺ ويندين گهارجي
سُرخ ساڳيون حالتون ايندين وري
۽ ڪورونا جي وبا جي آجپي تي
دوستن سان ڪچهريون ٿينديون وري
چين ۾ ڏسُ چنڊُ ساڳيو آ اجان
موسمن جو منڊُ ساڳيو آ اجان
سُرخ آهي ساکَ تُنهنجي ديس جي
سُرخ آهي باکَ تُنهنجي ديسَ جي
سُرخ تُنهنجي شاعريءَ جو تن بدن
سُرخ سارو وانگَ تنهنجو آ وطن
هُو دنيا جي روبرو ٿيندو ضرور
ديس تنهنجو سُرخرو ٿيندو ضرور.
**

## نظم

### سرمد چانڊيو

هيءَ صدي پي نہ وجي!
ڏينهن هجي راتِ هجي
پاڻ سفر منجهہ سدا!

باک ڦٽي يا نہ ڦٽي
شام ڍلي يا نہ ڍلي
کير هجي يا نہ هجي!
ڏات ڏکيءَ جي کو صدا
پاڻ سفر منجهہ سدا!

شام ڍَلي چنڊ ڪڙيو
سال نئون ڪنهن نہ ڏٺو.
پونءِ سڄي باھ اُلا
وقت نديءَ جيئن وهي
لهر مٿان لهر نئين.
پهر مٿان پهر نئون،
شهر نوان پاڻ گدا!
پاڻ سفر منجهہ سدا!

نيڻ تکن راه پيا
پيار ڏئي ڪير ڏئي!
يار هجن سار لهن
پنڌ ڪئي ڪين ڪٿي.
ڪير ڪري نينهن ندا
پاڻ سفر منجهه سدا!

ماه ويا سال ويا!
هيءُ صدي پي نہ وڃي!
هوءُ صدي ايئن وئي
چور وڃي جيئن لڪي
پيرُ جتي ڪو نہ لڳي
ڳول ڪجي ڪيئن ڪجي!
شهر هجي ڳوٺ هجي
وڙ ڏجي ميل مڃي،
وقت سندي ڪير ڪري
ڪيئن ڪڇي پار ڳلا
پاڻ سفر منجهه سدا!

آءُ اهو ڏات ڏٺي!
بره وندو بات ڏٺي
ڏانءُ نئون واٽ نئين
جاٽ مٽان جاٽ نيئن!
ڪيڙ ڪري ٻيل ڪير،
ٻيل ڪري ٽيل ڪير
شال ڦٽن سونهن سلا
رنگ رچن ڪيٽ پچن
وندڙ وٺن شاه گدا!
پاڻ سفر منجهه سدا!

••

## نظم

روبينہ ابڙو

جِسمَ پنهنجي جي درين مان ڏٺي ٿيو،
رُوحَ جو پَربتُ اُڏاري واءُ ۾؛
پاڻَ مان نڪري اُڏامي ٿي وڃان
۽ وڃي ٿي ڏُور ڌرتيءَ کان پُڄان...

زندگي هڪ جَنگِ جيئن مون ۾ لڳي
مان بنا هٿيار جي وڙهندي رهيس؛
هر محبت مورچي تي مِينهُن ٿي،
ٽورڙو بَرسي وري رُڪجي وئي؛
هر بغاوت مون اندر پَلندي رهي؛
مون بغاوت مان جنمُ ورتو هيو
هاڻ جيون سان بغاوت ٿي ڪريان
سال، هفتا سڀُ اُڏاري واءُ ۾؛
پاڻَ مان نڪري اُڏامي ٿي وڃان
۽ وڃي ٿي ڏُور ڌرتيءَ کان پُڄان...

ڪانڪا جي عُمر ۾ مون سان مليئين
۽ ملي جولاءِ ۾ وڇڙي وئين!
عُمر ساري گُم ٽيل ڪنگڻ جيان
توکي مون ڳوليو هُيو هر جاءِ تي!
پر نہ مونکي تون مليئين پنهنجي اندر
۽ نہ ڪنهن رستي گُناهن جيئن ڳُنئين

پوءِ اُڏاري توکي هڪڙي آهه ۾!
پاڻ مان نڪري اڏامي تي وڃان
۽ وڃي تي ڏُور ڌرتيءَ کان پُڄان...

مون پيانو تي اُها ڌُن پي ٻڌي
جا اڃان ڪمپوز ڪنهن ناهي ڪئي؛
مون اهو فوٽو بہ البم ۾ ڏٺو،
ڪنهن بہ ڪئميرا نہ جيڪو هو ڪڍيو!
مون اهو سَجدو بہ ڌرتيءَ تي ڏٺو
ڪو خُدا جنهن کي ملي ناهي سگهيو،
هاڻي جيون ۾ رهي ڪُجهہ ڪِين ٿو
جنهن جي خُواهش ۾ اڃان زنده رهان
هر خواهش خاڪ مان منهنجي ڦُٽي
۽ دفن ٿيندي وري هِن خاڪِ ۾.....

هِن جنم ۾ ننڊَ مون ناهي ڪئي
هاڻ گهري ننڊَ ٿي مونکي کپي!
سڀُ گُناهن ۽ ثوابن کي ڇڏي
هاڻ جيون کي ڪتابن جيئن چَنڊي
آئون پاسي ۾ رکان ٿي پاڻ جي
بند ڪمرو آ سڄو وکريو پيو؛
آئون پنهنجي سوچ ۾ پيئي ٻَران
آ مسلسل جنگ جاري پاڻ سان
۽ پريل آ زهر جو هڪڙو گلاس!
نوٽ ڪاڳر تي لکي پورو ڪيم،
بس رڳو ان تي صحيح آهي رهيل....
**

## انيس ميمڻ

### پاڻ وهيڻي عورت

تو منهنجا هٿ ٻڌي ڇڏيا آهن
ته جيئن آءُ ڪجهه لکي نه سگهان
تو منهنجي چپن تي ماٺ جي مُهر هڻي آهي
ته جيئن آءُ ڪجهه ڪُڇي نه سگهان
تو منهنجي اکين تي اونڌ جي پٽي ٻڌي آهي
ته جيئن آءُ علم جي روشنيءَ کان وانجهي رهان
تو منهنجي پيرن ۾ پيڪڙا پارايا آهن
ته جيئن آءٌ آزاديءَ سان چري نه سگهان
پر تون ڪيڏو نه مجبور آهين
تون منهنجي خيالن، خوابن کي
منهنجي روح کي ته قيد نٿو ڪري سگهين
آخر اهو وقت به ايندو، اُوس ايندو
جڏهن منهنجي هٿن ۾ ٻڌل جبر جي ڏور ٽٽندي
۽ پوءِ آءٌ اهو سڀ ڪجهه لکندس
جنهن کان تون ڊڄين ڇرڪين ٿو
جڏهن منهنجي چپن تي لڳل ماٺ جي مهر ٽٽندي
ته منهنجا زنده لفظ توکي ماري ماٺ ڪندا
جڏهن منهنجي اکين تان اونڌ جي پٽي لهندي
ته منهنجو عقل ۽ علم توکي سنگسار ڪندا
۽ جڏهن منهنجي پيرن جا ڪڙا لهندا
ته منهنجي آزاديءَ جي رقص سان
هيءَ ڌرتي ڌٻي پوندي !
اڙي ظالم سماج! ڊڄ ان وقت کان

# نظم

## ڊاڪٽر جمال نقوي

هيءُ سچل جو ديس آهي
هيءُ لطيف جي ڌرتي آهي
جنهن سچ ۽ انصاف جي تعليم ڏني سڀني لاءِ
پيار محبت جو پيغام ڏنو
آهي هئا ايثارو روشنيءُ جا ڏيئا
سڀني ماڻهن جي خدمت ۽ سوجهري جا ڏيئا
انهن مان ڪيترائي جوڪيا، روشن ٿيا
اهي ڏيئا هزارين ڏيئن کي روشن ڪندا
امن جو پيغام ساري دنيا ۾ پکيڙيندا
جيڪو عيان ٿيو اهو راز پڌائيندا
جمال اسان سُتلن کي پياهو جاڳائيندا.

**

# نثري نظم

ڊاڪٽر مشتاق ڦل

## هڪ نئون رنگ

پيار جي ڳولا،
گهر جي تلاش
۽ ديس جي سڀ پکين کي ٻه لڳندي آهي
دوست!
مان اڪيلائيءَ ۾ روئندو آهيان
ته سمنڊ مون سان ڳالهيون ڪرڻ ايندو آهي!
هو نفرت جي باهه ٻاريندا آهن
ته مان وري برف وانگر ڳرڻ لڳندو آهيان!
هو مون کي ماريندي ماريندي،
پاڻ مرڻ ڪنديءَ تي پهچڻ وارا آهن
پر مان وري هنن ڏانهن ڏيان ڏيڻ بدران
تڏهن ڏڪندڙ ڪراڙي عورت کي
مرڻ کان بچائڻ لاءِ
پنهنجا هٿ، پنهنجون اکيون ۽ پنهنجا چپ
ٻاري رنگ رنگ تي اڏري رهيو آهيان!
••

# نظم

## ڊاڪٽر رخسانہ پريت

### اسين ڪٽي ڪٽي آهيون ـ!

مون کان ڪنهن شخص پڇيو هو؟
اسين ڪٽي ڪٽي آهيون!
مان ان کي ڪيئن چوان پيارا اسين ڪٽي ڪٽي آهيون
جتي ڪو ظلم ٿئي ٿو اسين اتي بہ هوندا هون
جتي ڪو لڙڪ لڙي ٿو اسين اتي بہ هوندا هون
جتي ڪو چاڪ چڪي ٿو اسين اتي بہ هوندا هون
جتي ڪو ساٿ ٽٽي ٿو اسين اتي بہ هوندا هون
جتي اوهان آهيو موجود اسين اتي بہ هوندا هون
جتي اوهان جون سوچون هن اسين اتي بہ هوندا هون
چيائين تنها جيون لئہ اهو ممڪن ئي ڪونهي ڪو
چيم جذبا سچا آهن تہ چا ممڪن ئي ڪونهي ڪو
اسان سنڌ لاءِ جيون کي ڪري ٽڪرا ڇڏيو آهي
اسان سچ لاءِ جيون کي ڪيو حصا حصا آهي
جتي آ گهرج اتي ان کي ائين ورچي ڇڏيو آهي
مگر هيءَ دعويٰ آ پنهنجي ڪڏهن فنا نہ ٿينداسين
ڪڏهن فنا نہ ٿينداسين ڪڏهن فنا نہ ٿينداسين
جيون جو هر هڪ ٽڪرو نئون سيلاب آڻيندو
ٻڌائي ڇڏ هن آمر کي تہ انقلاب آڻيندو
ڪو انقلاب آڻيندو ڪو انقلاب آڻيندو.

••

## نثر نظم

### ضياءَ ابڙو

سمنڊ جي ڪناري تي
پنل واريءَ مٿان
تنھنجن پيرن جا
نشان!
مونکي ائين لڳا
چڻ تہ
ڪنھن اسپرا
يا ڪنھن جل پريءَ
رات سمنڊ مان
نڪري
واريءَ تي پسار ڪيو ھو
تون پڪ ئي پڪ
ڪا جل پري آھين!

••

# نظم

هدايت بلوچ

پيار ڪر، پيار ڪر.

پيار ڪري پيار ڪر،
سوچ ويچار ڪر،
ڪين انڪار ڪ،
پيار ڪر پيار ڪر.

پيار ماڪين منو.
پيار مصرين ڳڙيون،
وير وهہ جون وٺيون،
پيار موتين لڙهيون،

سوچ ويچار ڪر،
ڪين انڪار ڪر،
پيار ڪر پيار ڪر،

پيار مسلم سان ڪر،
پيار هندوءَ سان ڪر،
پيار ينگيءَ سان ڪر،
پيار چھڙي سان ڪر.

**

## نظم

صدا لاشاري

### سچ!

ديس جا سور سوايا آهن
هر ڪو ماڻهو گهڻو پريشان آ
پوئي پي توکي ڪل نہ ڪائي پئي
روز بک تي مري رهيا آهن
ڪيت جيڪي پيا اپائين ٿا
روز بيمار ٿي رهيا آهن
جن هميشہ ڪئي هئي خدمت
پر توکي ڪاٻہ ڪل پوي ئي نٿي
ملڪ جي مالڪي جي هام هڻي
تون اجان تائين چو ٿڪو ناهين
ماڻهو ڪنهن جا؟
هي ملڪ ڪنهن جو آ؟
ٻڌ ڪٺي ديس جي صدائن کي
ٽورڙو تن جو حق ڪٺي رک تون
ٽورڙو ڏيان جي ڏرين بہ ڪٺي
آبرو اڄ بہ بچڻ ممڪن آهي
ها مگر سچ انهيءَ لئہ شرط آهي. . .

**

## نثري نظم

### زيد پيرزادو

**پيارڇا آهي؟**

پٽ جي پيءُ کي
ڏنل اوچتي چمي
پيارئي تہ آهي

رات جو دير سان
ڏي، جي مٿي تي
هٿ رکي
بخار محسوس ڪرڻ
پيارئي تہ آهي

ڀيڻ جي شادي تي
رخصتي وقت
ڳوڙها اگهڻ
پيارئي تہ آهي

پرديس ويل پٽ سان
فون تي ڊگها ڊگها
احوال وٺڻ
پيارئي تہ آهي

سالن پراڻي ڪنهن وڻ جي
ڪنجي وڃڻ تي نظر لڪڻ
پيارئي تہ آهي

دوست جي هرون پرون
وڪالت ڪرڻ
پيارئي تہ آهي

ڪنهن کي تڪليف ۾ ڏسي
پاڻ تڪليف محسوس ڪرڻ
پيارئي تہ آهي

••

# نثري نظم

## امر پيرزادو

### موت جي منڊ

اسان جي
فرينڊ لسٽ ۾
هاڻي
مري ويل دوستن
جو تعداد
جيئرن کان
گهڻو ٿي ويو آهي
دوستي
مرڻ سان
ڊليٽ ڪري
ناهي سگهبي
روز ڪو دل گهريو
پنهنجي تصوير
جو ڪتبو ڪٽي
سوشل ميڊيا جي
تعزيتي بڪ تي
لڙڪن سان لکرائي پيو.
سوشل ميڊيا
قبرستان ٿي وئي آهي
ڪنهن پياري کان
موڪلائي به نه ٿو سگهجي

ڪنهن جي
جنازي ۾ وڃڻ
بداخلاقي
ڪنهن سان
روبرو تعزيت ڪرڻ
عيب ٿي ويو آهي
آئسوليشن ۾
ڍڪين ساهن سان
جيئندڙ ماڻهن
گهر ياتين جا
ساهه ڪڍي ڇڏيا آهن
چوڏهن ڏينهن
چوڏهن سال ٿا لڳن
ننڍا ٻار
مائرن ڪان سوا
سمهڻ ٿي
حيران آهن
انهن لاءِ ننڊ ئي
ڊچ جو خواب ٿي وئي آ
سپاڻي چا ئيندو
ڪنهن جو وارو أيندو
موت جي منڊ چانئيل آهي
بازارن ۾
موت جي خريداري
جاري آهي
موت جي وڏي سيل لڳل آهي
زندگي
ختم ٿي رهي آهي.......!!
••

## پشپا ولڀ

( Blessing in disguise )

### ڳجهي رحمت

زندگي چُپ چاپ ۽ خاموش آهي
هل هلان، گهماگهمي ۽ پيهه پيهان، گهٽ ٿي وئي آهي.
آسمان وڏيڪ نيرو ۽ صاف ٿو لڳي
جهرڪيون جي ڪڏهن ڪڏهن ڏسبيون هيون
هاڻي سڄو وقت ڇهچائين ٿيون
ڄڻ ته ڪن ئي ڪائي ويون آهن.
الائجي ڪهڙاڪهڙا نت نوان پکي
پنهنجي ماڳن تي موٽي آيا آهن.
واهن ۾ مڇيون موٽي آيون آهن
پهاڙن تان چيتا، هرڻ، سها ۽
باندر لهي آيا آهن،
هاڻي هو پنهنجو پاڻ کي ٠
محفوظ سمجهن ٿا.
اچانڪ هَوا جي گدلاڻ جيڪا
انتهائي درجي جي ٿي وئي هئي
گهٽجي وئي آهي.
ڪڏهن بيهي ڪري آسمان ئي نه ڏسي سگهبو هيو،
هڪ ڪم ڪان پوءِ، ٻيو ڪم تيار جو هو،
هاڻي بيهي سگهجي ٿو،
وهنوارجون ننڍيون ننڍيون لغزشون
پلون، چڪون سڌاري سگهجن ٿيون،
اهو سوچڻ جو ٽائيم ملي ٿو
روح کي ڦولهڻ جو وقت ملي ٿو.
غلط آهي. پر چوڻ تي دل چوي ٿي
ڪرونائنٽين.......
ڳجهي رحمت ته نه آهي ؟؟ !!

# نظم

## مصطفيٰ انڙ

### حياتيءَ جو ڏاڍو

ڇڙوڇڙ حياتيءَ جو ڏار- ڏار ڏاڍو آ
رُج ۾ رکيو چاهي، اُج ۾ ڪَنايان ڇا؟
مان سَڌيان پلا ڪنهن ڪي، سُج ۾ ڪَنايان ڇا؟
مان ڪَڙهان ڪَڙهان ڪَيسين، ٿوررڙو لَڙيو آهيان!
ڪَاڙهه ۾ ڪَڙهي ڪَيڏو، ڪَيترو ڪڙهيو آهيان
مان پَڙمان، ڪَڙهان ڪَيسين ٿوررڙو سڙيو آهيان
ڪيترو اَڪيلو مان، ڪيترو وڙهيو آهيان
رُوح جي رَحل تي آ عِشق جو سَبقُ ساڳيو
درد جو رهيو روشن ها اُهو طَبقُ ساڳيو
جنگجو ڪٿي جذبا! مان ڊِڪان- ڊِڪان ڪاڏي؟
مان سڙان پچان ڪيڏو، پُڄ ۾ بچايان ڇا؟
اُج ۾ ڇُپايان ڇا؟ رُج ۾ وِڇايان ڇا؟
توکي سڀ خبر آهي، پاڻ وٽ بچايان ڇا
آئون پنهنجي باري ۾، ڇا اجان ٻڌايان ڇا؟
مان رڙي- رڙي هيڪل، ڪيترو ڊِٺو آهيان
واٽ ڪا ملي پئي شل،
ڪين مان ٿَڪو آهيان
ڇا چوان تہ منصف ئي بخت ۾ نياڳو آ
پر! اهيا خبر آهي ، وقت پر نہ ساڳو آ
ڪيترو بہ جاڳان ٿو ! گول گول پاڳو آ
ڇڙوڇڙ حَياتيءَ جو، ڏار - ڏَار ڏَاڍو آ .. !!!
••

# ڪافي

قادربخش سومرو

چڱن ۾ چڱائي ڀلي جي ڀلائي،
اي مالڪ اسان جا هي تنهنجي خدائي!

هتي ماڻهو هڪ ٻئي کي ڏکڙا ڏين ٿا،
نہ ڪنهن جي ٻڌن ٿا، نہ ڪنهن جي سهن ٿا،
رکن ڪونہ ڪائي، ذري جي سچائي،
اي مالڪ اسان جا، هي تنهنجي خدا!

برا ڪم هو ڪهڙا، سچو ڏينهن ڪن ٿا،
انئي پهر ڳجهہ جيئن ڪِنن تي ٺرن ٿا
محبت نيائي نہ، الفت اگهائي،
اي مالڪ اسان جا، هي تنهنجي خدا!

ڪئي جستجو آهي دنيا ۾ هردم،
خطا ڪانہ ٿي ڪا، خطا ايءِ ڪردم
۽ رهبر پسائي، ڪا ٿيندي سڻائي،
اي مالڪ اسان جا، هي تنهنجي خدا!

ڏٺا مون بہ انسان زماني ۾ ”قادر“،
سوين ڪيئي غاصب، سوين ڪيئي نادر،
رڳو ئي انائون رڳو هٺ وڏائي،
اي مالڪ اسان جا، هي تنهنجي خدا!

••

## نظم

سندوستار پيرزادو

شيشي جي هڪ عورت آهي،
چوڏهين جو هڪ چنڊ پي آهي،
ڪائي جهڙا ساوا پنڇي،
شيشي جي ئي وڻ تي ويهي،
رات اڪين ۾ ويڙهن وينا،
شيشي ۾ جو عڪس لڪيل آ،
روز نئون پٿر اڇلائي،
خود کي چڪناچور ڪري ٿو.
شيشي ۾ هڪ شام ٺهيل آ،
جنهن ۾ هڪڙو خوف لڪيل آ،
ٿوري ٿوري اوندهه آهي،
ويراني ۾ هڪڙو پاڇو،
اڌ انڌيري ۾ گُم ٿي ٿو،
شيشي جي مُهرن تي ڪي ئي،
ڪائي جا ئي لفظ لڪيل هن،
جن مان سڀ قديمي ٻوليون،
ليئا پائي گم ٿين ٿيون.
ڪائي جا هن گُلَ سمورا،
ڪائي جو ئي جهنگل آهي ،

جنهن ۾ ڪي نئي ناگ رهن ٿا،
اکيون جن جون ڪائي جهڙيون
جن ۾ ڪوئي راز لڪيل آ،
جهنگل ۾ هڪ رستو آهي،
جنهن جي ڪا بہ تہ منزل ناهي،
نيري رستي تي نئي هاريل،
ڪائي جا ڪي ڳوڙها آهن.
دنيا مونکي فينٽسي جو،
بند پيل ڪو دڙ لڳي ٿي،
دنيا مون کي شيشي جو نئي،
هڪ عجائب گهر لڳي ٿي.

**

## نظم

عريشا بخاري

موسمن جو مينهن چوڏاري وٺو
تو ڏٺو هو نينهن چوڏاري وٺو
هر ڪنهين کي ياد آيا دلربا
هر ڪنهين جو روح ٿي ويو بيقرار
سڪ جي ڪا ڇڪ تو تائين پهچي؟
يا پسان ٿي برهه ۾ آئون رڳي؟
دل ٻه هڪڙي، مان ٻه هيڪل ۽ اداس
ڪاش ڪو نياپو پهچي تو وٽ پوي
نينهن ٿي پئي نئون نرالو تون اچي وڃ
ڪونج جهڙي پيار کي آئت ملي
تون اچي وڃ. . .
••

## نظم

ڊاڪٽر آمنہ سومرو

منٿ

موسمن جون ميارون
تو بہ چا ٻڌيون آهن
پا
آهي
اڪيلي ئي
مونکي پيون ستائن ٿيون
دل پيون رنجائن ٿيون
هڪ دفعو ئي مل سائين
موسمن جون منٿون مڃ...
**

## نظم

ڊاڪٽر ثمينہ واحد

### اسين بس مٽي جا ماڻهون آهيون

وراثت ۾ مليل هر دردڪان
اسان جو روح باغي آ..

اسان جا ڇاڻئون مسلماني!
اسين بس مٽي جا ماڻهون؛

ڪٿي ملا آهيون مسجد ۾ . . .
ڪٿي مجلس ۾ ماتامي؛

اسان پنهنجي وصفن ڪان سدائين بيخبر آهيون!
اسان جي تات آ ڪنهن لاءِ!
اسان جي ذات آ ڪنهن لاءِ
ڏيون ڪا دانهن ڪهڙي در!
آهيون هر پل يزيدن سان

پر ٻڌ !
اسين حقيقت آشنا آهيون
اڪيلا ئي . . .
رڪئون ٿا بار اڪين تي
اسين تنهنجن ۾ نہ پنهنجن ۾
اسين بس لوڪ اهڙائي
جنهين جو روح باغي آ
••

## نثري نظم

### سپت پيرزادو

**خواب**

اکين جي باغ ۾
نوان خواب پوکيو
انهن کي ساپيان جو پاڻي ڏيو
پک جاڻو تہ
پڻ چڻ جي مند ۾
جڏهن خواب
خشک اکڙين مان
ڇڻڻ لڳندا آهن
۽ انهن جي ساپيان جي
کا اميد
باقي نہ رهندي آهي
زندگي
پنهنجو جوهر
۽
سونهن
وڃائي ويهندي آهي

**

## نظم

الفت حسين

### شاهه لطيف يونيورسٽيءَ جي ياد ۾

ڏينهن آهي آخري هن شهر ۾
ڳوٺ ڏي پنهنجي وڃان ٿي ماءُ ڏي
ماءُ منهنجي آ عظيم
جنهن قبيلي جون سڀئي ريتون لتاڙي
علم جون ڪوليون دريون
روشنيءَ جي راهه ڏيکاري اسان کي
مان ورسٽيءَ ۾ اچي
پوليٽيڪل سائنس جا
سڀ نظريا ۽ دليل
هتا پڙهيا
هيئن سان هنڊايا
پر ڪڏهن سياست نه ڪئي
زندگيءَ ۾
شاعريءَ ۾
دوستيءَ ۾
ڪيترا استاد ها جي مهربان
ڏاڍا ٻاجهارا شفيق
پر ڪي وڏا استاد پڻ ها
هاسٽل جون هي پٽيون
اڄ اوپريون چوٽيون لڳيون-

شاعرن کي چا چئون
هو لکن ميسيج ۾ ٿا
آءِ لو يو جان جانان
مان رهان خاموش ٿي
هو ٿا سمجهن
پيار ٿي ويو
آهي ڇڻ اقرار ٿي ويو
جي پڇان ٿي خير آهي؟
هي اوهان ڇا ٿا لکو؟
هو چون ٿا
فن اسان جو افق جي سرحد ٽپي ٿو
تو جهڙيون سو ڇوڪريون
ٿيون ڦرن پيون آسپاس
اهڙيون سو ڳالهيون، قصا
ڪاوڙ، ڪروڌ
سڀ اچن ٿيون ياد اڄ
ميس جي ماني مهانگي ٿي هئي
ڪنهن نہ پر ڪنهن کان پڇيو
پاڻ کي رزاق هو هئا سمجهڻ لڳا
ڪيترا چمچا انهن جا
ڪيتري ڪڙ ڪڙ هئي.
عورتن جي حقن جا اڳواڻ هي
عورتن جي دل جون ڳالهيون
جي نٿا سمجهي سگهن
ڪيتري تقرير تن جي لاجواب
لفظ سهڻا، استعارا ۽ دليل
هاسٽل جون شوخ چنچل ساهڙيون
ڪيئن وساري ٿي سگهان؟

بس هلان تي ڳوٺ پنهنجي
لائبريريءَ ۾ رکيل شاهه جي رسالي کي
آخري چمي
هاسٽل جي مئن دروازي کي
آخري چمي
هاسٽل جي در تي بيٺل
چڻ ته پهريدار وڻ کي
آخري چمي
هڪڙي چمي هن جي لاءِ
انويلپ ۾ بند ڪري
هن ڏانهن اماڻي
مان ڪريان ٿي الوداع!
اي ورسٽي الوداع!!
••

# نظم

## پرهہ سنڌو

### برسات

رات اويلي ويلي اندر
ڪارن ڪارن ڪڪرن مان
مينهن ٽميو پئي
جڻ تہ اکين مان نينهن ٽميو پئي
جهور ڪراڙا نيڻ پلا
آڏيءَ ڏاري
ڪنهن لئہ ترسيا
ڪنهن لئہ تڙپيا
اڀ تڪي ٿو سوچن ۾
ڪنهن لاءِ سارو ديس ٻري ٿو
دانهن ڪري ٿو
واري واري سپڪنهن من ۾
تيز هوا جا جهوٽا آهن
پن ڪرن ٿا آڳر تي
بي وس سڀ ئي ٻوٽا آهن
ٻاهر ڪيڏي چانڊوڪي آ
اندر ڪيڏي اوندهہ آهي
ڇا لاءِ وسامي ٻاهہ اجهاٽي ناهي
هن جو سار اماٽي ناهي
ڪيڏي جهڪ لڳي تي پئي
وڪريل سڀ آڪيرا آهن
اجڙيل سارا ديرا آهن

**

## شبير کوکر

### شيشي جي ديوار

چاتل سيجاتل
اجنبي ماڻهو جي وچ ۾
زندگي پلجي وئي!
ڪنهن اجنبي شهر ۾
نظر نظر سان نہ ملي
جواني تنها رهجي وئي!
پٿر جي دنيا ۾
پٿر سان پٿر ٽي اٽڪيو
ڪنهن کي ڪا خبر نہ پئي
ڪنهن جي دل ٽٽي پئي
نگاهون تہ هڪٻئي کي تڪينديون رهيون
ڪو اظهار نہ ٿي اظهار رهجي ويو پر
اقرار انڪار رهجي ويو پر
چاتل سيجاتل
اجنبي ماڻهن جي وچ۾.

**

## نظم

راحت نياز پتو

### دعا آهي . . .

دعا آهي سدا لبڙن
لڳل ميندي هجي هٿڙن
نہ ڪنهنجي سينڌ ميري ٿئي
نہ دامن داغ ڪو وڪري
ملي ٻانهن جي سيراندي
لبن تي گيت ڏرتي جو
هجي سائو سدائين ٿر
وسي برسات ڪاڇي تي
ٻڌن ڳانا ڪرائي ۾
هجي خوشحال هي ڌرتي

خوشين جي جهول تون مائين
غمن کان ڏور ٿي پاڇو
قدم منزل سدا ماڻن
رهي قائم سدا محبت
ازل کان واسطو توسان
وڻن جي کنڊ پاسي ۾
لکيا سين نانءُ هڪ ٻئي جا
اڃان تائين سي جهونا وڻ
رهن قائم قيامت تڪ
وڇوڙي جو پکي ڪوئي
نہ ويهي لام آلي تي
ڪِلن سڀ ڪيت ۾ هاري
هُجي آزاد هر ناري
وڙهن مارو نہ پاڻي تي
نہ ٿي مظلوم ڪا ڪاري
وطن جي آجپي خاطر
مفادن کان گهٽو اڳتي
لُڇون تڙپون جياپي لئہ
خدا پوءِ ڏينهن سو آڻي
ملن محبوب سپني سان
هُجي اظهار آزادي
دعا آهي سدا لبڙن ...
**

## بختاور منصور

آ چنڊ ڪيون آڪيرو
آءُ پڪين جيئن پار هلون ۽
ٿاهيون ڪوئي ديرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو.

اڏري ڪو آڪاس ۾ هلجي،
پل پو هڪڙو پيرو،
آچنڊ ڪيون آڪيرو،

اهڙو ڪوئي ديس وسايون،
ملي نہ ڪنهن کي پيرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو،

ڪيڏي ڪيڏي ڪيرا ٿي پئون،
ٻالڪ جيئن ڪو ميرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو،

جرڪي پئون چانڊاڻ ۾ چمڪي،
چانڊوڪي ٿي گهيرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو،

هارائڻ ۽ ڪٽڻ هڪ جهڙو،
هجي نہ ڪوئي سيرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو.

”بخت“ هتي هر هر پيو آٿي،
هينئڙو ٿي پيو هيرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو،
آ چنڊ ڪيون آڪيرو.

**

## وائي

### صاحب خان ميمڻ

ماروئڙا ٿيا ملير
آئون تہ بند ياٿي بند ۾

بادل برسيا ماروئڙن تي
ٿيڙم ساھ سڌير
آئون تہ قيدياڻي بند ۾

واءُ وڻيجو واھ جو وريو
هينئڙي لڳي ٿر هير
آئون تہ بندياڻي قابو بند ۾

خواب ۾ پنهنجي مارن مليس
ڪنڊون ورهيائيون ڪير
آئون تہ بندياڻي قابو بند ۾

صاحب چوي ٿو سانگيئڙن سان
هاجان ڪر نہ همير
آئون تہ بندياڻي قابو بند ۾

••

# وائي

## ضميرگولو

چنريءَ ڏند چپن ۾
مٺي مرڪي پئي

مينديءَ جو لاٽي اٽائين
ڪيئي چٽ هٿن ۾
مٺي مرڪي پئي

چنڊ ستارن ماڻڪيون
اپ جي نيڻن ۾
مٺي مرڪي پئي

ٺاهي چوڙو چاهه مان
موتيو وارن ۾
مٺي مرڪي پئي

••

## نظم

عظيم سنڌي

مان انسان انسان انسان آهيان،
مان هندو يا مومن مسلمان ناهيان.
مان انسان انسان انسان آهيان.
هي سسئي هي سهڻي هي مارئي ڇا آهي؟
هي شاهه سچ جي ويو راهه ڏاهي،
هي پيامِ محبت نه آهي ته ڇا آهي؟
ٿو ان رسالي کي ايمان ڀائيان.
مان انسان انسان انسان آهيان.

**

# نظم

## کيمچند شرما

هن "
گيت جي نرڙ تي
تہ "
نالو تنهنجو اڪريل آهي !
پر
گيت جا سچا مهاندا "
سياءُ
۽
سيرت
تنهنجي ڏات جي نسل سان نتا لڳن !
شايد !
تنهنجو مغرور
نالو
اوپري سوچ ۽ سيتا جي ديوي سان
علم جي الوٽ نشي ۾
سمهي رهيو آهي !!

**

## وائي

خالده منير

ڪيڏيون ڪرڻيون هيون ڪي
ڳالهيون ڳهلي يار جون!!

هاڻ نہ ملنداسين پرين!
رهجي ويون ڙي!
ڳالهيون ڳهلي يار جون!!

من ئي من ۾ ڪائينديون
هن سين نہ ڪيون جي
ڳالهيون ڳهلي يار جون!!

جنهن ڪي ساري سرتيون
من ۾ مينهن وسي
ڳالهيون ڳهلي يار جون!!

واپس جي وري پون
اکڙين عيد ٿئي
ڳالهيون ڳهلي يار جون!!

••

